# سچل سرمست جو ڪلام

(مڪمل سنڌي ڪافيون ۽ بيت)



اليڪٽرانڪ بڪ ۾

ترتيب ڏيندڙ


## جنيد فاروقي، جمشيد فاروقي

مراد واهڻ روڊ لاڙڪاڻو، سنڌ، پاڪستان.

**www.itsgrouplrk.com**

**xara_junaid@yahoo.com**

Ph.#. 074-4046864-4068075

# گذارش

الحمدلله سچل سائين جو رسالو اڄ پورو ٿيو سچل سائين جي رسالي جي ڪمپوزنگ ايتري تہ محبت ۽ محنت سان ڪئي آهي جو غلطين جو امڪان تمام گهٽ رهيو آهي. مون پنهنجي طرفان انهن جي پروف ريڊنگ ۾ غلطين کي دور ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪئي آهي، پر پوءِ بہ غلطين جو امڪان پنهنجي جاءِ تي موجود آهي. غلطيون جيڪي منهنجي نگاه کان رهجي ويون، انهن غلطين کي درست ڪرڻ لاءِ سيني دوستن کي گذارش آهي تہ غور سان مطالعو ڪن ۽ جيڪي بہ ڇُڪون ۽ غلطيون ڪين نظر اچن انهن جي نشاندهي ڪن تاڪِ انهن کي درست ڪيو وڃي.

مون هن رسالي جي ڪمپوزنگ پنهنجي هينڊ رائيٽنگ واري فونٽ سان ڪئي آهي جنهن ۾ مون اعرابن ۽ نشانين جي بيهڪ جي لحاظ کان موزونيت تي خصوصي توجہ ڏني آهي. پر مان سمجهان ٿو تہ ان ۾ بہ اوڻاين جي گنجائش موجود آهي جيڪا درست ڪري سگهجي ٿي. ان لاءِ بہ اوهان دوستن جي راءِ ۽ مشورن جي لاءِ مون کي انتظار رهندو. اگر ڪا غلطي نظر اچي اهو پيج ۽ لائين نمبر لکي اي ميل ڪندا تہ جيئن غلطيءَ کان رسالي کي پاڪ ڪري سگهجي.

هن رسالي جي مواد کي استعمال ڪرڻ ، ڇاپڻ، ورهائڻ
يا ڪنهن ريسرچ ورڪ وغيره ۾ استعمال ڪرڻ جي سيني
کي اجازت عام آهي. رڳو ايترو عرض آهي تہ رفرنس ۾ آءِ
ٽي اسڪالرس کي ياد ضرور ڪيو وڃي.

جنيد احمد فاروقي

٢٥ اپريل ٢٠٠٦

# فهرست

# حيات سرمست

حضرت سچل سرمست جنهن توحيد ۽ معرفت، عشق ۽ عرفان الاهي جا درياهه وهائي، اسانجي سنڌ کي روحانيت جي حقيقي نور سان منور ڪيو تنهن جو جنم ١١٥٢ هجري مطابق1739عيسوي رياست خيرپور جي حد اندر راڻي پور جي شهر جي اتر طرف هڪ ميل جي مفاصلي تي ڪبڙن ۽ ڪرڙن جي بستي درازا شريف ۾ ٿيو. سندس ڏاڏي جو نالو عبدالوهاب رکيو ويو پر سندس ننڍپڻ ۾ رست گوئي ڪري سچو (بيباڪ ۽ سچار) ۽ سچيڏنو (سچي مالڪ جي سوغات) سان سڏيو ويندو هو، جنهن نالي سان اڄ تائين مشهور آهي. قرآن شريف جي ڪنٺ ڪرڻ ڪري کيس حافظ عبدالوهاب جي نالي سان پڻ ياد ڪيو ويجي ٿو.

سچل سرمست نه رڳو قرآن شريف جو حافظ هو، هو قرآن شريف جي معني مان واقف به هو ان ڳالهه جو پتو هن شعر مان پوي ٿو:

من هم تفسير قرآن خوانده ايم

مغز قرآن را ازآن بر خوانده ايم

(مون قرآن جا سيئي تفسير پڙهيا آهن ۽ ان جو تات پرچ پروڙيو اٿم)

سچل سائين ستن زبانن جو شاعر هو، جهڙوڪ سنڌي، عربي، سرائڪي، هندي، پنجابي، اردو ۽ فارسي، جن ۾ ڪافي ڪلام چيو اٿس.

سچل سرمست جو چهرو نوراني، صاف ۽ سفيد رنگ جو هو، خط ۽ خال
دلڪش، اکيون آهو مثل مشعل جيان پرندڙ، وار ڊگها، جن مٿي جي
وچ تي چوٽو ڪري ٻڌي ڇڏيندو هو.

هي صداقت ۽ سچ جو پيڪر عرفان الاهي جي موج ماڻي تاريخ ١٤
رمضان ١٢٤٢ هجري 1718 عيسوي جي ابدي وصال ماڻيو.

هن سرتاج العشراء ۽ بزرگ هستيءَ جو عرس مبارڪ هر سال ماه رمضان
جي تاريخ ١٢، ١٣، ١٤، تي سندس ابدي آرامگاه ڳوٺ درازا شريف ۾
نهايت عقيدت سان ملهايو ويجي ٿو .

# وحدت نامو

اول ساراهه ڪر سبحان جي، مولىٰ جو ملڪن؛

مڙيائي محضوض ڪيا، ڏسو ڏيهه ڏٺين؛

ڪي ڪامل ڪُرسين تي چڙهي، وَه وَه وعظ ڪن؛

ڪي ڪاتب ڪتابن جا، سوين سبق ڏين؛

ڪي مسئلا مسائل ڪيون، ناميان نبيرن؛

ڪي پڙهيا پاڻ پروجهه سان، پڙهيون پڙهائن؛

ڪي وردن وظيفن ۾، شاغل روز رهن؛

ڏسيون وائسيون ورق ڪي، وريون ورائن؛

سِڪَ سچيءَ ڪَٿُون ڪونڪو، سبق سُور سِکن؛

اکر لِکن نہ دل تي، تا ڪاغَذَ ڪارا ڪن؛

مَسُ ڪاريءَ جان مَنَ کي، تا ڪاري ڪارو ڪن؛

مُدعا ٿئي جنهن ڳالهه ۾، تنهن ويجهو ڪِين وَڃَن؛

جو فرمودو واحدَ جو، تاڏي ڪَنُ نہ ڪن؛

”و فِيٓ اَنفُسِڪُم اَفَلاَ تُبصِرُون“، هِن ويسَهه نہ وسَهن؛

بين مَعنائن ۾، ڪاهَت ڪَيون ڪَهن؛

اِهو فِڪر فائِدو نہ ڪري، توڙئون کي تَن؛

فڪر ڪــن نہ فنا جو، تا بقا ڪي نہ پُڇَن؛
هي اُتي حيران ٿيا، اوڳا ۾ اکَرَن؛
معنيٰ تن جي طرح سان، هڪڙي ٻي چوَن؛
پڙهيو سمجهيو عِلمَ تي، عمل نہ آڻن؛
”مَن تَعلمَّ العلم للمُنَاظَرَة وَالمُڪَابَرَةُ“ اُهي منافق مرن؛
هيٺوُن مِٽيءَ جي پسِي، تا پاڻ ٿي لِڪائن؛
آهي آفتاب اَبَر ۾، پَرَ لائق ڪِين لهَن؛
مُنجهايو ماڻهن کي، ماضين مَذهبن؛
محڪم ماڻهن کي ڪيو، تن جي زنجيرن؛
هُون حديثن ڪِينَڪِي، نہ ۾ آيتن؛
ميِن تن کي ڪِين، تيو ملا تا مَين؛
سي سوگها سيئي ڪيا، نامراد نِيَرن؛
اکيا اکين وڏڙا، توڙوُن ٿي ڏَسُ تن؛
بِرهَ جي بَئبان کَئُون، پاسي اوءِ پوَن؛
سي پَسڻَ کوُن پري ٿيا، ڪين پسا پَسَن؛
محبت جي مهراڻ مَئُون، جي مُلا چاشَ چکَن؛
تہ ڪنز قدوري ڪافيا، لهرن ۾ لوڙهن؛

ڪن سلام صرف کي، هوند نَحو نہ نهارن؛
پرکَ لاءِ تنهن ڳالهہ جي، باس نتا باسن؛
اُهي رهيا اِتهين، مَتي ڪِين چڙهن؛
ڪيئِي آهن قالَ ۾، باتيون بَس نہ ڪن؛
ڪي وڃي رسيا حالَ کي، ڪي بيٺا پاڏائن؛
ڪي لَنگهي هليا حال کَؤن، نڪِي قال ڪهَن؛
ڪي دنيا جي طلبَ ۾، هنيا حرص حَچن؛
"طالِبَ الدُّنيا مُونث"، محبت ناهي تَن؛
ڪي ڪوڏيا عقبيٰ جا تيا، هنيا لئہ حورن؛
"طالِبُ العُقبيٰ مُخنث"، مڙس سي نہ چئجن؛
عاشق جي الله جا، سي سائين سيبائن؛
"لاَ مَوجُودَ اِلاَّ الله"، حاضر ڪيون وتن؛
"طالِبُ المولیٰ مُذَڪر"، هن رسايا رمزن؛
ٻئي جهان ڦتا ڪيو، تا تئي جهان وجن؛
اَصلئون ئِي اختيار ڪيو، فقر فقيرن؛
"اَلفَقرُ خَزِينَۃٌ مِن خَزائِنِ اللهِ"، بعض کي بخشن؛
"اَلفَقيرُ لاَ يَحتاجُ اِلَىٰ الله"، پيون ڏنائون پن؛

”اَلفَقرُفَخرِیٰ ولفقرمِنِیٰ“، اِئين اُتو عجيبن؛
وَتَن ويڳاڻا وِرهه ۾، نيٽين نِندَ نه کَن؛
راتو ڏينهان روحَ ۾، چَپي نه کو چورن؛
”مَن عَرَفَ رَبه کَلَّ لِسانهٗ“، پَڌِي زبان اُنهَن؛
نَشي تن کي ”نانهه“ ڪيو، مورئون ”مان“ نه چَوَن؛
”قُل کُلُّ مِن عِندِاللّٰهِ“، اِهو ڪيائون کَن؛
”وَالقَدر خَيرهُ وَشرَه مِنَ اللّٰهِ تَعَاليٰ“، سڀ اوڏانهون چاڻن؛
موليٰ جي محبتَ ۾، کِيا ٿيا وَتَن؛
سُڌَا سَيَئِي سوز جا، پنينءَ راتِ پَرن؛
آديسي اَرمانَ ۾، گهوماتيا گُهمن؛
کِين رئَڙَ کَئُون اُن جيون، اکيون اوکارن؛
”هرآن سِرِیٰ که با محبوب دارند،
خبرنبود کراماً کاتبين را“، سِر اهو سانين؛
هَيهات هَيهاتَ، اِها عادت اُداسن؛
پنهنجيءَ پَر ۾ پاڻَ کي، ٿا پَرتَئون پَچائِن؛
نِهائِينءَ کَئُون نينهڙو سکيو ساميڙن؛
مَچ مَچايو مَنَ ۾، پاڻ نه پَهر وجهن؛

عاشق مَتَوُن آگي جي، اولارا ڏين؛
طالب جي ئِي حَق جا، طَلَب نہ پِئي چِڏِن؛
عينان سندين اوجاريون، اچن اوجاڳن؛
اتئي پَهرَ عجيبَ کي، ڪَنڌ اونڌي اورن؛
ڪا ساعت هَڏِ نہ سنرا، اُنهين ري آهِن؛
ظاهِر سي ئي زبان سان، پيو تا ڪين ڪَهَن؛
مامن سان ماڻهن کي، سالڪ سمجهائن؛
صُمُّ بُکمٌ سڪوت ۾، اڳيون پئي عامن؛
”عَينُها باڪيةٌ و قَلوبُها ذاڪِرٌ“، اهوذڪر چوَن؛
”عَينُهَا تَنَامُ وَلاَ تَنَام قُلوبُهَا“ دل طرف دوسَن؛
آئي آڏو عامَ جي، اگهين ڪانہ ڪَهَن؛
”اِنَّ اَولِيائِي تَحتَ قَبَائِي“، لائق لعل لِڪن؛
”الصَّبرُ مفتَاحُ الفَرَح“، صبر صابرن؛
بعضي موحد وحدتي، اهڙا پِيِي آهن؛
مست ڪئين منصور جان، سوريءَ سِرُ سَتِن؛
محبت ۾ مخمور ٿيا، ڪامل ڪوڏَ ڪُسَن؛
ڪُرڪَن ڪِنجهن ڪِينڪِي، چڙ پار وِهانءَ وَڃَن؛

رتَ منجهارُون پانهنجي، وضو وِير ڪَرن؛

اِيءَ نماز عشق جِي، تهؤن پوءِ پڙهن؛

جي محبت وِڏا مامري، سي ڪيئن مُڙس مُڙن؛

سوريءَ اُتي صابري، ڪيون چيچ چڙهن؛

تَحتون تريءَ تي رکيون، صادق سِرُ ڏِين؛

ڪن سِرُ صدِقي دوست تَئُون، ٻيا پھ ڪين پُڇن؛

نِينهن نهوڙيا نڪِٽيان، جنهن پَر ڪاپڙين؛

هِٽي درد دهيون ڪيا، سندي سپيرين؛

ڪڏهن اچا ڪپڙا ڀار نہ ڪنهن ڏڪن؛

منهن ميرا مَتي ٽيرا، اهڙيون طرحان تن؛

ڪائي تن جي ڪانہ ڪا، جُڙي لِيڙ لِڱن؛

مٽين پيرين برهنہ، ايڏا سور سَهَن؛

پرٽيو پروانن جان، ڪاهيو تِتِ پَوَن؛

يَنيڙ باھ عشقَ جي، سپوَرن سَڙَن؛

ڪامِي لَهسي لُوسجي، لائق لعل ٽين؛

آوڙي عام نہ اُن ڪي، جي سينڌائِي سچٽن؛

اَچو پَون آڙاهَ ۾، سِرَ جو سانگ نہ ڪن؛

ڊِچو ڪنھن جِس جھوپڙا، آڌا ڪين اڏن؛
اوڏَنھن وٽ متان پَوي، گنگھرِ اِي گھارن؛
ري پِريان تن ڪين پيون، ڳالھيون ڪَس لڳن؛
ڏايا ڦٽ فراقَ جا، تن جي چِت چاڪن؛
ورھ وڍي وايوڙ ڪيا، رويو رت رئن؛
”مُوتُوا قَبلَ اَن تَمُوتُو“، ائين مَن مارِن؛
اُھي مَرَڻ کَئُون اڳي مُئا، ”مان“ کي ڪين مَڃن؛
دشمن دوستَ ھڪ ڪيون، گودڙيا گڏجن؛
ان جي اَکين آگم سِتيا، بوندان بس نہ ڪن؛
سِرُ ڏيو سَنوپرا، وَتِي ورھ وَٺن؛
”تَرڪُ الدُّنيا سُنة طَلَبُ المَولىٰ فرُضُ“ ھو دِل ڌَرنِ؛
سويون چڏيون سُکَڙا، گوندَرَ گذارن؛
جوڳي جانبَ ڪاڻ ٿيا، مثل مَستانن؛
اَبتر ڪيائون پاڻ کي، پَسَڻَ لئہ پِرين؛
ھاءِ وِچايو حالڙو، ويتر ويچارن؛
ھو ”مشتاق علىٰ لقاءِاللّٰه“، ائين محفوظ رھن؛
ڪي فنا فراق ڪيا، ڪي مليا محبوبن؛

آهِ لقاءُ لطيفَ جو، عيدون عاشقن؛
محبت جي مڪان ڪَئُون، لاهوتي لنگهن؛
واديءَ ۾ وحدتَ جي، دانهه پير ڏَرِن؛
”تون- مان“ وجي وچ مَئُون، تہ ڪِي پاڻ پَسَن؛
شڪ يقين اُتي ويو، برابر چوَن؛
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت نہ ڪن؛
عابد ۽ معبود سو، هڪ نگاهہ پَسَن؛
پاڻ پڙهِي پاڻ بِهي، پاڻ ئي سجدو ڪن؛
”پاڻ“ مڙيوئي ”پاڻ“ ٿيو، نِوڙي نِوڙَت ڪَن؛
پاڻ اُتي پاڻ ويهي، پاڻ رموز رکن؛
پُرجهہ مِڙيوئي ”پاڻ“ ٿيو، غير نہ پَسائن؛
ڪافر مومن هڪ ٿيو، پلا ٿا پائن؛
سوئي فَلَڪ سوئِي مَلَڪ، سوئي آدمن؛
سوئي اَحمد سوئِي علي، سوئِي هڪ سَمجهن؛
نانوَ، ڪَنن اَکِين جا، وچون ئِي وجَن؛
بازيون بازيگر ڏِسي، اِنهيءَ پَتِ پُلَن؛
تان اکيون، ڪَن، زبان سي، پوليون ٿيون پولن؛

اسين آهيون آدمي، بيحد مون بشرن؛

نا تہ مِڙيوئي پاڻ ٿيو، سميع بصير ڏسن؛

عين عليم ڪليم ٿيو، قادر قدرتن؛

هي مڙيون ئي وصفان، اندر آدمن؛

هي مِڙيوئي حق ٿيو، ٻيا باقي چا بچن؛

وصفن اُنهن ساڻ، اصل آدمي سڏن؛

هِتہ آدمَ مَئُون الله ٿيو، ٻيا سيے شڪ پَچن؛

اصل الله مَئُون آدمي، ثابتہ صورتن؛

مورَتہ صورتہَ هڪ ٿئي، ڏسج دل نيٽن؛

سوئي ڏسڻ وارو، سو منظور مَچن؛

خالي ڪانہ جاءِ ٿي، بنا محبوبن؛

سيے ڪنهن هنڌين سپرين، چا جِي جاءِ خسن؛

ڪاٿئين پٽرٽيون پَٽہ جون، ڪاٿئين دلقا ڪن؛

ڪاٿئين جاما زر جا، ڪاٿئين پشمينا پَهرن؛

ڪاٿئين سَناسِن ۾، ڪاٿئين منجھ مُلن؛

ڪاٿئين معرڪن ۾، ڪاٿئين منجھ ڪُندن؛

ڪاٿئين مَسيتن ۾، ڪاٿئين ۾ دائرن؛

ڪاٿئين رهن تقوىٰ ۾، ڪاٿئين ۾ ناچن؛
ڪاٿئين تماشن ۾، ڪاٿئين ۾ سيرن؛
”خَلَقَ الاَشيَاءَ فَهُوَعَينُهَا“، منجھ عربيءَ ائين چون؛
پاڻ چوندڙ، پاڻ ٻڌندڙ، پاڻ ئي ۾ ٻولن؛
سمونڊ سرگردان ٿيو، پيو ۾ عَجَبن؛
”آءُ اصل پاڻي آهيان، ڪئين سمنڊ سڏن؛
نانوَ متم ناحق جا، رکيا الاجي ڪَن“!
جي رسيا وچي وصالَ کي، سي چؤرنگ يار پَسَن؛
اول ڪفر پوءِ مَچَڻ، پوءِ تان مَنجھ ڪُفرن؛
پر ڪفر مسلماني هڪ ٿِي، مڙِيوئي مَچن؛
نفيءَ مَئُون اثبات ٿيو، ٻيا سيے ”لا“ ٿين؛
مرشد ڪامل هادي منهنجو، دائم درازن؛
عارف عبدالحق آهي، صوفي صاف سَيَن؛
هُئي شالَ چراغ سو، روز شبان روشن؛
عارف جي اولاد کي، دعا سيے ڪَرِن؛
حيرت ۾ هميشه سي، غازي سيے هُئن؛
عشق منجھ الوت هُئَن، سيئي صاحبن؛

تا گھٽين طرحين نِوڙا، مَتي ”نانھ“ رکن؛

ڏيو روشن تن جو، تائين قيامتن؛

اُجرائي آفتاب کان، هادي شال هُئن؛

اَظهر هُئن دارَين ۾، برڪت پنجتنن؛

هوئن خليفا غوث جا، سي روشن ڪانئن هُئن؛

قائم مَسند تن جي، حُرمت خير سندن؛

”سچو“ سگ انھن جو، سندن دروازن؛

ڪَلمو چئو نبيءَ تي، تا چتو ڪان چِين.



# وحـــدت

## داستان پهريون

١

اَول پيري پَڄُ، جي بَندَ خيالاتَ جا؛
تَنـــهِنَ پڄاڻا وَڄُ، حَلّاجِي حيرتَ ۾.

٢

هِيءَ نـہ واٽَ هـُئاءِ جي، آهـي نـڪا تَقلِيدَ؛
تَحقيقاً تــوحـيـدَ، آهـي راهَ رسُــولَ جِــي.

٣

هِـڪُ سَفَرساعَتَ، ٻيو سَفر سالَ جو؛
پهريون تا راحتَ، پويون تا پوءِ رَهـيو.

٤

جي تـو ادبَ آهـ، تا ٻَنـدَاڻَن ٻَڌِي وَڌين؛
ڪَلَ نـہَ پِيَڙءِ ڪـاءِ، اُصولِي اِســرار جي.

٥

پُٺيءَ جَڄَ نـہ جُلُ، مَنجهه تَماشي نـہ پَوين؛
گهوٽُ ڪـري تون پاڻَ کي، ڪـَر هَـنگامان هُلُ؛
پولِ نـہَ ٻئي ڪـَنهِن ڀُلُ، وَٺِج حالُ حَلاجَ جو.

٦

پُنيءَ جَڃَ نَہ چُل، تون ڪَر پاڻ کي گھوٽُ؛
مَردَ نہ هِتَئُون موٽُ، پنيءَ لائي ڇيڙي.

٧

جَڏهن وِهين فڪر ۾، خاصو ڪري خيال؛
تَڏهن فراق وارا فِي الحالُ، بَندَ ٻَڌندءِ وچَ ۾.

٨

حُڪم هَلي ٿو جَنهِن سان، سو ڪر پيدا پاڻُ؛
صورت سا سڃاڻُ، مُنهن ڪَري مورَتَ کي.

٩

”تون“ هي سان ”تون“ لَيين، ”مان“ لَيان ”تو“ سان؛
”تون“، ”هي“، ”آءُ“ سَيهِين، ”لا“ ۾ موجودات ٿي.

١٠

جي تو ڄاتو ”پاڻُ“، تہ ”آءُ“ ٻيو ڪو آهيان؛
ڪَندُءِ غرقُ گُمان، ڳَهلا انهيءَ ڳالهہ ۾.

١١

اَدبُ اَتئي اوتي، اوتِ تہ اِڳاهون ٿِئين؛
مارنغاري چوٽَ، عاشِقَ ”اَنَاالحق“ جِي.

١٢

جي فِڪر ڪَئُون فارغ ٿيا، ٿيا دنيا کان دور؛
هوندا سي حضور، آءُ ڳرهيون ڳالهڙيون.

١٣

بيرنگيءَ مَئُون رنگ ُ، پَسو جو پيدا ٿئو؛
ظاهِرَ ۾ پئو زَنگ ُ، موسىٰ ۽ فرعونَ جو.

١۴

تون جا پائين مَوجَ، سا مِڙيائي مِهراڻ تي؛
هِي اُنهن جا اوجَ، جَن سنبَتِ سوريءَ پار ڏي.

١۵

دِين ڪُفر دِل دام، ڏِجِ مڙيوئِي موج ۾؛
تنهن کان پوءِ حُڪامُ، هَر ڪنهن هَنڌ تنهنجو هَلي.

١٦

جاڏي ڪياڙي، سجدو تاڏي نه ٿئي؛
جاڏي مُهاڙِي، سجدو تِتِ صحيح ٿيو.

١٧

ظاهر ڪَڪَرُ آڻ ءِ، مِينهُن توئِي باطن ۾؛
پاڻُ اُهوئي ياڻ ءِ، جنهن وَسي سان وَسَ ٿئي.

١٨

سوزُ گُدازُ ءِ غَمُ، مِڙيوئي معافِي ٿيو؛
ماردَمامين دَمُ، عاشِقَ ”اناالحقَ“ جو.

١٩

جي ادب کان نِڪِتا، سي ئي ٿيا اللهُ؛
هُن وڃايو راهُ، هو هاجي ۾ هڃِي وِيا.

٢٠

تون تاڪا تي آنءِ، پاڻُ اَول لَهُ پانهنجو؛
جيلَهان ٻِئي نانءِ، پَئين تيلهان تفاوَتَ ۾.

٢١

ڄاڻُ نـ تَفاوتُ، عبد ۽ اللّهَ جو؛
هو آهي اَمرُتَ، هِي ٻِي ڏُور نـ اُن ڪَئُون.

٢٢

اللّهُ ڄاڻُ نـ هن ڪي، هِي مِڙيوئي حَقُ؛
ناهي شبهو شَڪُ، جو مَعلوم ٿيو مرشِدَ ڪَئُون.

٢٣

معلوم ٿِي مرشدَ ڪَئُون، ٻي جا ڳُجهِي ڳالھ؛
هِن جِي چاهِ مجالَ، ”هو“ لَيي ”هن“ سين.

٢٤

هِي تان مور نـ وَيٽو، ڇئو وجي ڪاڏي؟
”هوُ“ ”هِي“، هِڪُ ڪري، مورڪ ڇَڏِ ماڏي.

٢٥

جهڙو ڀائيندين، ”پاڻ“ پَنهنجو پاڻهين؛
تِهڙو ٿِي ٿِيندين، هُتَ ٻِي ساڻ يقين جي.

٢٦

جيڪي آهي هِتِ، هُتَ ٻي اُهو ئِي اتَئِي؛
ٻَج اُهائي ٻِتِ، تان تون اهو ئي رَهين.

٢٧

جِهڙو آهين تِهڙوهوندين، فانِي ٿيندين ڇا؟
سُڏ پنهنجي سِر جي، ڪامِلَ پيَڙءِ ڪا؛
ڳالهہ نہ سمجهيئي سَا، آوازي "اَنَاالحَقَ" جِي.

## ڪافي

### ١

ٻيو ڪو چاڻڻ مَحض گناه،
هر ڪَنهِن صورت آپ الله.

ڪِتي گَدا گدائِي والا، ڪِتي شهنشاه.
دونهان ڏيکے متان ڪو ڀولي، اولي اَبر ماه.
"وَنَفَخۡتُ فِيهِ مِن رُوحِيۡ" آهي، سَهِي ڪر ساه.
"خَلَق الاَشيَاءَ وَهُوَ عَينُها"، اِهو قول گواه.
صورت منجهه "سچوءَ" جي، ڀولي پاڻ ئي بيپرواه.

## ڪافي

٢

عاشق ڏِسڻ ۾ آيو، محبوب گل سَناسِي؛
عبرت عجب عجائب، اسرار رنگ عباسِي.

برهي جِي اڪ ببيني، ڪائي مثال چيني؛
توڙي رنگون رنگيني، چينيءَ جي مَٽ نہ ڪاسي.
گِل آب جاءِ جاتي، محبوب راز تاتي؛
عاشِق ڏِسڻ ڪَئُون ڪاتي، رَهندو پتنگ پياسي.
"صورتَ" ۾ جاءِ "دَمَ" جِي، "دَمَ" ريءَ نہ "صورتِ" ڪمَ جِي؛
دَمَ ۾ جا لذت غَمَ جي، وہ واہ ڳالھ خاصِي.
ابليس جِي وڏائِي، هَر سانس تي سوائي؛
جِيوَڻ تہ دَم پلائِي، نہ تہ تحت نَحس ناسِي.
ثابت "سچل" سچاري، يارن جي ياد ياري؛
وحدت جنِين وساري، تَنِ تَنَ مِتي اَٿاسِي.

## ڪافي

٣

هُتِ تان ڪير هُياسِ، ميان وو!
هِتِ تي ڪير آيس، نہ ڄاڻان!

نانءُ ٻِئو هُتِ هو منهنجو، هِتِ ٻِئي نانءَ ٿِياس.
اڇڻ نہ هو هِتِ منهنجو، پَرکَنهِن تا خواهش ڪَنياس.
هُتِ هُيَس معشوقيءَ ۾، هِتِ عاشِق ٿي آياس.
هيءَ هَي هُئي هُتِ ڪا نَڪا، هِتِ مَنجھ پروڙ پياس.
”سچو“ سارو، وو، سَچ ٿيو، وچَون ”آءُ“ وياس.

## ڪافي

۴

ميلو ٿيندئي، ميلو ٿيندئي، نينهڙو لايو،
جُڙيا جانِي، مون سان ميلو ٿيندئي!

”وهُومَعَڪُم“ چيو وصالون، وري سو وره وسايو.
”وَنَحۡنُ اَقۡرَبُ“ پاڻ اُتيوئي، موتِي تا برهُ بَچايو.
”اسين تو سان، تون اسان سان“، پاڻ پِرين فَرمايو.
زلفان ڪوليوَ خيال اسان جي، ڏاڍو ڪـو ستم سَهايو.
ڪـري اُمـارو اڳيون اسان جي، تيرن ساڻ تَپايو.
رانـد روئڻ جِي سِڪِئين ”سچو“ ري، ڏاڍو ڪـو پور پِرايو.

## ڪافي

### ٥

آءٌ تا پِيَڙس اُتي، جِتِ جاءِ ادب جِي ناهي.

نادانن ناداني آهي، بيهڻ اُتي بُتي؛
وحدت جو پيو باز جتي، مُئو مرغ اَدب جو اُتي؛
وهم خيال وڃايا غيري، خيال هڪڙي ڪُتي؛
سر ڪٽايو، سو ڪيئن موٽي، ويڙو جو شرط اُتي؛
”سچو“ سَچ آهي اِهوئي، وسرئي نہ پَنج سُتي.

## ڪافي

### ٦

نانءُ اِهوئِي، اِهوئي نانونَ وَارو، صورتَ مورتَ سائي وو.
اِسم خاني وِچؤُن اِسما، اِهو ڏَسُ هادِيءَ جو جانِي، وو.

آهِ تَعجب اِهو جو، ڪَر لوڪان ذاتِي لِڪائِي، وو.
گاهي طاعَت گاهي عبادت، سَجدو سَهو سَهائِي، وو.
ٻئي پارون تان ڏئي ڏيڪاري، اوڙَڪ خَلق مُنجهائِي، وو.
”سچو“ سهي ڪَئي اِها سيائِي، جا بازِي يار بنائِي، وو

.

## ڪافي

٧

آءُ، ادا سالڪَ، سمِجهي ڪر تون طلسمات کي؛
پَيُ دوئِي تا ڪل پويئي، دور ڪر درجات کي.

سِر اهو سارو سٽائج، ڪَن نہ ڏي ڪرامات کي؛
ظاهر ٿئين تان ”ذات“ مون، پر سمجھ تون ”صفات“ کي.

غازي نہ پائنئج غير تون، هن محض موجودات کي؛
سِرسَتِج هن سِر ۾، ڏي منهن نہ ٻِي مصلحات کي.

بي اعتباريءَ سان ڪرين، هَرهَر نفي اثبات کي؛
اثبات ڪَئُون اڳنان لنگهي، ڪَر تَم تون طاعات کي.

تون ڪيئن وٺِي ويهي رهين، هَي هاءِ حڪايات کي؛
ڳالهين مَنجَهئُون تان ڪِين ٿئي، پَي اوٺ عزيٰ لات کي.

”سچو“ روئين چو هيترو، بس ڪر هن برساتَ کي؛
تَصديعَ تون چو ٿو ڏئين، محبوب جي محلات کي.

# ڪافي

٨

ڳالِھ سَھِي ڪَيَم ساري، ٻَڙي جيڏيون، يارَ جي، وو؛
پلو جيڏيون، ھوءِ... ھوءِ... ھوءِ! ...

جي مون وسھَو جيڏيون، آءُ اھو آھيان آري.
پوءِ پَروڙُڻ پانھنجي، لاتِي خَلقَ خواري.
پاڻِ ڪري تو پاڻَ ڪي، يارُ زور آور زاري.
”سچو“ ري سِر پانھنجي، بِرهُ ڪَيائُون باري.

## ڪافي

٩

هو سو سَڄَڻ مُون ساڻُ،
جنهن جي ڪارڻ مُون تي پوتيون پتايون!

”وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَ مَا كُنتُمْ“، آهي سَندس اُهڃاڻ؛
جنهن جي ڪارَڻ، مون تي فالون وِجهايون!
سَدا مون وٽ سپرين، مُحب ناهي مِهماڻ؛
جنهن جي ڪارَڻ، مون تي واتون پُڇايون!
اَهڙيءَ اوڏائِيءَ ۾، ڪونہ پَيو مون ڄاڻُ؛
جنهن جي ڪارَڻ، مون تي راتيون لَنگهايون!
هيڏي هوڏي تي ڏنُم، ڪِينَ پَروڙيم پاڻُ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون تي وِرهون وَسَايون!
پري پُڇُ نہ پنڌڙا، ”سچو“ تون پاڻ سُڃاڻ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون تي ميڙيون سَنباهيون!

## ڪافي

۱۰

هيڏي هوڏي نہ نِهارِ،
تُنهنجي ويڙهي سو تہ يار وسي ٿو!

ساڻُ سدا آهي تان تنهنجي، پِرين نہَ آهي ٻي پارِ.
قولهي لَهج، پاڻَ مَئُون، چو ٿو وَجين وٿڪارِ.
”وَفِيٓ اَنفُسِڪُم اَفَلاَ تُبصِرون“، وِيجهو ڪِيمَ وسار.
پِريُن نہ پُڇِج پَنڌڙا، تُون ”سچو“ پاڻُ سَنيارِ.

## ڪافي

١١

اُهو ويو هاڻي ڪاڏي، جنهن ”سچُو“ سو نانءُ سَڏايو!

مُڪڙيءَ مَنجهؤن، نِي وي ميان، تيو گُل پيدا، وي ميان،
مُنهُن ڪري بِيٺو ماڏي.
سُڌ نـ پَئِي، نِي وي ميان، طَرفَ اُنهي جي، وي ميان،
جان جُٿو ويو جاڏي.
اهو هلي تو، نِي وي ميان، اهو چلي تو، وي ميان،
گوشو ڪيو وڃي ڪاڏي!
ڏيهُ ڏاڏاڻو، نِي وي ميان، اڳُ ڏنوسي، وي ميان،
پَلَتَ ڪَئي پَڙاڏي!
نانءُ ”سچوءَ“ جو، نِي وي ميان، ويو اوڏاهين، وي ميان،
طَلَبِ ويئِي پي تاڏي.

## ڪافي

١٢

ڀولِ نَہ ڀئي ڪَنهِن ڀُلَ،
تون تہ آدَم ناهيين.

لِکو تو لاتِيُون ڪَرين، جيئن باغَ اَندَر بُلبُلَ.
مَلڪن تي سجدا ڪيا، واه مِٺي تنهنجو مُلَ!
ڪير ٿَيائي، ڪير ڪُڏائي، شاهه بنا دُلدُلَ.
اَحد مَنجهارَؤن عَبد سڏايءِ، هُئين تا پاڻَ اصلَ.
"سَچَل" چَوي سَچُ تي آئين، ڪونهي تنهنجو تُلَ.

## ڪافي

### ١٣

آهيان آءٌ اِسرارُ،
جيڏيون مون کي ڪير پانيو تيون!

ڪَنُ نـ ڏيان ڪيچَ ڏي، پَنيورؤن بيزارُ.
چَڏي بادشاهِي پانهِنجي، ڪِيَڙُمِ هِتِ شِڪار.
آيُسِ هِنَ عالَمِ ۾، باري چاڙهي بارُ.
آٽيو صِدقَ يقين سان، اديون ڙي اعتبارُ.
نوري ناري ناهيان، آهيان ربُ جبارُ.
مُرشِدَ ٻانهو نـ چَيو، تون ”سچو“ آهين سَردارُ.

## ڪافي

۱۴

پَنهِنجي ذاتِ لِڪائي، ڪِيئن ٻِي ذاتِ سَڏايان!

ظاهِر ڪَريان ذاتِ ڪي، تا هي ٻُتَ پَڇايان.
منَصُوريءَ جي مَوجَ ۾، تو "اَناالحَقُ" اَلاَيان.
واديءَ ۾ وَحدتَ جي، گهوري سِرُ گهُمايان.
"اعلىٰ اَعظم شانَ" جِي نوبَتَ نِينهَن وَڄايان.
ظاهِرُ باطِن هِڪڙو، آءٌ تا حُڪم هَلايان.
"سچو" سارو سَچُ ٿِيو، حِڪمت هيءَ چَلايان.

## ڪافي

۱۵

اوهِين سَيئِي چونَ چاڻو،
نانءُ مَتِمِ آهي ڪهڙو!

اِسم اصلَ ڪَئُون وِرهَ وَڌايو، صورتَ هيءَ سُڃاڻو.
پاڻِيءَ منجَهون پارو ٿيو پيدا، واهُ عجب ڪوئي واڻو.
شاهُ جهانِ جو پانهو ٿِي، ڪَرَ وائيءَ هِنَ وِڪاڻو.
ڏِسِي تماشو اِهو سو سارو، وَتي تان پاڻَ ويڳاڻو.
نانءَ وارو، سُڻو ري سَرتيون، ٿيو هِتِ ڪِيئَن نِماڻو؛
مَستيءَ واري ساڪَ نَ سلجي، ”سَچُو“ تون ٿِيءُ سِياڻو.

## ڪافي

### ١٦

آهي بي نام و نشان،
سِر اِنهيءَ جو ناهي امڪان.

طرحِين طَرح پوشاڪون پهريئين، ڪُلَّ يَوم هُوَ فِیٖ شَان.
ظاهر ذاتِ صفات سهي ڪَر، سِري سِرهٗ الانسان.
منصوري آهي راهُ اِهو ئِي، جوشَ تنهين ۾ آ جولان.
غَرض گداگر يارَ اچي تو، نا تہ "سَچُو" سارو ئي سلطان.

## ڪافي

### ١٧

پاڻَ پِرين اُهو آهي،
متان پينر پولو پانيو.

جَنهن تي آهي تَنهن تي آهي، نانءُ بِئي تي ناهي.
پاڻُ پنهنجو سَهِي ڪَيو سين، ڪيچ وَجُون ڪِيئن ڪاهي؟
هِيئن تَنهن جو اوهِين نہ چاڻو، چَوُ تَڏهِن بِئو ڇا هي؟
"سَچو" سارِي صورت اُهائِي، لوڏا لَڪَن جا لاهي.

## ڪافي

### ١٨

تاڏي مُنهُن نہ پِيو ڙي مُنهنجو،
جاڏي لوڪُ لَڙي تو.

جيڪو هُئَڙُس جيڏيون، ساڳو آءٌ تيو.
پاڻَ ئِي پُنهلُ آهيان، چاٽو ڪونہَ پِيو.
ظاهِرُ مُنهنجي ذاتِ ڪي، ڪيچن پاڻَ ڪِيو.
”سچو“ سارو سَچُ تيو، وِچوُن وِرهُ وِيو.

## ڪافي

### ١٩

اُتي پيو وَجي خيال منهنجو، جِتي دَمَ قَدمَ جي جاءِ نہ آءِ.

لامَڪانَ مَئُون لَهر لڙهِي، جَنهن مَتي سَبِ هوءِ هاءِ.
وحدتَ جي درياءَ مَنجهارؤن، تون پِي وجين موجَ مَناءِ.
بِرهَ توتي بادَلُ آندو، ”اَ نَاالحق“ جِي هڪَل سڻاءِ.
قَطرو پاڻُ نہ پانئِج عاشِقَ، سارولِي تون بَحر سَڏاءِ.
بَئي جهان هِڪو ڪَرچاڻين، جلوَو تنهنجو جاءِ بجاءِ.
”سچو“ آهِين سِرُ سُبحانِي، ظاهِر جو تون نانءُ وِجاءِ

## ڪافي .

## ٢٠

پاڻ ڪي يارُ نَہ ڄاتوم، پينر پُلِي آهيان.

ٻُڌيَس ٻِيائِيءَ ۾، جو پاڻ نَہ سُڃاتوم.
موڳائِيءَ جي مونجهَ ۾، تي ورهُ وسايوم.
اَتَڻُ ويهَڻ پانهنجو، هِي پينَر تي پانيوم.
خاص مُناري خاڪ جي، سوسرتيُون سمايوم.
ڏِسَڻ ٻُڌڻ هِڪڙو، هي ڪاڏنهُن الايوم.
"يَنطِقُ" واريءَ رمزَ ۾، هِي سِرُ سَلايوم.
نالو آدَمَ جو رکي، هِن حيرت هلايوم.
نانءُ مَنجَهؤن نانهِ تِي، هِتِ "سچو" تي آيوم.

## ڪافي

۲۱

ڪَجو اوهين ويساه،
سَرتيون، مُنهنجي ڳالهه سچيءَ تي!

آيو ڪنهِن تا ڳالهه ڪَئُون، شهود ۾ شاه.
لَذم هِهڙو هوتَ جو، ريجهائي مون راه.
جوئي هدايت ۾، سوئِي آهي گُمراهُ.
اَحد اَحمد هِڪڙو، آهي پاڻَ الله.
ساڳيون اَتوَ پاڻ سو، چئو جو اَرواح.
”سچو“ سچيءَ ڳالهه ۾، ڪَهڙو ڪَيَم گُناه؟

## ڪافي

٢٢

سڀ ڪنهن ويڙهي تون وسين، ڪونڌ آهي پيو تو ري!

چاٽي هِيئن چاتوم، توکي سانوَل سڃاتوم،
هر جا آهين تون حاطي.
هَر جا حاضر "تون"، موتي ڪهڙي آهي "مُون"،
هادِي کَڻُ حِجاب کي.
ڪاتئين قاضِي ٿئين، ويهِي ناحق فتوىٰ ڏئين،
سوريءَ تي منصور جي.
موتِي ٿئين منصور، ڪَيئي مُلَن جو مذڪور،
شاهد ٿي بيهين، شَرَع تي.
"اَناالحَق" آواز هِي، تا سارو تنهنجو راز،
ظاهِرڪَيُئي بيهي زمين تي.
سرمد تي اَسرارَ، ڪَيءِ عالم تي اِظهار،
وري وڌُءِ شور شهرَ کي.
هي سَيُ ڪَم سنداءِ، آهن جاني جاءِ بجاءِ،

جيڪي ڪرين تون سو تي.
حاضر ناظر تون، باطن ظاهِر تون،
تُنهنجو هُل هَنگام هي.
اُيريو آفتابُ، جهَليو تارَن هَڏِ نَ تابُ،
گوشا ويا تِي گُم سي.
”سچو“ يَجُ گُمانُ، تي حيرتَ ۾ حيرانُ،
جو مولا مَئُو پانهون تي.

## ڪافي

٢٣

اَحوال عشق لائي،
”سِرُسِره“ بُلائي.

سِسِي شيخ عطار جِي، تو چوٽئين چَلائي.
ڏٺُوَ تماشو تيغَ جو، ڪُوپَن ڪَنڌ ڪَپائي.
دينَ ڪُفرَ مَٿُون نِڪري، تو ”اَنالْحَق“ اَلائي.
واديءَ ۾ وحدتَ جي، ڪوڙيين سِرَ گَنوائي.
”سچوءَ“ ڪي تنهِن صِفَتَ ۾، سائين مانَ سڏائي!

## ڪافي

### ٢٤

رانجھو چاڪَ تي آيو،
نہ ڄاڻان ڪھڙيءَ ڳالِھ ڪَئُون.

پَڏر وِجھِي پاڻ کي، لالَن پاڻ لِڪايو.
بَنگُلي ۾ آدمَ جي، ساڄَنُ پاڻ سَمايو.
سوئِي چَوندڙ، سوئِي ٻڌندڙ، ڪيائِين ڪونَ ڪِنايو.
”مَاراءِيتُ شيَئا اِلا وارايتُ اللهَ فِيهِ“ فائِق اِئين فرمايو.
”لَوڪَفاالغِطَاءِ مَازتَّ يَقِينا“، حيدر هِي رنگُ لايو.
مَاٺھوءَ جي مَظھَر ۾، آٺي سو نِينھنَ نِوايو.
”سچوءَ“ جي صِفَت ۾، الله اِئين الايو.

# ڪافي

## ٢٥

نانوَن حَق ڇپايو، پلو جيڏيون، وو...هوءِ، هوءِ، هوءِ!

هِنيَڙي ڪي حيرتَ، يار وي، آهي اُهائِي.
لَهرن بحرُ لِڪايو.
هِنيَڙي سان لائين، يار وي، رمز اِهائي.
هاديءَ هِيئن سمجهايو.
جان جسم جِي، يار وي، ڏيئي ڏيڪاري.
لِڪ لِڪوتي تي آيو.
رنگَ بيرنگَ ۾، يار وي، طرحين طرحين.
يار ”سچوءَ“ رنگ لايو.

## داستان پيو

١

اَول گُمراهي، آهي رباني راه ۾؛
تِنهان پوءِ هَمراهِي، آهي هيءَ هدايت جِي.

٢

جي اول هِدايَتَ، تَحقِيقاً چاڻيج تون؛
زياده ضَلالتَ، آهي اُنهينءَ وچَ ۾.

٣

قَدرُ هِدايتَ جو، آهي ۾ ضَلالتَ؛
جي ضَلالت نہ هُئِي، تا ڪاٿي هِدايت؟

٤

جي تو نہ تَجريدَ، تا آئين نہَ تَفريدَ ۾؛
ڪاٿي ٿِي توحيدَ، ڪَاٿي بيهَڻ تانهِنجو!

٥

جِتي ماڻُهن ميڙ آهِ، آءُ تِتي ناهيان؛
سِسِي سَنباهِيان، پُٺِيءَ شاهَ حلاجَ جي.

٦

جي مَچِن تا آدمِي، سي نہَ مَچان مان؛
ڪوئي آهيان اَن، جو پانهو ڪَنهِن جو نہَ ٿيان.

٧

پَسِي پَتي پُليوس، تا آءٌ آدمِي آهيان؛
وچان جان ويوسِ، تہ ساڳيو سائِين آهيان.

٨

ٻيائِي ٻانهَپ ڇڏِ، آءُ تون اَحديَتي ۾؛
لَحمئُون دَمَئُون لَڌِ، تا پاڪائِي پاڪُ ٿِئي.

٩

آچِپا اَول آهِ، پوءِ تِڪُتي جو پندڙو؛
جڏهن تِڪتي جاءِ، وَتُ تڏهن اُن حَد کي.

١٠

فِراقاءُ فَرقُ، شالَ نہ پوي جيڏيون؛
مون کي آهہ مَرَڪُ، سَدا سوزُ پِرين جو.

١١

جَهڙويانيُم پاڻ کي، تَهڙو آهيان آءٌ؛
باقِي رهيو نانءُ، ”سَچو“ مون صاحِبَ جو.

# ڪافي

## ١

ذاتِيءَ مَنجھ ذاتِ ڇُپائي،
بازي جا يارَ بنائِي!

هاديءَ حقيقت حالَ جي، مون کي ساري سُڻائِي.
سَڀِ ڪَنھن ۾ سَچڻِ، نوبت نينھن وڄائِي.
ڪاٿئين ”اَناالحق“ جي، تن چوٽ تَہ چَلائِي.
”انا اَحمد بلا مِيم“، اِها معنيٰ مِڙيائِي.
ڪاٿئين مَسِيتن ۾، ٿيو خاصو خدائي.
موتِي مَڙهين وِچ ۾، تَنھِن مالھان ڦيرائِي.
ڪاٿئين وٿِ نہ وارَ جي، ٿِي ڪاٿئين جُدائِي.
ڪاٿئين مَتي تَخت جي، ڪاٿئين گدائِي.
اندر باھر ھڪڙو، آھي صورتَ سَيائِي.
ڳالِھ نَہ سَمجھڻ جھِڙي، پر سيا سَمجھائِي.
ڪافِر مومِن ھڪڙو، ”سچو“ ٻوڙج، ٻيائِي.

## ڪافي

٢

سڀَ ڪَنهِن پارِ پرينءَ جو پَر تو، خوابون عينُ ڪلايو.

وحدتَ مَئُون، وو، ڪَثَرتَ ڪِيائين، رَنگيءَ رنگ ُ رَچايو؛
تو مان جي پَردي مَئُون باهر، سرتِيُون چو نہ سِڏايو؛
طرحين طَرح پوشاڪان پَهري، لالَن پاڻُ لِڪايو؛
هِي سَڀ حُسن هادِيءَ جو آهي، پينَر ڪِيمَ پُلايو؛
پاڻ گُجهو ڪِيائين پَڌرائِيءَ ۾، هِيءُ تَنهِن هُنر هَلايو؛
”سَچيڏني“ جي صورتَ ۾ تَنهِن، اِهڙي رمَز رلايو.

## ڪافي

٣

هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي سو تان يار وَسي ٿو.

ساڻُ سدا آهي تان تنهنجي، پِرين نہ آهي ٻي پارِ.
ڦولهي لِهج پاڻَ مَئُون، چوٿو وَچين وٺڪارِ.
پرِينءَ نہ پُڇِج پَنڌڙا، تون ”سَچو“ پاڻ سَنيارِ.

## ڪافي

### ۴

ناهي پاروچو ڪو پيو، آهي اُهو جو مان روز ڏِسان ٿي!

وينِي هُيَڙس وَاٽَ تي، اَچي وسيلو ٿيو؛
ماڙيءَ مَنجھ معشوقُ ڏٺوسِين، لالَن پائي لِيو؛
دريءَ مَنجھون ديدَ ڏٺيسُون، لالَن پاتو لِيو؛
جَتَن ڪَج جَتَن جو، سَڱ سَبب سان ٿِيو؛
صحِي سُڃاتَم سُپُرين، يار يقينئون ٿيو؛
”خَلَقَ الاَشيَاءَ وَهُوَ عَينُهَا“، شَڪ وچَئون پِيو ويو؛
ڪٿِي وڃان آءٌ خوشِيءَ سان، سَرتيُون جي سُنهن ڏيو؛
سَير ساروئِي صُورَتين، پاڻَ قريبَن ڪيو؛
يارَ ”سچل“ تون صحيح ڪر ڄاڻج، ڪيو خمارن ڪيو.

## ڪافي
### ٥

حاجي حَجُ اَجُ ڪيوسي، ڪعبَو مُنهُن محبوبَ جو.

هاڻ حاصل سَرتيون، اَڪبر حَج ٿيوسي.
ٿِيو قَبوليت مُنهنجو، جيڪو عرضُ چَيوسي.
هِيءُ تَنُ طَوافي ٿيو، وچؤن غيرُ ويوسي.
هاريون ڙي حَرمين ڏي، سَندن نامُ نِيوسي.
اُنهيءَ پاجُهون ناهه ڪو، اِهو احرامُ پَڌوسي.
اُهو ڪَعبو اُهو قبلو، ”سچو“ ڏَسُ ڏيوسي.

## ڪافي
### ٦

تو ڪِيئن وچايو پاڻُ، ڳولي لَهِج پاڻ کي!

پاڻ وچايو نَ لَهِين، پَچِي شَڪ گمان!
آخر گَڏيُئي گهرَ ۾، ميان سوئِي گَهرُ سُڃاڻ.
مَڪَڻُ اکر هِيڪڙو، ميان سوئِي کِيرُ سنياڻ.
آهين ناهين آهه سَيوئي، آهه نڪو اُهياڻ.
ڇا جي ٿيندو، ڇا جي لَيندو، صورت وچ سُڃاڻ.
”سچو“ تي سَچُ آئيو، ماڳ اِنهيءَ مِهمان.

## ڪافي

٧

سَڀِ ڪنهن صورتَ ۾ سُپِرينَ، سَرتيون ڙي، ساري ڳالِھ سَليائون.

ڏيو ٻاري سِڄَ ڪي، ڪاتي ڪِينَ ڏِٺائُون.
ساڻُ روشِنيءَ سِڄَ جي، پُرجھِي سِڄُ پسيائون.
وحدتَ ڪثرتَ هِڪڙي، جيئن مِينهَن ڦُڙيون موراڻُون.
”سچوءَ“ سندي نانءَ ۾، اِهڙيءَ طرحَ اُتائون.

## ڪافي

٨

جيئَن سِڄُ آهي پرِيشان، سوئي ڳولي سِڄَ ڪي.
مَڇلي جيئي آبَ سان، آبَ پڇي طغيان.
تارو پُڇي نجَم ڪي، موجَ پُڇي مِهراڻ.
ڦُڙي پُڇي مِينهَن ڪي، شاهُ ڳولي سلطان.
هو مِڙيئِي پاڻَ تِيو، ڪير تِيا حيران!
”سچوءَ“ جي صفت ۾، اِهو باريءَ ڪيو بيان.

## ڪافي

٩

صورتَ سَيي سلطان، پاڻَ ڏسَڻ آيو پَنهنجو تَماشو!

ڪاٿئين حَنبل، شافِعي، ڪاٿِئين مالِڪ، نعمان؛
ڪاٿَئِين پَتي پوٿيون، ڪاٿَئِين پِڙهي قرآن؛
ڪاٿئين اَنَاالحق چوَي، ڪاٿِئين ڦيرائي فرمان؛
ڪاٿئين طفوليَتَ ۾، ڪاٿئين پِيرُ جوان؛
ڪاٿَئِين مِير وزير ٿيو، ڪاٿَئِين هَنومان؛
”سچُو“ پيو صَبرَ ۾، هوءِ حَيرتَ ۾ حَيران!

## ڪافي

۱۰

ٻانهون ٻانءِ مَ ٻاڻُ،
تو هِين مالِڪ مُلڪَ جو!

”لاَ خَير فِي عَبدِي“ اِهو اَتَئي اُهڃاڻ؛
ڀاڻ ڀنهنجو ڀاڻهِين، صورت مَنجِهه سُڃاڻ؛
تون ئِي ڄاڻندڙ سَيَڪِي ميان، تِئين ڪِيئن اَچاڻ؛
اللهُ الله چِو چَوين، ڀاڻ ئي اللهُ ڄاڻ؛
”سچو“ سائِين هِڪڙو، ناهي شَڪ گمان.

## ڪافي

### ١١

آءٌ پُنهون پاڻ آهيان،
ڪاڇِيون مُنجان قاصِد ڪاڏي!

اِها صورتَ سَمجِهي ڏِتيَم،
ساٿِي ٻِيا ڪيئَن سَنباهِيان.
ڳالِه پَري هُئي، تِي پَئِي اوري،
ڪيڏي سي ڪانگ اُڏايان.
مُدعا مَطلب هو مِڙيوئِي،
پوتِيون سي ڪيهُون پَتايان.
سُڌِ پَئِي مون سِر انهيءَ جي،
ڪيچ ينيور ڪي يايان.
”سچوءَ“ مَنجهَون تيو سچُ پيدا،
ڪيهون ڪوڙيون ڳالهيون ڳايان!

## ڪافي

### ١٢

مون سان تون آهين آهين،
ڪَڏهن ڪِيئن ڪَڏهن ڪِيئن!

اسان نماڻن تَئُون سُهڻا سائين ،
هَتِ هَتَئون متان لاهِين.
آءُ ڪَنيزڪ، تون تان سائين،
سگھُ نَ تَنهن سان ڪو ساهِين ساهين.
ڪَڏهن آرامِي ڪَرين اسان کي،
ڪَڏهن بَڇين تو باهِين باهِين.
ڪَڏهن مَنصُوري دمُ اَناالحق،
ڪَڏهن ڏَسين تو ڦاهِين ڦاهِين.
حاظر ناظر آهين اسان سان،
ڪِيئَن چوان تان ناهِين ناهِين.
اَستَغفِرُالله ڳالِهه اِهائي،
جو ڪُجھه مُون سان تون ناهِين ناهِين.
”سچو“ جي عاشِقُ آهين اسان جو،
تِج نَ درد جون دانهِين دانهين.

## ڪافي

۱۳

تو ۾ تَندُ تنوار،
ٻُڌين نتِي ٻوڙِي، الا!

ڳالِھ اِھائِي ناھي سَلَڻَ جي، خَرچين سَو لکَ ھزارَ.
ساٿِيَڙن، ميان، ڪيا ھي سَڏَڙا، لاھي سَيِ مَيارَ.
دم غنيمَت جا ھِت آھِن، ڏينھَن دنيا ۾ چار.
"سَچلُ" آکي عِشق مَنجھارؤن، تيگان تُنھنجِيءَ تار.

## ڪافي

۱۴

مَحبوب ڳولي ڏسُ مَنَ ۾،
مَنَ ۾ تون، ڏسُ دل ۾ تون.

واهَ ڪاريگر سازُ بَنايُئي، "ڪُن فَيَڪُون" جي ڪُنَ ۾.
بي فائِدو بازارگُھمين تو، گُلَ قُلَ باغَ بَدنَ ۾.
چوريءَ چوريءَ سَير ڪَرين تو، تُنھنجو چاند چَمَنَ ۾.
"سَچَلَ"، سائين صَحي ڪَر جاتُم، يار گَڏيو ڪَڪَ پَنَ ۾.

## ڪافي

### ١٥

مون ساري سُڃاتي، بازي بازيگر جِي!

مَستِيءَ مَئُون مَنصورَ جو، تِئين جي جَماعِتي؛
سورهيہ باسِج سِرَ تي، تون ڪُسَڻ جي ڪَاتِي؛
غيرُ نہ آڃِ وچ ۾، آهِين ظاهِر تون ذاتِي؛
مَتان پائِين پاڻ کي، تون "سَچَو" صفاتِي.

## ڪافي

### ١٦

پاڻُ سُڃاڻڻ آيو، ڙي، سچَڻ پاڻ سڃاڻڻ آيو.
ڪَم نہ هُيَڙس ڪو ٻيو!

پاڻُون چاڙِي پاڻ سان، هِتِ لُوَن تان لائِڻ آيو.
عَرش مَنجهارؤن اُلَهِي، هِتِ ورهُ وسائِڻ آيو.
سولِيءَ تِي مَنصُورتِي، هِتِ سِر سَلائِڻ آيو.
مِصر جي بازار ۾، هتِ مُلھ وڪامَڻ آيو.
"سچو" ري سنسارَ ۾، هِتِ پير گهمائڻ آيو.

## ڪافي

### ١٧

توڙي پُنيءَ لڳي سارو جڳُ، تان يي چا ٿيو؟
ناهي مَيتا ۾ مَطلبُ.

نَفِي، سِري، خفي، اخفا، توڙي جاري ٿِيئي قلب.
ڳالِهيَن ڪِئي ڪِين ٿِئي، مَنصُوري منصَب.
ڪاڻ تماشي ڪِيتَرا، پُڇن پار عَرب.
ڪَري ڏيکارين ڪيترو، عالَمَ کي ٻـ عَجب.
نَفلَ نمازان وردَ وَظِيفا، اِهو ڪوڙ ڪَسَب.
دائرا دَعوتَ جا قِرين، ڪَرين تَسخِيرات طَلَب.
ٻاجهَون عشقَ اللهَ جي، ”سچو“ ٿِئي نـ سَبَب.

## ڪافي

### ١٨

چَئون ميان عشقا ڪِيئَن،

تُون سَوين سيلَ بنائِين ٿو!

يا تُون آهِين ذاتِ ديوانو،

جو ڪيڏا ناهُ نهائِين ٿو.

ڪاٿئين مُلا قاضِي تُون،

ڪاٿَئِين سَيد سڏائين ٿو.

ڪاٿَئِين مُغ برهمڻ تون،

ڪاٿِئين بانگ ٻڌائين ٿو.

ڪاٿَئِين مُنهن ۾ محراب،

ڪاَٿئين تِلڪ لائِين ٿو.

ڪاٿَئين تسبيحان تون سورين،

ڪاٿَئِين جٽيان پائِين ٿو.
ڪاٿئين پيرين آهِين پيادو،

ڪاٿَئِين بور بَچائِين ٿو.
ڪاٿئِين منبر واعِظي،

ڪاٿَئَين پوٿيون پَٽائِين ٿو.
ڪاٿئِين زربفت قبائون،

ڪاٿَئِين لِيڙا لڙڪائين ٿو.
ڪاٿَئِين ڏيئِي شرعي فتوىٰ،

ڪاٿئِين مَنصُور مارائين ٿو.
ڪاٿئِين هَنومان ڪوٺائِين،

ڪاٿَئِين ڏهيسر سڏائين ٿو.
ڪاٿئِين تئِين رام يا سيتا،

ڪاٿئِين لَڇمڻ لَڪائِين ٿو.
ڪاٿئِين نمرود ابراهيم تي،

ڪيئي بيک بنائين ٿو.
ڪاٿئِين تي فرعون يا موسىٰ،

سڀ صورت ۾ سَمائين ٿو.
ڪاٿِئين ٿي بادشاهه مُلڪ جو،
سارو ديس دٻائين ٿو.
ڪاٿِئين ٿئين غرض گداگر،
ڪاٿئين توليون تڪائين ٿو.
ڪاٿِئين مفتي تون ”خدائي“،
ڪاٿئين ”اَنَاالحق“ فرمائين ٿو.



# حقيقت

## داستان پهريون

١

هُو ڀِي ڪِينَ اَڇِٽو، هِي ڀِي ڪِينَ وِيو؛
نَفيءَ ۾ اثبات ڪَئُون، پَري خيال پِيو؛
”سچو“ سَچُ ٿِيو، ٻي ٻانَهپ ٻولِي ناهِ ڪا.

٢

”سَچُو“ سَارو سَچُ ٿِيو، مَنجهان ڪَثرتَ ڪُلُ؛
الَف مَئُون آدَم ٿِيو، ڪَري هنگامون هُلُ؛
هِندو مؤمِن سو ٿِيو، ڀول نَ ٻئي ڪَنهِن ڀلُ؛
”خَلَقَ الاشيَاءِ فَهُوَ عَينُهَا“ اِهو آڻ عمَلُ؛
تِجِ گلابِي گُلُ، مَرُ مارِنِئي مَنصُورَ جان.

٣

قلبِيءَ ۾ نَ قرارُ، آهي عاشِقَن کي؛
روحيءَ لڪَ رُلايا، نَ نفِيءَ نفع دارُ؛
سِريءَ سَوَ وِڃايا، خَفِيءَ ڪيا خوارُ؛
اپَرَ اِخفا ناهِ ڪو، طالِبَ کي تَڪرارُ؛
رِيءَ پَروڙڻ پانهنجي، آهِ شيطانن شِڪارُ؛
”سچو“ هِي سَنسار، سارو پاڻَ سَهِي ڪرِين.

۴

سائرَ مَنجھ سَھسَ، گھيڙا گھڙڻ آئِيا؛
ھو سِرُ سِيٽاھِيو ھَڏي، ماٺي ڪَئُون مَسَ؛
”سچو“ لَنگھي لَس، شَرط وَڃِي پيو شَھ ۾.

۵

اَچِي اَوَ تڙياءُ، گھِڙيس گھوري جِندڙِي؛
چڙھِيَس ڏادي چاھَ مَئُون، مَستِي مَوجَ متَاءُ؛
تَڙَ لِھي تِرياءُ، شَرط لنگھي پيِس شَھ ۾.

٦

جي وَڃِي شَھ پِيا، مُشڪل موتَڻ تن جو؛
چا تانگھي چا تارِ ۾، ٻڏي پَوَن ٻيا؛
جي وِچون پاڻ ويا، سي پاڻ ئي پاٽِي ٿِيا.

٧

گھِڙَن جي گھيڙاءُ، تانگھو عِشقُ تَن جو؛
جن کي عشَق عَلِيل ھيو، سي ايندِيون اَوتَڙاءُ؛
جي سُورَ چڪَنديُون ساءُ، ميھَرُ سي ماٽِيندِيُون.

٨

اسان پرين وِچ ۾، وَهي ٿو دَرياهُ؛
آهي ڪونہَ اسانجو، هاديءَ ري هَمراهُ؛
سُپيريان تَئُون سَاهُ، ”سچوءَ“ تان صَدقي ڪِيو.

٩

ڏاها ڏوريون پنڌُ، متان پائين پرِيَن جو؛
حَبِيباڻو هَنڌ، وجِي ڏِسج اَکڙيَن سان.

١٠

پِرين مُنهنجا پَارِ، تون ڪِيئن هِتِ ويلا ڪَرين؟
قاصِد قَريبَن ڏي، دوڙَڻُ تو درڪارِ؛
ڏسِي وَرج سگِھڙو، دوساڻِي دَربار؛
لِڳي اَتَم لَونءَ جِي، عَجِيبن سان عَارِ؛
ڏاترَ مُون ڏيکار، صورتَ سانگِيَڙن جِي!

١١

اَسان پرِيَن وِچَ ۾، دور وهي دَرياءُ؛
چوليُون چَران تِي ڪري، پِيو وِچُتي واءُ؛
سُٽي آهان آءُ، مِيان هِن مُشتاقَ جُون!

١٢

اسان پرين وچ ۾، جَرُ وهي جاري؛
هِڪ ڪَڙڪو ڪُنَن جو پَوي، ٻيون وِيريُون ڏي واري؛
هُت ساجَن جا سارِي، سا دَهلي ڪِينَ دَرياءَ کَنئُون.

١٣

مُون تان توڏي موڪلِي، لِکِي ڪِتابَتَ؛
ڏُکَن جي هِنَ ڳالَهڙيءَ، مُنجهائِي مَصلحتَ؛
ڪِيو فَنا فرض سُنتَ، سِڪَ تَوهان جيءَ سپريَم.

١٤

چَري چَري مَ چئو، چَريو آهي لوڪُ؛
جو چَرئي لَڌو ٿوڪُ، سو "سَچُو" آهِ نَ سيي ڪنهن.

## ڪافي

١

سالِڪ راهَ سُڃاڻِي، پاڻُ نَظَر ۾ آڻِين.

جاءِ نَظَرجِي آهِين اَصلَ ڪَئُون، يارَ يَقيناً ڄاڻِي؛
پاڻُ وڃائِج نُور نَظَرِ ۾، تَ وسرئِي ٻِي آڪاڻِي؛
فنا ڪَئُون اڳي بَقا نَ ڏِيندين، ڄِيئَن پاروءِ پاڻِي؛
صورتَ مَنجهان ڏِي ٻي صورَتَ، وِڃئُون گَرد اُڏاڻي؛
هادِيءَ حقيقَتَ هيءَ سَمجهائِي، ”سَچو“ ساهَ سيبَاڻِي.

## ڪافي

٢

لَئون اَچِي پاڻ لاَ يَوَ، ناتَ مون ڪي ڪَل نَ هوئِي.

اصلَ لاڳُون عِشق لائِڻ جِي، ڳالِهہ اِها خوش آيَوَ؛
دَردَ فِراقَ جي ڏِنيو اَمَانت، اِها سانوَلَ سيبايوَ؛
عَرشَ ڪَرسيءَ جا ڪِين قبولِي، اُها اسان ڏي هوت هَلَايَوَ؛
ڳالِهہ پُرجَهڻ جهڙي نا هُئي، پاڻَ سَڄَڻَ سَمجهايَوَ؛
ڏينهَن اُنَهيءَ جي، يارَ ”سَچوءَ“ ڪَئُون، سچي ڳالِهہ سَلايَوَ.

## ڪافي
## ٣

تُنهنجو دَردُ اصلَ کَئُون، اِختيار ڪَيوسين ميان؛
تُنهنجي سُخنن سَچَن اُتي، اِعتبار ڪَيوسين ميان.

ڪِي تا پُڇَن پرينءَ کي، ڪُرسِيءَ يَا عَرشَ اُتي؛
تُنهنجي اکين مَنجهان سُهٽا، اِسرار ڏٺوسين ميان.

ڪي تا تابع تجليَّ، يا شُعلِي نوري يارو؛
اسان صورَتَ هِنَ ۾ تا، دِيدار ڏٺوسين ميان.

تنهنجو حُسن بِنَهي جهانين، يار سَچڻ سَهِي ڪيوسين ميان؛
تُنهنجي سچيءَ ڳالِھ هِنَ تي، اِقرار ڪيوسين ميان.

هو جو ڪَيَڙوَ مون سان، سو پانهنجو وعدو پاڙيو؛
سِر ساھُ صدقي، صدبار ڪيوسين، ميان؛

”سچو“ سَگ دروازه، آهي روز اَزلَ کَئُون ميان؛
تو پِيرَ عبدالحَق جو، پيزار ڪيوسين ميان.

# ڪافي

## ۴

وجِي اَکيون ڪاتي لايُئي،
حالَ حقِيقتَ جي سان.

فِڪرانِهيءَ ۾ ميان تِي فنا تون، پاڻُ پَنهنجو پايُئي؛
اِهڙيون ڳالهيون سُڻ ري عاشِقَ، سارو سو عشق وڌايُئي؛
محبت وارو دل جي اندر، ڏايو ڪو مَچُ مَچايُئي؛
ڪَنيئي پَلڪ ۾ پاڙَهي، پولي ڪَنهن نہ پُلايُئي؛
جي تِئين عاشِق يار ”سچو“ ري، اِئين سو عِشقُ ڪَمَايُئي.

## ڪافي

### ٥

ڪَلَ نَہ پَوندي ڪائِي،
عَجب جيهي اسرارُ اُنهِي جي.
هُئي حَلاجَ ذرو سڌ سِرَ جِي،
تَنهِن سِسِي ڪوڙَ ڪَپائي؛
لاهي حِجابُ حجابُ وڃائِين،
هِيءَ حِرفَتَ يارَ هَلائِي؛
”سَچو“ سو ئِي صاحب آهِين،
پر سيي ۾ ذات سَمائِي.

## ڪافي

٦

جِهڙو هيءُ عجائب آهِ،
ناهي عجب ٻيو ڪو اِهڙو؛
هيڏي هوڏي نـ ڏسين، مُنهُن پاڻيءَ ۾ پاءِ؛
پوءِ تصور هن ۾، ٻي بازي ڪا نـ بناءِ؛
اکيون پَٽي جي ڏسين، هادِي آهي هَر جاءِ؛
”سَچوءَ“ سارو سچُ چيو، هيءَ رمز دل ئي سان لاءِ.

## ڪافي

٧

اِهو ڏاهيون ڏَس آهِ،
سانول اِتي وسي ٿو.
قولهي لَهج پاڻ مَئُون، پَري نـ پيرا پاءِ؛
دائِم آهي دوستَ جي، تُنهنجي جيءَ ۾ جاءِ؛
ڪَنهِن جي ڪارڻ تِي ڪَرين، هاري ڙي هاءِ هاءِ؛
سوئِي ڏسندڙ، سوئِي سُٽندڙ، پاڻَ ئي ڳالهيون ڳاءِ؛
سارا ڏونگر ڏورئين، ڪاڪِي ڙي ڪَنهِن لاءِ؟
”سَچو“ ويڏو ساهَ کَنئُون، ڪير چوي تا ناءِ!

## ڪافي

٨

هِي ڇَڏيج هو وٺيج،
متان ڪا ٻِي ڳالِھ پُڇيج.

ڏُوئيءَ واري دامَ ڪَئُون، پِھريون طالِبُ پاڻ ڪَڍيج؛
مُرشِدَ جِيئن فَرمائِيو، واقف سو تان ڏَسُ وَٺيج؛
سِر سَھِي ڪَرِ پانھنجو، پئا آڏاٽا ڪِيم آڏيج؛
لاري لِڱُ نَ ڪَنھِن ٻِئي، عاشِقَ اِنھيءَ پنڌ پئيج؛
ويسَھُ واريءَ واٽ تي، ”سچو“ ڙي تُون سِر سَٽيج.

## ڪافي

٩

پاڻَهين پارؤن يارَ، قاصِدُ مون ڏي اَڄُ آيو!

اَچَڻَ سَندي اُن جي، اُتِي ويا آزارَ،
تورو ڪيڏو تَن لايو.
ڏنا دلاسا دل کي، رهبر راتَ هزارَ،
سَندن روحَ جو رايو.
هيڏي هوڏي نَہ وڃي، اَچڻ ۾ اِعتبار،
محبت مِڙيوئِي مايو.
اَچڻ جا مَحبوبَ ڪَيا، پَڪا قولَ قَرارَ،
”سچو“ توڏي هُئُنِ سَعيو.

## ڪافي

۱۰

ڀَلي ڪَري آئين، هِتي تون گُهرجين يار!

هِتي تُنهنجي گُهرَ گَهٽِي هُئِي، دوستي مِٺا دلدارَ!
جاڏي تاڏي جَلوو تُنهنجو، عَجب تُنهنجا چَمڪارَ.
هِي ٻِي هو ٻِي هِڪُ، ديسُ تُنهنجو چَئِين ڪُنڊين چوڌار.
اَچِي ٿئين هِڪُ "سَچوءَ" سان، لاهي ٻيائِيءَ بارُ.

## ڪافي

١١

عاشِق مَرندا ڪِينڪِي، رهندا ڪِينَ مَڪانَ ۾.

ديواني درياءَ جو، پيتئون پيالو پُر ڪَري،
اَجرمَنجه اَمر ٿيا، اُهي گَڏيا ڪِينَ جهانَ ۾.
غيبَ ۾ جي غَرق ٿِيا، تَن گهاءِ گَردَن ۾ لڳا،
ٻولِي ٻولن تا ٻِي نڪا، اُهي رَهن ”اَلاَمانَ“ ۾.
ڪيئِي پَڙهندي سالَ ٿيا، روزا نمازون نَفل نِي،
تَن ڪُتَن ڪَلَ ڪانہ ڪا، باطونَ جي بيانَ ۾.
چِين ولايت گهر ڪَري، گَهڙِي گهارن ڪِينَڪِي،
پَسَن هادِي حَق کي، رهن تا ٻئبانَ ۾.
هَر دم آهي دم دوستَ ڏي، اهي سُونهَنَ تا سَر انجام ۾،
سو ”سچوءَ“ کي ئي مليو، هي گُر اچي تہ ڪِيانَ ۾.

# ڪافي

## ١٢

ڪِيئن وساري تو ويهون ويهون،
پِريان سَندي پارَ جِي، وومـيان.

ساهَ سَنيون تان يادِ ڪَيُون،

سي آهِن عجائبَ جيهون جيهون.
ڪهڙيين ڳالهيين عاشِق اَسان کي،
ڏُکَ ڏوراپا تو ڏيهون ڏيهون.
اِهي عتابَ تون رکين تو ڪيها،
پَکي اسان جڙي پيهون پيهون.
هِنَ پچاڙُن مَتان اَسان تي،
ڳالهيُون رکين تون ايهون ايهون.
”سچو“ اسان جو تون، اسين تنهنجا،
ڳالهيون ڪرين تون ڪيهون ڪيهون.

## ڪافي

### ١٣

آءُ ڪانگا ڪَرِگالِ.

آهِن ڪيهيون اَسان جيون ڳالهيون.

مون سان ڪري جي ڪالَهه وئين، اُهي تان وعدا پال.

هِنَ غريب سان پِرين گڏائج، بِرهَ ڪِيَس بيحال.

هيڏي اچڻ جِي هُئِي اُنهن کي، ڪا تان قيل مقال.

ٻاجهه پَويئي وي ٻاروچا، نِج نِماڻي نَال.

ياد ڪَرن تا هُتِ توئي کي، وجُهه نَه جيءُ جَنجال.

”فَاذڪُرونِي اذڪُرڪُم“، پَئين تُون ڪيهي خيال.

قولَ پِرينءَ ڪَيا جي توسان، سي تان سَيِ بَحال.

دل ٻَڌل آهي توءِ پِريَن جِي، ”سچو“ تُون پاڻُ سَنيال.

## ڪافي

۱۴

پاڻَ پُنهون آءٌ آهِيان،
اڙي پينَر پُلي ناهِيان.

تِيو تِيون مُنڪِرِگالِه اِنهيءَ ڪَئُون،
ڇَو تَڏهِن پيو چاهِيان؟
ڪيچ پنيورپي وسَنوَ اسانجي،
ڪَهڙي طَرفي آءٌ ڪاهيان؟
هَر ڪو ڇَوي تا سَهسِين عاشقَ،
نانءُ پاڻَ ئِي تَئُون لاهِيان،
هِت هُت آهي صورتَ منهنجِي،
ٿاه نہ ڪو پيوٿاهِين،
پَنهنجو پاڻَ ئِي سان يارَ "سچو" ڙي نِينهُن اِهوئي لايان.

# ڪافي

۱۵

مَحبوبُ مِٺو آهي مَنَ ۾،
معشوق مِٺو آهي مَنَ ۾!

بيفائِدو بازار گُهمين چو، اَتَئي بُلبُل باغ بَدَن ۾؛
ٻيائِيءَ سان تو ٻاهر ڳولين، نه تِئي بَرَ بَحرَ ۾ بَنَ ۾؛
چِهرا چوريءَ چليو ڏسئين چو، اَتئي سو چاند چمَنَ ۾؛
زلفَ زنجيرَ ڪَئُون زاهِدَ پَڪا، اُهي ظاهِرپرَستَ ظن ۾؛
عاشِق سَوين اَحوالَ ۾، آڪِن اَناالحَق اُنَ ۾؛
سَتَ زيورَ سينگارَ ڪري نِي، دوستَ آيو درسَنَ ۾؛
”ڪُل يَوم، هُوَ فِيٓ شَانٍ“ آيو ورنهَ هر ڪَنهن ون ۾؛
دلبَرَ ديرو دائم دل تي، چو ديکين درپَن ۾؛
ڪري تو آهُون ڪِينَ سُٽي تو، اَتَئي قُدسِي ڪلام ڪنَ ۾؛
مُرشد ڪامِل سانولُ سُپرين، آيو صاف صحن ۾؛
فيض ”فاروقِي“ فائَقَ بَخشيو، فهمائي هِن فَنَ ۾.

## ڪافي

١٦

سِگهَڙي لهج سَنيالَ،
هادي هِنَ جي حالَ جي.

ڪوتَه ڪَريو قَال کي، آڻي ۾ اَحوالَ؛
سگهو موتِج سُپرين، تو ريءَ ڪَيَم ڪَشالَ؛
فَنا ڪَريو فِراق کي، ويجهو ڪريو وِصال؛
گهٽا لايو ڏينهڙا، ماريَس هِنَ مِثالَ؛
اَوهان ٻاجهون سُپرين، هِهڙا تِيڙم حال؛
اَگَڻ هِنَ جي آءُ تون، ”سچوءَ“ مَج سوال.

## ڪافي

## ١٧

زاري پينڊَ زاري،
اڳيؤن عَجيبَن جي، آهي اسان جي!

روز اَزل ڪَئُون عاشقَن جِي، سُوريءَ تي هسوارِي،
شاه مَنصور حلاج حُسَينِي، سُوري ڪِيئن سينگاري،
هِيءُ تئي گُم اُهو تئي ظاهِر، چُپ چُپان چوڏاري،
"سچو" ساهه سِري ڪر صدقي، سَرسُ وٺين سَرداري.

## ڪافي

١٨

تو دوستِيءَ جو دَمُ هڻين، پَر ڪِيئن ڪُسِي قُربان ٿئين.

مَهَند مَنصُوريءَ جي تُون، مَنجهه مَعرڪي مَردان ٿئين.
وري صحِي ”اَنَا سِرهٗ“، تَنهِن اسم مَئُون انسان ٿئين.
جي تو پوري سُڌ سِر جي، حيرتَ انهيءَ حيران ٿئين.
نعرو ”اَنَاالحَقُ“ جو هڻِي، تِي مرد سر ميدان ٿئين.
جي دم سُڃاڻين پانهنجو، تُون دين، تون ايمان ٿئين.
هِي پَندَ سو پُرزا ٿئي، جي نينهن جو نيشان ٿئين.
”سچو“ يَڪايَڪ، يَڪ ٿئين، تون شمع، تون پروانو ٿئين.

## ڪافي

۱۹

مين ماهي دي لڳِي ماري،
ماري آئون ڦِر جياري.

چَونديَس پيش پرينءَ جي، حال حَقِيقَتَ ساري.
جا نالو وٺَندي نِينهَن جو، تَنهن کي اِيندي شَهَر نِڪاري.
دم نَہ رهندي دوستَ ري، شَوقُ سَندو شِڪاري.
مَستَن کي محبَتَ جي، آهي ڳِچيءَ ۾ ڳاري.
جي اَول ماريو پوءِ جيارن، تَنين گَڏ قطاري.
چڱِي تِيَڙس چِتَ ۾، دوستَ ڏني دلداري.
”سچيڏني“ کي عِشق جِي، صاحِب ڏي سَرداري.

## ڪافي

### ٢٠

عاشِق ٿِيَئي اُداسِي،
وهَ واه ڳالِھ خاصي.

لَؤن لَؤن مَنجھ روز ازل کنؤن، آھي وِرھ اَوھان جي واسِي.
”عشق نار احِترَق“ سُڻِي اشارتہَ، ھيءَ دل تا ٿِينَ ھِراسي.
ھيڏي ھوڏي ٿين وياسي، باتہ اھِا اسان باسِي.
برھَ اوھان جي ٿِيو بيراڳِي، ”سچو“ رنگ سَناسِي.

## ڪافي

۱۲

هُتے تا ڪير هُياس، ڀَلو ميان، تِي آيس ڪير، نہ ڄاڻان.

نانءُ ٻيو هُتے هو منهنجو، سائين الا، هِتے ٻِئي نانءَ ٿياس.
اڃڻ نَہ هو هِتے مُنهنجو، سائين الا، پَر ڪَنهِن تا خواهش ڪنياس.
هُتے هُيَس مَعشوقيءَ ۾، سائين الا، هِتے عاشِق تِي آياس.
هَي هَي هُئِي ڪانہ ڪا، سائين الا، هِتے مَنجھ پَروڙ پياس.
”سَچو“ سارو سَچ ٿيو، سائين الا، وِچَئُون ”آءُ“ وياس.

## داستان پيو

١

جي اچين تان اَچُ، نَہ تَہ هِتِ پُوَرن پَچاڙيو؛
محبَتَ ٻاريو مَچُ، سِيني مَنجھ ”سچوءَ“ جي.

٢

ڪِيم مَهينا لاءِ، آءٌ ٻَلا ٻُلِي آهِيان؛
اَچِي اَڪڙيُون ڪَٽِي، ”سچوءَ“ ڪي سَرچاءِ؛
جانِي جوڙيَم جاءِ، تو لڳ اَڪَڙيُن ۾.

٣

چَشمَن جِيءَ چمَڪارَ، ساهُ مُنهنجو سوگهو ڪِيو؛
ويهي واتَڙين تي، رُئان زارو زار؛
هوتَ اَچِج هيڪار، اَگَڻ آسروند جي.

٤

ماڻ ڪريان تہ مُشرڪ ٿيان، ڪُچان تہ ڪافِر؛
اِنِهيءَ وائيءَ وَرُ، ڪو سَمجهي ”سَچيڏنو“ چوي.

٥

روئَڻ ڪان نہ رهن، آيَل اِهي اکِيُون؛
سيڪنهن ويل وَهن، اَتن اَثر اوهِيرن جا.

٦

لَحظو نہ لاهِين، بارَ مَتَن بَرسات جا؛
اکين کي آهِين، اَثَر اوهِيرن جا.

٧

بادلَ وارا بارَ، چشمَن تي چڙهيا؛
رئن زارو زار، اَتن اثر اوهيرن.

٨

آئي نِي مُند مينهَن، آهي اَکڙين کي؛
رُئن راتو ڏينهن، اَتن اَثر اوهيرن جا.

٩

آهِ اِها ئِي تاتِ، آگم اَکڙين کي؛
ڏينهنَ اَئُون رات، اَتَن اَثر اوهيرن جا.

١٠

آگم اَکڙين کي، سدائين آهِين؛
سي کِيئن اوڳائِين، جن کي اَثر اوهيرن جا.

١١

اَکِين کي آگمَ، هِن سَدائين سَرتيون؛
گُوندر گڏيون غَمَ، اتن اثر اوهيرن جا.

١٢

لايـــون پِـــرتِ پَســـن، آئـون آگـم اَکـيـن مـــيڙيا؛
سي تان ڪِـيئن نـَ وسَـن، جن کي اثر اوهـيرن جا.

١٣

ڏسن ۽ رئَن، اِها عادتِ اَکين کي؛
سي سرِهـُون شالَ هـُئن، جن کي اثر اوهِـيرن جا.

١٤

آهـي ريجهه رئڻ، آيَل اَکڙين کي؛
هـُئي تَـن هـُئڻ، جن کي اَثر اوهِـيرن جا.

## ڪافي

١

آءُ تہ ”مان“ ”تون“ وَڃي، يارَ،
ٻِي ڳالهہ ڪَرِ مَ ڪائِي.

ڳُجِهي ڳالهہ هاديءَ واري دل تي دائم،
فراموش ٿِي ٻي ورونهن وائِي.
بَحَر تي جا لَهَرلِڳي ٿي،
اَسان پاڻ بازي اصل ڪَئُون بَنائِي.
آهي هُوءَ حيرَت هُو جي جِسمَ تي،
حَرفُ حَقَ جو آهي صورت سَيائي.
لَتو جُهڙ جو هو نَظَرَ ۾، ظاهر ٿيو سِجُ،
تِي اَجُ سراسر سهائِي.
آهي ”سچو“ سَچُ تحقيقَ ڄاڻِين،
جَنهن مَست ماريو دم خدائِي.

## ڪافي

٢

سچا سي سخن هاديءَ جا، يارو، اڄ ياد آيا سي؛
تَنهِن ڏينهَن لاڪُون اڄ تائين، اُهي بَرچشمِ چايا سي.

ڪَيوَ تان قولُ سائِين هي، مِڙن آڏو پَڪو مون سان؛
هونداسين دَم بَدم توسان، اِنهيءَ وعدي وٺاياسي.

ڏيو هِي تن طَاعَت ۾، گَڏيو هِي جان جانان سان؛
پَري چاٽيجو پاڻِيءَ کي، لاڙي هِن يارَ لاياسي.

روزا ڪيئي، نفل نِمازان، توڙي سَو ورد وظيفا؛
سَييئِي لڳَ ظاهِر آهن، سبق ساڄن پَڙهَاياسي.

پَئو جي خيال خاصي ۾، سڃاڻو پانهنجِي صورتَ؛
ٻڌي، ٻولي، ڏسي ٿو ڪير، فڪرَ ٻيا سڀ ڦلاياسي.

ويٺو مَنجهه بادشهه محلي، ٻولي ٿو ڪِيئَن اُهي ٻولِيُون؛
اُهو بادشاهه اُهو بنگلو، نـ ٻي پولي پُلاياسي.

جيڪي ڪيا دوستن مون سان، اُهي ڳڻ تان نـَ وسرَن تا؛
هـُئا گڏ جي حبيبن سان، چڱا سي دمَ لَنگهياسي.

شڪر اَلحمدلله تو پڙهان لکَ بار شڪرانا؛
اُهي پيهي پَکي آيا، جَنِين لءِ پَندَ پُڇاياسي.

”سچو“ سگ آهي دروازي، ازل جي روز سائِين جو؛
پَنهنجو سي ڪِيئن ڇَڏيندا هي، توڙي عَيبن اُتاياسي.

## ڪافي

٣

چو ڪَرين تو اَرمان،
جيڪي آهين، سوئِي ٿيندين!

اُتر، اُيَر، اولَھ، ڏکڻ، سَر زمِين چا اُھو آسمان.
پاڻُون جاڻِي پيرَ گُھمايَئِي، تي صورتَ ۾ انسان.
اُتَڻ ويهَڻ چاڻِ اِھو ئِي آهي، "ڪُلَّ يَوم ھُوَ فِیٰ شَانٍ."
"ڪُلُّ شَيءٍ يَرجَعُ اِلیٰ اَصلِهٖ"، قادرَ ٿيو فرمان.
هاديءَ حقيقتَ هِيءَ پُرجهائِي، "سَچو" تون سُلطان.

## ڪافي

۴

بِرهه جي بازار،

جيڪا ڏسَڻ اِيندي.

جيڪا جو ڏسَندي تجلو تُنهنجو، وهَندي سا ڪِينَ قَرار؛

سودو جا ڪندي سِرَ جو، وهَندي سا ڪِينَ قَرار؛

چَوسُولَ اَندر، سُرخِيءَ مائِل، تيز گُهمي تلوار؛

جي ڪَنهن چَمڪو ڏنو تُنهنجو، سا سِرُ ڏيندي سَردار؛

”سچو“ اِنهيءَ سيرَ ۾، آهي ڪُسَڻَ جي ڪَار.

# ڪافي

۵

پانهنجا وعدا پاڙيا، سانولَ سائِينءَ!

هو جي ڪِيائون اصل اسان سان، سي قولَ نہ يار وساريا؛
ڏينهن اُهي مون ڪَئون تا نہ وسِرن، جي مون گَڏ گُذاريا؛
سُخن سَچائِيءَ يارَ سَڄَڻ جا، سي هِنَ ساهَ سنياريا؛
اُنهن ڪارڻ شَهر بحر هي، مون تان نِتَ نِهاريا؛
دوستَ ”سَچوءَ“ جا دور هئا جي، سي واليءَ هِتِ ورايا.

## ڪافي

٦

جو تو ڳولين يار، سو تان تو ۾ آهي!

ڏونگر ڪيڏا ڏورئين، ڇو تون ڪَنِي لاءِ؟
هيڏي هوڏي نہ وڃين، پاڻَ ئِي ۾ مُنهن پاءِ؛
دل واري خاني ۾، سَندي جانِبَ جاءِ؛
اِهڙيءَ اوڏائِيءَ جي، "سچو" ڪَلَ نہ ڪاءِ.

# ڪافي

٧

سَل سوداگَر يارَ ڙي مِيان،
ڪَھڙي ديسؤن آئين آئين؟

ظاهِر ٿِئين ٿُون وو اَچِي زمِينَ تي، ڪَٽِي ڪَٿوريءَ بارَ؛
هَلِي اُتاھُون وو اَچِي اِتاھِين، هَنجين سو پُوتَئي هارَ؛
طَرحين طَرحين وو اَچِي ڪَيَئي هِت، صورتَ جا سِينگارَ؛
شاھ آھين وو يا تہ گُماشتو، لايَئي ڪَڍ قَطارَ؛
اَچِي پِياسي وو سُڻُ "سَچو" ڙي، شوقؤن مَنجھ شُمارَ.

## ڪافي

٨

جھُليو جَن تي حالُ،
اُنَھن کي آءٌ ڪِيئن نہ سُڃاڻا!

مَڃِن ماضِي ڪِينَڪِي، نَڪو اِستقبال؛
لِڪو ناھي لوڪَ کَئُون، اُنھن جو اَحوال؛
جي مُون پُڇِيو جيڏيُون، آھي ورھ وصال؛
ووءِ ووءِ ٻاجھُون تن کي نڪو قيل نہ قال؛
”سچوءَ“ سُڃاتو تن کي، جن کي عِشقُ ڪَمال.

## ڪافي

٩

مُون کي عِبرتَ آهي، اَهڙي حالَ جي،
هاريون حيرتَ آهي، اِنهيءَ ڳالِهِ جِي.

ڪاتِئَين ڏاڍو، ڪاتِئَين هِيٺو، ڪاتَِئين جوڙ جَٽيا تو پائي؛
ڪاتِئَين ڪوري، ڪاتِئَين موچِي، ڪاتِئَين سيد سَڏائي؛
ڪاتِئَين تارڪ، ڪاتِئَين سارقُ، ڪاتِئَين مُک مِلائي؛
ڪاتِئَين شاهِي، ڪاتِئَين سِپاهي، ڪاتِئَين حُڪم هَلائي؛
ڪاتِئَين ڪافِر، ڪاتِئَين مومِن، ڪاتِئَين سوريءَ سِرُ هَلائي؛
ڪاتِئَين گُسائي، ڪاتِئَين سَنياسِي، ڪاتِئَين بُتَ بَنائي؛
ڪاتِئَين سامِي، ڪاتِئَين اِنعامِي، ڪاتِئَين تِلڪ لڳائي؛
ڪاتِئَين قادر، ڪاتِئَين نادر، ڪاتِئَين ”سَچو“ نانءُ سُڏائي.

# ڪافي

## ١٠

پِرين سان پَتِ پَري، ڙي جيڏيون، منهنجي!

دعا ڪَريجو جيڏيون، وري سو هوتُ وري؛
ڏونگَر مُون ڏورائِيو، سَندي ذوق ذري؛
صحي سُڃاتم پاڻَ کئُون، پُنهون ناهي پَري؛
تو ڪِئن سَري سُپرين، تو ريءَ مون نا سَري.

# ڪافي

## ١١

وٺِي خَبَر خاطو آيو، خَير صَلاحَ جي مون ڏي.

پارِ ڀنڀورَ جي اَڄُ صُبحاڻي، تان هو ڏٺِن ڪي سَعيو.
طرفے تنهنجي آهِ اصَلَ ڪَئُون، روحَ سندن جو رايو.
نِينهَن جي نياپَن چَڙهُ اسان ڪي، محبَن ساڻ ملايو.
ٿيان قربانِي آءٌ تَنِين تَئُون، جَن تان نِينهُن نِباهيو.
اِيندڙِي اُهي جن جي ڪارڻ، ويٺي تو ورهه وسايو.
پيو پِرينءَ وٽِ، هاڻي تُنهنجو، "سچو" ڙي پَنڌُ سَجايو.

## ڪافي

۱۲

جَن لائي توڙِ نِباهِي، آءُ صَدقي وڃان تَن تَـئُون!

شَابس آهي اڪَڙين ڪي، جن وئِي دل ورائي.
ڀَلِي ڀاڄِي ڀريَن ڏَنهُن، اَڄُ اَسان ڏي آئِي.
راتو ڏينهان آهي ئي، واتِ اُنَهن جي وائِي.
ڏيهاڙِي ڏسَڻ سان، مَحبت آڳ مَچائِي.
ووءِ ووءِ وائِي واتِ ۾، "سچوءَ" آهي سَدائِي.

## ڪافي

### ١٣

سُهڻي سَچَڻَ سان نِينهڙو لايوسي!

وردَ پَڙهِيَم تي وچَ ۾، اَديون ڙي، آڏو عَشق آيو سي.
سَيِ وساريئين ڳالِهيون ڏسڻ سان، اديون ڙي، ڏاڍو پُور پرايوسي.
ٻَن وجِهي ٻيون ڳالَهڙيون، اديون ڙي، ڳليءَ ڳليءَ يارُ ڳايوسي.
اول وقَت عجِيب جي، اديون ڙي، اِنَهيءَ گُهورَ گهايوسي.
”سَچوءَ“ سَوَ مبارڪان، اديون ڙي، چاهَؤن سِرَ تي چايوسي.

## ڪافي

۱۴

شوريدن ڪَئُون حال،
پڇج وڃِي پوءِ هوءِ ۾.

مجلس وڃج اُن جي، تان ڏسني خاص خيال.
اَگهه لَهج اُن جي، تان تو وڙ تَڙ آهي وصال.
ورقَ وسارج وڃَ جا، تا فارغ ٿئين في الحال.
عقل اُڇلج آبَ ۾، تا بِرهُ ڪَرئي بيحال.
جي تون وسهين وسيلا، هي ”سچو“ سَچ سوال.

## ڪافي

### ١٥

ساري ڏيھُ نہ ڏي ڙي،
پانھنجِي دل سَمجھ سَنيالين.

ڳالھ پُڇين جي پرينءَ جي، حَرفے حالَئي جا ھِي ڙي.
اُچل نہ تِڪر پِتَر جان، نِينھُن پاڻَ ئِي سان ني ڙي.
ھاريُون، انھيءَ حالَ جو، قُربے سُڃاڻن ڪي ڙي.
پاڻھين آھِن پَڌرا، ”سچو“ سالِڪ سي ڙي.

## ڪافي

### ١٦

تُنهنجي حُسن ماريا، سوريءَ سي سنياريا، اِنهيءَ ڳالهه
ڳاريا،هزارين هزار!

اُهي يارَ آيا، نيزن جي نِوايا، نِيئي سِر سلايا،
تنهين تو اگهار.
جَنهِين موج آئي، تَنهِين سُڌِ سَيائِي، ڪيهي ڳالهه ڪائي،
لنگهيا شهسوار.
ڪَمر جا ٻَڌائون، وري نا ڇوڙيائون، نَئِي سِر ڏنائون،
لاتائون مَيَار.
مَچڻ هَٿ هَٽي سي، اِها ڳالهه ڳَٽي سي، تريءَ سِر ڪٽي سي،
ڪيائون نِثار.
جن موجن چڙهيا سي، لَهرن لُڙهيا سي، ”اَنَاالحقُ“ پڙهياسي،
ڪنيا هِن خُمار.
هِي نعرو هنيائون، ”اَنَاالحَقُ“ پَڙهيائون، نَئِي سِر سَليائون،
تيا گم غبار.
مَئي جا پيتائون، هي سهرا ڳُتائون، وڏي وڪ وڌائون،
پاڙيائون قَرار.

پهلوانَ پاسي، نہ تيندا ڪَڏهان سي، اِها باتِ پاسي،
هَليا حُڪمدار.
مُلڪان مُلڪَ ۾، مَلڪَ ۽ فَلڪَ ۾، سڄو سيءِ خلَقَ ۾،
پَئي هيءَ پَچارَ.
منجهئُون حُبَ هلياسي، مَاري چوٽَ چلياسي، وجي رنگ رلياسي،
تَنهين هِي تنوار.
اِها اعتباري، سُوري جَن سواري، عجب خوشي خُماري،
ڪُنِن جِي قَطارَ.
نِشانا کوڙيائون، مُنهن نا مُوڙيائون، پِئي هَٿَ پڌائون،
ڪُنا قُربدار.
تِي مَنصورَ مَستِي، ڪيَئين گُم هَستِي، هَنيائِين دو دسَتي،
تپش جِي تَرار.
تي شِبليءَ شابس آءِ، سُورن جي سَراپاءِ، ڏِکيائين لِڱن لاءِ،
وجودَئُون وسار.
مُلا سو قاضي، کڙي کيائون بازي، منجهن گنؤ غازي،
کڙا ها جونجهار.
هنيئين پير جَنهن تي، ڏنٽين سِرُپي تنهن تي، نہ سُڌ هي سين تي،
تِئين سَچُ سچار.
"سچو" سِڪَ تَنهِين جي، جذبَ جاءِ جَنهِين جي، نہ پرواهہ کنهين جي،
رکي نِي سنيار.
وڃي سِر پچائون،"اَناالحق" واٺون، اهو سِر سُچائون،

آٽيو اِعتبار.
هنيائين هَڪل هِيءَ، وئي تان شڪل هيءَ، نہ حاجت عقل هيءَ،
جَليا جلوه دار.
ڏنئون مُنهن مَتاري، نہ ڪاڏي نهاري، ستيو سِر سچاري،
دليون دوستدار.
سچي ڳالھ ڪيائين، نہ ڪوڙي چيائين، نِباهي نينهن نيائين،
ڪارڻ هڪ نظار.
باهِن ۾ وڌائون، پوءِ لهرين لوڙهيائون،”اَناالحق“ پڌائون،
تي هَي هي هونگار.
پِي بغداد سارو، مڙيو بَهت پارو، منجهن نَر نعرو،
هٽي هوشدار.
”سچو“ عشق ايندئي، اچي ڏاڻ ڏيندئي، ”مَن وَ مَا“ نِيندُئِي،
ڪَندُئِي گل بهار.

## ڪافي

١٧

هـٿئون پيتو مون تان پير مُغان جي، جام شرابون شوري.

دَور ڪارائي دل ڪي ٿو، چشمان ڪيفء ڪَڪوري؛
اصل ڪَئُون منصور جو اُنهيءَ، ڪاٿيو ڪنڌ ڪوري؛
نشي منجھ نواز ٿي، گھوريون هي سر گھوري؛
جنهن ساقيءَ سُرڪُ پياريو، آءُ ڪيئن پُڄان تنهنجي ٿوري؛
پِنهان ڪيائين پاڻ ڪي، چِٽ "سچوءَ" جو چوري.

## ڪافي

١٨

مونکي آهن ياد، مِٺيون تنهنجون ڳالهيون ڳالهيون!

هي نماڻي ڏوهن هاڻِي، دوستہ پهچائين داد؛
پرين پنهنجي پار جو، عشق ڪرين امداد؛
”سچو“ آهي اوهان جو، تَنهن جي دوستہ ڪريو دل شاد.

## ڪافي

## ١٩

مين ماري،
محبت تنهنجي ميان!

ورتم دڳ درد جو، تنهن سيءِ ڪيا واٽ وساري؛
گِلا ۽ غيبت جي، سِر تي ڪنيم ڪاري؛
چند اُپري آئيو، ويئي سيءِ اَنڌاري؛
مِڙني مِتِياڻن ۾، نِينهن ڪئي نِرواري.

## ڪافي

### ٢٠

جا چوڻ جيهي ناهه،

سائي ڪيئن چوان؟

ڳجهي آهي ڳالهڙي، ڪنهن ڪَل نہ آهي ڪاءِ؛

اوڏي ناهه پَروڙ ڪي، ويجهي نہ ويساهہ؛

هُئڙي سُڌ حلاج کي، تنهن سِسي ڪوڏ ڪپاءِ؛

پوڻ آهي اونهن ۾، جتي هوءِ هواءِ؛

”سچو“ سِر نہ سَلڻ جو، سو تان سيءِ منجهاءِ.

## ڪافي

### ٢١

جنهن دل تي آهي جوش،
سا دل سورن سان سنري.

آءُ هڏ گهوري اُن تَئُون، جنهن تي جوش خروش؛
ڳالهه ڳرهڻ ڪهڙي، خلق اڳئُون خاموش؛
اثر اُهي عشق جا، اول وڃائي هوش؛
سالڪ سُک نہ سرها، گوندر ڏي ڪن گوش؛
”خَلَقَ الْاِنسَانَ عَلٰى صُورتِہٖ“ پادشاهي پوش؛
”سچوءَ“ سوريءَ وڃاڻا جي، مَي ۾ ٿيا مدهوش.



# سسئي

## داستان پهريون

١

ناهي ويچاريءَ وَسُ، جو ڪَري ماڻ پَئِي رَهي؛
ڪَنهِين چَنِ نہ ڇڏيوم، سندو گورَنِ گَسُ؛
ڏونگر منجهان ڏَسُ، پوندم هوتَ پُنهونءَ جو.

٢

وَيُم لالَنُ لوءِ، هِيءَ اَٿاسِي ننڊ ۾؛
پُليءَ هيئن نہ پانئيو، پيو پروڙڻُ پوءِ؛
هوتُ وَتِم جي هوءِ، تا سُکَ گُذاريون ڏينهڙا.

٣

منهن ڏيئي آيام، جبل جهاڳڻ ڪيچ جا؛
طعنا تهمتَ لوڪ جا، سِر چَڱا چايام؛
پَتَ پَليءَ پايام، سِهرا سُور پرينَ جا.

۴

هيءَ نماڻِي نال، سنگتَ نِجو ساٿيو!
ايندي پُٺيءَ آن جي، جيهي تيهي حال؛
هِنَ ڳولیندڙ جي ڳالهہ، ڪا هئي هوتياڻِن ۾؟

٥

رُئڻ زارو زار، راتو ڏينهان آهه مون؛
ڪوڙي ڪان قريبُ ويو، هِنيڙي مَنجهه هزار؛
هن گوليءَ جي گُفتار، ڪا پُڏيَوَ پاروچن ۾؟

٦

وڃڻ ذوق ضرور، هِن ڪاهِل آهي ڪيچ ڏي؛
ڏسان شال اکين سان، هوتاڻو حُضور؛
منهنجو ڪو مَذڪور، پُڏوَ پاروچن ۾؟

٧

سرتيون سڪ سبِيلَ، اَندر منجهه عجيب جِي؛
راتو ڏينهان تي ڪريان، زاريون منجهان زِيلَ،
هن ڪمينيءَ جي قِيلَ، ڪا هئي هوتياڻن ۾؟

٨

پِرين ڏيئي پُور، ويا ويچاريءَ کي؛
تنهن دنيا جو دُور ڪيو، سيو شوق شعُور؛
هن مُئيءَ جو مذڪُور، ڪو پُڏوَ پاروچن ۾؟

٩

ريءَ ڪر تنهن گولي، آهيان آرياڻيءَ جي؛
جو ڏنائون ڏِيل کي، سو جهليم ۾ جهولي؛
هن ٻانهيءَ جي ٻولي، ڪا پُڏيوَ پاروچن ۾؟

١٠

ساريون پڇي ساٿَ، سنديون ڪيچن خبرون؛
هيڏي اچڻ جي هئي، ڪيچِيڙن کي ڪا تہ؛
منهنجي ڀي مَصلحات، ڪا ٻُڌيَو پاروچن ۾؟

١١

لَڪين ڏيئي لَتے، پاڻ ئي ڪريان پڌرو؛
سارو وندر وُوڙيان، جيڏيون ڪارڻ جتے؛
منهنجي ڪا مَصلِحَتَ، هئي هوتياڻِن ۾؟

١٢

ڪري ساٿَ سوال، تہ ڪيچن جي ڪا ڪَل ڏيو؛
جا چڏيائون چِپرين، موتڻ تنهن مجال؛
هَي هَي آرياڻيءَ ري، هھڙا ٿيڙم حال؛
سندي هِن سنيال، ڪا هئي هوتياڻين ۾؟

١٣

راتو ڏينهان رَتے، اوتڻ آيم اُن ري؛
آيل عشق عليل ۾، شال نہ پوي قَطُ؛
جبل سيے جهاڳي وجي، جيڏيون ڏسان جَتےُ؛
هِن مُئيءَ جو مَتےُ، پوي مذڪور پرين ۾.

١٤

اَثر ڪيو اَفسوس، مُئيءَ جي مِرُن کي؛
جُودَ تنهين جي جوش، سارو روح رتيون ڪيون.

١۵

گوندر گذاريام، سي تان پيلا ڏينھڙا؛
سپي ڪنھن ساعت سپرين، تي صحي ساريام؛
ھي ڪشالا ڪاريام، ساعت ھڪ سمھڻ جي.

## ڪافي

### ١

ڏونگر آهي ني ڏَسُ، ميان، هاريون منهنجي هوتَ جو.

هلان تہ هلڻ نہ ٿئي، ناهہ ويچاريءَ جو وَسُ؛
راتيون رهڻ روهہ ۾، ڪاڪِيون آهي ڪَسُ؛
ڪِيَڙو عشق عجيب جي، هِنيَڙي منجهہ هَنبَسُ؛
آهي عجيبن جي، "سچو" سِڪ سَرسُ.

## ڪافي

### ٢

منهنجو، پانڌيئڙا، پِرينءَ کي ڏيج هي نياپو.

ڏيئي باهہ ڀنيور کي، هيءَ ڪيچ ڪندي ڪاپو؛
اَصل لاڪُون آهي، منهنجو ساٿن سياپو؛
آهي اوهان جو سپرين، هن چوريءَ تي چاپو؛
منهنجو محبوبن کي، ڀيو ڏيج نہ ڏوراپو؛
سدا آهين "سچوءَ" کي، تون جيءَ جو جياپو.

## ڪافي

٣

پري تين نہ شال، پرين پاڙيچا پرڏيهي!

ساڻن تيس نہ سنگتي، هَي هَي هھڙي حال؛
جَتن ڪِيرڙم جيڏيون، جتنِ سان مون جال؛
دوستن بنا ديس ۾، جيئڻ منجھ جنجال؛
ڪنهن در ڏيان دانهڙِي، هو جي ڪُهي ويڙم ڪال؛
ڪوڙين ڪَيَرڙم ڪيترا، اُنهن ڪاڻ ڪشال؛
سي ئي "سچو" آئيا، جن لَڳي وجهايم فال.

## ڪافي

۴

پينر هي پنيور، اَسين چڏي ويندا سون!
وس نـ آهيان پانهنجي، پلو ميان، پورن ڪِيَڙو پور،
هِتي رتي نـ رهنداسون.
جاءِ عقل جي ناهه ڪا، پلو ميان، عشق ڏيکاريو هتي زور،
اُهي وٺي ويندا سون.
پورهيو ڪَنديَس پِرَ جو، پلو ميان، چَڏي ٻيو تَڪَ تورُ،
اَسين جا ڪي جِيندا سون.
ڪاڪِيُون وَجي ڪيچ ۾، پلو ميان، لا هي هِنئين جو هورُ،
ڏُکَ ڏوراپا ڏينداسُون.
”سچو“ ڏني سَجَڻَن، پلو ميان، شوقَ مَچايو شورُ،
تَن جي پکي پَهنداسُون.

## ڪافي

۵

آهي ويچاري ڪا وَسِ، ميان، توکي معلوم مِڙيوئي!

ويٺِي آهيان واٽ تي، گولِي ڪَجو گَسِ، ميان.
سارو وِندُر ووڙيان، ڏاها تُنهنجي ڏَسِ، ميان.
ماٺهو شَهر ڀَنڀورَ جا، رُوحَ نـ اَچَن رَسِ، ميان.
"سَچو" پوءِ پِرين ڪَئُون، آهي ڀَنڀوران بَسِ، ميان.

## ڪافي

٦

ڳوٺَ ساري جون ڳَليُون ڳَليُون، وو، نِتُ ڏِسَڻ مون کي آئيون.

رَتَ روئڻ ڪَئُون اُهي اَکِڙيُون، ڪين سي جَهلجَن جَهليون جَهليون.
ڪيچيئڙن جُون وَري قَطارون، هيڏي ٻُڌيونسين هَلِيون هَلِيون.
سي نـ وسرَن ڳالهيون اُهي، يارَ سَجَڻ جي تو سَلِيُون سَلِيُون.
چاڙهيئي اَسان تي دردَ فِراقَ جون، ڇُوه ڏاڍي مَئُون ڇَلِيون ڇَلِيون.
روز اَزل کَئُون ڪيو "سچوءَ" سان، يارَ ڀَلا، ڪيئِي ڀَلِيون ڀَلِيون.

## ڪافي

٤

هوت اچج هت هاٹين، پنهنجا ڏک ڏَسيندس، ميان.

دوست اوهانجِڙي آهيان، ميان، سائين لڳي سُڃاٹين،
پاڻ گولِيَن گَڏينديس، ميان.
تون تان صاحب سُپرين، ميان، هيءَ نانءَ نماٹي،
توکي سائين سڏينديس ميان.
پَڪا پَڪن سامهان، ميان، آرياٹي مون آٹي،
توکي اوڏا اڏينديس، ميان.
پُني‍ءَ لڳس تانهنجي، ميان، حُبَ مَنجهؤن هوتياٹي،
آءٌ ڪا پاندُ چڏينديس، ميان!
سچو اُوتي سپرين، ميان، پِنبٹن مان پاٹي،
ڏک ڏورايا ڏينديس ميان.

## ڪافي

٨

هوتَ پِرين هڪواري، مُونکي اچي مِلج، ميان!

ڏونگر ڏورَڻُ مون نہ ٿئي، ميان الا، آءُ اوري تون آري.
ڳِچيءَ پائي ڪپڙو، ميان الا، زور ڪرينديس زاري.
جا اوهانجڙي ڪونجي، ميان الا، سا تو ڪيئَن وساري؟
هيجؤن ڪنيم سر تي، ميان الا، بارُ برھ جو باري.
ويٺي ڏسان واٽڙي، ميان الا، مونجھ اَوهان جي ماري.
”سچوءَ“ سندو سچٽا، ميان الا، ٿيو فراقُ فراري.

## ڪافي

٩

آيَس آءُ ڪي اوڏي، جھاڳيا مون تان جبل جالَ!

جي مون وِسهَو جيڏيون، آهيان ڪيچِن جي آءُ ڪوڏِي.
حُبِ جنهن جي هوت ڪي، درد نہ بِئي ڪَنهِن ڏوڏِي.
ڪيئن ڪريان آءُ ڪاڪيون، هوتُ منهنجو سو هوڏِي.
دَردُ جنهين کي دوست جو، لَڪَن سَا نا لوڏِي.
سيٹن خاطر سُڄ ”سچو“ ڙي، ڳاھُ ڪنديس بَڏي ڳوڏِي.

## ڪافي

۱۰

وِيَڙا جي وٽڪار، اجا وري ايندا سي!
ڪي ڏينهن پهچڻ ڪيچ ۾، قصد ڪندا ڪوهيار،
اَسين ڪاڏي نہ ويندا سي.
پوءِ منهن رکي جيڏيون، پاٽؤن ڇاڻِي هِن پار،
اَسين ڪاڏي نہ ٿيندا سي.
آيا ڇاٽي سپرين، جيءَ نِي پيڙو جار،
نينهن نيبَهُ نينداسي.
هاٽي "سچو" مون ڪَئُون وسري، ڪِتڻ واري ڪار،
اسين جا ڪِي جينداسي.

## ڪافي

١١

اُهي ڪـهڙي طرفے ويام، آۓ ڳوٺـ رَهِيس سَيے ڳولي!

عشق تہ عاشقن جا، ميان، اَکين تي ٻڌام،
هاٿي توليۓ مَون سو تولي.
ڪوڪان چڙهي ڪوهَ تي، ميان ڪيچئڙن ڪيام،
هاٿي چوليۓ مَون سو چولي.
ڏوريندي مون ڏونگرين، ميان، سرتيون سال ٿيام،
هاٿي رمز لڌي مون رولي.
"سچل" آۓ تان ناهيان، ميان، ساري سُڌ پيُام،
اِتي پاڻ ٻاروچل ٻولي

## ڪافي

۱۲

واٽ وندر جي ڪو ڏَسي، وو ڏسي، مون کي جيڏيون!

سپريان جي ساٿ جا، آهيون سو عاشق اَسي، وو اَسي.
سُڌ تنهن کي سُور جي، چام پُنهون جا پَسي، وو پَسي.
وهان ڪيئن پنيور ۾، خانُ ويو دل کَسي، وو کَسي.
پِريان سندي پار ڏَهون، مانَ ڪو رهبر رَسي، وو رَسي.
هيڪند ٿيان جي هوت سان، هينئڙو منهنجو هَسي، وو هَسي.
سِر "سچوءَ" جي سانوڻ وانگر، بِره جو بادل وَسي، وو وَسي.

## ڪافي

۱۳

ناهه ويچاريءَ جو وس نِي، توکي معلوم مِڙيوئي، ميان!

آهي هِن ڪميٽيءَ کي، ميان، ڏونگر سندو ڏَس نِي.
ڇڏي ڏونگر ڏاڪڙو، ميان، ويڙهي اسان جي وَس، نِي.
حالُ هِن جو هِيٺو، ميان، پاڻ پنهون اَچي پَس، نِي.
ٻاروچاڻِي جاتِ ۾، ميان، تون سانول آهين سَرس، نِي.

## ڪافي ١٤

مون وٽ هو مهمان، پلو جيڏيون، اَچا ڪالهه قافلو!

اَتم اوٺارن جو، ميان، آيل ڙي اَرمان.
ڏئِي ڏُکيءَ کي ويا، سورن جو سامان.
جتن سندي جاڳ لاءِ، هَي هَي هيءَ حيران.
ڪندي وڃي ڪيچ ۾، هيءَ برهه جو بہ بيان.

## ڪافي

١٥

صدقي صدقي هي سِر، ميان، آهي ڪوهيارل تَئُون صدقي!

ڪافَے ڪشالا ڪيچ جا، ظاهر پُجهَن ٿا زِر، ميان.
جبل گهايا جوش مَئُون، گهائي ڪِيَڙُوَ گهرُ، ميان.
محبت جي ميدان ۾، گهيڙ ڏسي وڃي گهڙ، ميان.
ويهڻ مون کي وِهُ ٿيو، ترسان هڏِ نہ ترُ، ميان.
جيڏيون جانب جت لاءِ، پَئي پَئي وتَي هِيءَ برُ، ميان.
حبيباڻِي هنج ۾، ڪِيهَ ڪري وڃي ڪِرُ، ميان.
”سچو“ سچيءَ سڪ مَئُون، فاقو ڏسِي نا قِرُ، ميان.

## ڪافي

۱٦

يار توسان منهنجي زاري، آهي سَوَ لَڪ واري، ميان!

وندر جي وڻن ۾، واجهه وجهي ويچاري،
سا تان محبت ماري.
هي تان حال حقير جو، اَچي ڏس آري،
ڪَنيُم برهه باري.
اَزل لاڪُون آهي ئي، يار توسان منهنجي ياري،
پاتم ڳچيءَ ڳاري.
سور تنهنجا سپرين، چُڪِيءَ ڪي چوڏاري،
وجهج گهوٽ نـ گهاري.
آهي هَٿِ حبيب جي، ڳالهه ”سچوءَ“ جي ساري،
ڪندا نِي پوئواري.

## ڪافي

۱۷

پورهيت پاڻيءَ ڏيوئي، خان ٻاروچا تُنهنجي!

حاضر خدمت اَچِي اوهان جي، حال چونديس روئي؛
ساٿي اسان جي سُڌ لهڻ لءِ، ڪڏهن نہ مُڪو ڪوئي؛
قولُ ڪيو هوءِ هوت اسان سان، سائين پورو ڪر سوئي؛
ڪيئن وساري وهان اوهان کي، ڪَئِي تا هڙي توئي؛
طوطي جي ڳچيءَ سَوَ سَلامن، ”سچوءَ“ مُڪا پڻ پوئي.

## ڪافي

۱۸

هوت ڏَهون هاڻي آيُون، مان ڏي خوشخبران جي!

اَچِي اڏيون اوڏڙيون، جاءِ تُنهِنجَڙيءَ جايون؛
چڏي شهر ڀنڀور کي، پير وري ايڏنهن پايون؛
تيون جِيارن جيڏيون، اِهي ويچاريءَ کي وايون؛
”سچوءَ“ سَنديون دانهِڙيون، دوست وري ورنايون.

## ڪافي

١٩

ڙي جيڏيون، هاڻي هوت ويا جي، وو، سي موتي مانَ اچن!

دعا ڪريجو جيڏيون، پَري نہ هوتَ وجن؛
سِگها موٽَن پوئتي، اچي ويڙهي هِن وسن؛
وجي ڪيچ وٽن ۾، پورهيائِت پُڇَن؛
ڪيچي ڪميٽيءَ جي هُت، ڪَچي شالَ نہ ڪَن؛
”سچو“ اَصلئون آهي، سرتيون سَڳ سندن.

## ڪافي

### ٢٠

يارَ ساٿيو، ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان...

پلو ڙي ميان، ڪيچن جي، وو، ڪَلَ مونکي ڪائي ڏيجو.
هيءَ نماڻي، وو، وَر وڪاڻي ميان، نال نباهي نيجو.
ڪيم وساريو مُئي نہ ماريو، ميان، چوري تان مَ چڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن ايندا، ميان، لوڪئون تان نہ لڏيجو.
آءٌ اوهانجِڙي اصل آهيان، گولِي ساڻ گڏيجو.
جنهن ويلي، وو، هلو اِتاهون، ”سچو“ نانءُ سَڏيجو.

## داستان پيو

١

ڪوڙيين قرباني، ٿيان هوتَ پنهونءَ تان؛
ساهه سِري صدقي ڪريان، سندن مهماني؛
هي جوڀن جواني، ٿي اَجائي گذري.

٢

جبل جالون جال، سو مون ڏورڻ نـ ٿئي؛
وڏا وڻ وٿڪار جا، ڪافن ڪوهَ ڪشال؛
هي مون ڏسي حال، پاروچو پاڃهه ڪري.

٣

پاڃهه پاروچا ڪر، مون ٿَرُ ٿيليو نـ ٿئي؛
ويچاريءَ جي ور، ڪر بلوچا بَئبان ۾.

٤

اَچج آري ڄام، ڪو مُنهن موڙهيءَ جو ڪرين؛
مون ڪَٺُون مير مُدامَ، هي ٿر ٿيليو نـ ٿئي.

٥

آءُ تون پنهون يار، ڏسي حال حقير جو؛
هن نماڻيءَ نِڪار، هي ٿر ٿيليو نـ ٿئي.

٦

هن دم آري آءُ، ناهيم حال هلڻ جو؛
مون نماڻيءَ ڪانءُ، هي ٿر ٿيليو نـ ٿئي.

٧

ڏيھ سندو ٿيو ڏور، رھبر ٿيءُ رُڃَن ۾؛
مون ويچاريءَ مُور، ھي ٿر ٿيليو نہ ٿئي.

٨

ڇپر تان مَ ڇڏين، آءُ ھوتياڻي جَتَ ۾؛
ھن ڪميڻيءَ ڪَڏين، ھي ٿر ٿيليو نہ ٿئي.

٩

ھَتان ويل ويام، ڪاڪِيون ھاٽي ڪيئن ڪيان؟
ٿيلَڻ ٿَر ٿِيام، ھاٽي ھوتياڻِن لءِ.

١٠

جي ھئي ڪميڻيءَ ڪَل، تا صبح ويندو ساٿڙو؛
تان مون تنھن مھل، پُرزا پاڻُ ڪيو.

١١

ھَي ھَي ڪارڻ ھوتَ، ڏونگر ڏورڻ آئيا؛
ميان تائين موتَ، ووءِ ووءِ تان نہ وساريان.

١٢

ووءِ ووءِ تان مَ وسار، متان ماٺ ڪري وھين؛
ٿيو پِرُ تنھين پار، جاتي ٻِيو ناھِ ڪي.

١٣

ڪيم وساري ويھُ، ووءِ ووءِ ڪر وندر ۾؛
پيچڻ ڪارڻ پرينءَ جي، پاڙي پيھُ؛
ڏيھ۔ ڏٽيءَ جو ڏيھ، حاصل ٿئي جَتِ سين.

١٤

متان وهين ماڻ ۾، منجھ جلديءَ چُل؛
هتي ويھ نہ، هل، تان ڪِي پچين پنڌ ڪي.

١٥

ويھ نہ وساريج، متان ماڻ ڪري وهين؛
قولُ اهو پاڙيج، هو جو ڪِيڙئي هوت سان.

## ڪافي

١

ويجھا شال رهن، ميان، ڏور لايا جن ڏينهڙا!

سگھا منهنجي سپرين، پکي مان پَهن،
وڏا طالع تَن جا، جَن جي راڄ رهن،
هِن منهنجي حال جي، سِگهَڙي سُڌ لهن،
طعنا ڏيو تَن جا، ڏاهيون سيے ڏَهن،
”سچو“ صدقي تن تَئُون، جي تا ڪيچ ڪهن.

## ڪافي

٢

ڙِي جيڏيون، آءٌ تان پيو نہ ڪندي،
منهنجو پيچ پُنهل سان آهي!

آءٌ جنهين جي آهيان، سو تان مِهَر نہ لاهي!
ڪيو ڪميٽيءَ هوت سچڻ سان، سگُ سِياپو ساهي.
هٿ وجي پَئِي هوت جي، وَس نماڻيءَ ناهي.
سوال ”سچوءَ“ جو اهو آهي، نِينهُن سَندن نيباهي.

## ڪافي

٣

هوندي سيءِ پَرسائِن ساڻ، جيڏيون،
هِيءَ پورهيو بَندِي وجي ڪيچ ڪندي.

ڪالهه ڪالهوٽي سپرين، اچا مون وٽ مهمان.
لڳي ڪافَن ڪيچ جي، پُرزا ڪنديس پاڻ.
اُٺن، اوٺارن تَئُون، آءٌ ڪاڪيون ڙي قربان.
هٽي ويَڙو نڪري، ٻاروچو مون ٻاڻ.
ويهڻ مون کي وِهُه ٿيو، چِيتڪ ڪيڙس چاڻ.
"سچو" سوز فراق جو، ڏئي ويَڙم ڏاڻ.

## ڪافي

۴

پينر هيئن نہ پايون، تہ هوتَ ڪندا هِهڙي!

عشق تا آتش جهڙو، لالن وچي لايُون.
ڏينديس پاروچن ريءَ، پنيور ڪي باهيُون.
سَرتِن سُڌ نہ سور جي، هي تَن وچن تا تايُون.
ڏِئون ڏين تيون ڏِيلَ ڪي، سنديون جتن جايُون.
"سچو" وچن ساڌڙو، چُپ چُپاتِيون چايُون.

## ڪافي

۵

آءُ اڱڻ منهنجي آري، توکي صاحب ساريان تي!

وندر جي نِي وٺن ۾، ميان اَلا، هوتَ مِلِج هڪ واري،
توکي گهٽو نهاريان تي.
پرين وَڙؤ، وو، پانهنجي، ميان الا، دوستَ ڏيو دلداري،
سارو ڏينهن سَنياريان تي.
دوستَ اوهانجي، وو، درد سان، ميان الا، ڳچيءَ پائي ڳاري،
سارو روهہ رئاريان تي.
ڪڏهن ايندين، وو، تون پرين، ميان اَلا، "سچوءَ" ڪج ستاري،
هتَ هنجون ني هاريان تي.

## ڪافي

٦

مون کي هوتن هاڻي، ڪوٺي پنهنجو ڪيو!

جَتي گهڻا ٻيا جڳ ۾ سائين، مُنهنجو هوت آرياڻي،
ڪنديس ڪونہ ٻيو.
لکين پُچن پرينءَ کي، آءُ تان ڪير نماڻي،
سندن نينهن نيو.
جيهِي تيهِي در دوستن جي، عاشق هيءَ اگهاڻي،
سارو ڪم ٿيو.
ڪيائون ڪناري پانهنجي، هيءَ تان پاڻون ڇاڻي،
جڏو جيءُ جِيو.
پرين ڪيو پنهنجو، سچو سڱُ سياڻي،
وڇئون ورهُ ويو.

# ڪافي

٤

پرين نہ ڇڏج ٻئي پار، ساري تنهنجون ڳالهيون رُئان آءٌ!

اَڱڻ آسَروندَ جي، والي ايندين ڪهڙي وار؟
ماري هِن مشتاق کي، ڪانڌ نہ وڃ ڪوهيار.
آهين جنهين تون آسرو، سا ويچاري تون نہ وسار.
نماڻيءَ جي نِجهري، آءُ گهڙي هڪ گهار،
ڪيئي "سچو" سان واعدا، سي پروَر لاءِ تون پار

## ڪافي

٨

شال اوڏاهون ايندا، وٺي خاصيون خبران، خبران!

مون هن نماڻيءَ کي، اچا دلاسا ڏيندا،
پرين پاٺين پاڻ سان، هيءَ گولِي گڏيندا.

محبت مون مسڪين سان، شال نباهي نيندا،
ڏک سک ياڻي سپرين، هن ڏکيءَ سان ٿيندا.

ڪيچي ڪڏهن ڪينڪي، هيءَ ڇَپَر ڇڏيندا،
جيڪي اڳيون پويون، بديون سڀ بخشيندا.

پَڪا پَکن سامهون، آٺي اوڏا اَڏيندا،
ٻاجھ ڀريا ٻاجھ مَئُون، ڪري ”سچو“ سڏيندا.

## ڪافي

### ٩

نتي وٽي ڳالهہ ڪا ٻي، ڙِي جيڏيون، مون کي نتي وٽي!

آءٌ نہ ڪنديس، وي، اهڙي، پلو ميان،
ڪيچن جا مون سان ڪي.
اَوهان مِڙن ۾، وي، مستي جو تيڙس،
پيالو عشق جو پي.
اوهين مڙيئي، وي، عقل واريون،
آءٌ جو بيراڳڻ تي.
”سچوءَ“ پڇاڻا، وي، سپرين، پلو ميان،
ڪوهہ ڪنديس هِتي ڪي.

## ڪافي

### ١٠

اصل اسانجِڙو آهي، ننگ ٻاروچل توتي!
ڇڏڻ مناسب ناهي، ننگ ٻاروچل توتي.

هيءَ ڪنيزڪ ملھ خريدڻ، سگّي نتي ڪو ساهي.
ذرڙو جنھنکي ذوق تنھنجي جو، ڇَپَر تنھن کي ڇاهي.
جيئن هلائين تيئن هلان تي، ڏور وڏي تو ڏاهي.
هيءَ پاڇاڻي پرين سان پرتيوَ، بابھ سنديو توڙي ناهي.
جيھي تيھي يار اوهان جي، ڇڏڻ لائق ناهي.
ٿرين برين يار ٺڪيءَ کي، رس ڪوهيارل ڪاهي.
ساھ ”سچوءَ“ جو در تنھنجي ڏانھن، هَڏ نہ آسرو لاهي.

## ڪافي

١١

حال هلڻ جو مون ناهي، آءُ تان ڪيچ پهچان ڪيئن؟

ناتو نماڻيءَ جو، اَصل توسان آهي،
هيءَ هوت نہ ڇڏ۾ هيئن.
تون تان صاحب سپرين، سگهہ نٿي ڪو ساهي،
ڪر جاني وٽيئي جيئن.
پسي حال حقير جو، آءُ ڪوهيارل ڪاهي،
ڪر ”سچو“ پنهنجي سيئن.

## ڪافي

١٢

متان ڏوراپو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو!

هيءَ ڪنيزڪ مُلهہ خريدڻ، ڪين هٿئون مون ٿيو.
حرفے اسان تي آهہ اصل جو، وقتے ويسرَ ۾ ويو.
پلئي پائي مَديون، پيش پُنهونءَ جي هي پيو.
”سچو“ ڪوٺي پانهنجو، پاڻ قريبن ڪيو.

## ڪافي

١٣

اديون ڙي آهيان، ٻانهي سا ٻاروچل جي!

ڏکيا سکيا ڏينهڙا، شال لالن ساڻ لنگهايان.
هِنيَڙي کي هن جيڏيون، ڪهڙا سور سلايان.
وندر سنديءَ واٽ تي، چاهَؤن سِر چَلايان.
ويهان آءُ ڪيئن ويسَلِي، ويندا چو نـ ورارِيان.
ڪيهي پئي تان ڪيچ ڏٽن ڏي، "سچو" ميڙ سنيايان!

## ڪافي

١٤

ويهي آءُ ڪوهُ ڪندي، جيڏيون ڙي ينيور ۾!

چونديس حال حبيب کي، ڳچيءَ پائي گَندي.
ڪُتي سا ڪيڏي وچي، جا برهـ تنهنجي بندي.
جيهي تيهي حال آهيان، "سچو" صاحب سندي.

## ڪافي

۱۵

چڏي هوتَ حجتَ، ميان ڙي، تيس آءُ نانءِ نماڻي!

اچي مون کي ڪينڪي، چڏي لوڪ لذت، ميان.
وڏو آهي مامري، مون کي تان محبت، ميان.
ويا نِڌر ڪان نڪري، اوٺِي رات اُچت، ميان.
سُورَ تُنهنجا سپرين، رُڳا ئِي راحَت، ميان.
مون کي تيلَڻ آئيا، پيرن سان پَربَت، ميان.
"سچو" سڪ اوهان جي، واڳيو ۾ وحدت، ميان.

## ڪافي ١٦

ٻانهي ٻاروچل جي آهيان، وي آهيان!

پريان سندي پار ڏنهُن، آسرو هڏ نہ لاهيان، وي لاهيان.
صورت وارا سُپرين، آءُ نِماڻي چاهيان، وي چاهيان.
هُو تان سائين، آءُ تان گولِي، سگُ نہ ساڻن ساهيان، وي ساهيان.
ڏينهن لنگهيم هِت ڪيترا، ڪيچ وٽن ڏي ڪاهيان، وي ڪاهيان.
هُئڙ "سچوءَ" جو آهي، تنهين سان، اُنهن ٻاجهون ناهيان، وي ناهيان.

## ڪافي

١٧

ڙِي جيڏيون هاڻي شال ٿئي، منهنجو پاڙو پرينءَ سان!

مان مُئِي تان گھورِي، جاني شال جِئي.
هِنَ تان پُورُ پِرائيو، هاريون هوت وئي.
پاروچي ڪا پاجھ پَئي، هِيءَ تا نالِ نِئي.
سارو مطلب مون تِئو، پُنِيءَ هوت پِئي.
شال "سچوءَ" ڪي سُپرين، ڏوراپو نہ ڏئي.

## ڪافي

١٨

آءُ ڪيچ ڪندِي، وڃي پورهيو پِرينءَ سان، ڙي جيڏيون!

جيهِي تيهِي يارَ سچڻ جِي، چڱِي توڙي مَندِي.
آءُ تَنِين جِي آهيان، بِرهَ جَنِين جِي بَندي.
چوندِيَس حالُ حبيب ڪي، ڱچِيءَ پائي گَندي.
اڻ مُلِه پانهي آهي، سيَّ پَر سائِنَ سَندي.
"سچو" ساريائِي دلڙي، رَمزَ تَنِين جي رندي.

## ڪافي
## ١٩

ڙِي جيڏيون، آءٌ تان حال پُنهل سان ڪندي!

اصل لاڪون آهيان سائين، بَلوچاڻي بَندي.
وَسُ ناهم وارَ جو سائين، آهيان سائِن سَندي.
ڪَندي وچِي ڪيچ ۾، دانهون سي درد مَندِي.
سُڌ لهندا سي وري، بِرهَ جَنين جي نِي بَندي.
”سچو“ اَڳئؤن سچٽين، ڳچيءَ پائي گندي.

## ڪافي
## ٢٠

سارو ڏينهن روان ري، هيس جيڪِي هوت پنهونءَ سان وعده!

پُڌڙ وارو ناهه ڪو، جنهن کي حال چوان، ري.
قاصد اچي ڪو اوڏانهون، پيرين تَنهن پَوان، ري.
ڏکايو تان ڏيل کي، اَديون اڄ اوهان، ري.
اُنهن پاجهون سَرتيون، نِت نِت سورَ نوان، ري.
ماريُون محبوبن جي، طلب ناهي توهان، ري.
غرض نہ رکان لوڪ جو، هِڪُ سائين هُئن سَوان، ري.
”سچو“ پاجهون سوزَ جي، پيون لاتيون ڪين لَوان، ري.

## داستان ٽيون

١

ڏکن مَنجهان سُکَ، مُون تا لَڌا جيڏيون؛
ڏورينديءَ کي ڏُکَ، سُونهان ٽيڙا سَچُٽان.

٢

هَنِ سَهانگا سُکَ، جي ساري عالم آئيا؛
ڏور مهانگا ڏکَ، جي ورتا وِرهه وارئين.

٣

سينڌيون جي سُکن، تنين گوندر گهوريا؛
ڏنم ڪاڻ ڏکن، هي سِرُ سارو سَٽِ ۾.

٤

سُکِيون ڪوهه پُڇن، سنديون ڏکن خبران؟
سي هِن وهانءِ وڃن، ڏِيل ڏکايل جن جا.

٥

ڏکيون پُڇن ڏکَ، سُکيون پڇن سکڙا؛
هن کي حاصل جو ٿيو، جيڪي منجهان جُکَ؛
نينهن وارن جي نُکَ، لِڳي لوريءَ وارئين.

٦

گوندر ڪيئن گهوريان، جنهن ڪيَس سينڌي سچٽين؛
جان تِڪ پئي توريان، تان ڏکَ موچارا سُکَ ڪَئُون.

٧

جي گوندر گوشِ نہ ڪن، کُھ پيون سي سرتيون؛
جَن سنگتے ساڻ سُکن، سي پاڻئون هوتَ پري ڪيون.

٨

گوندر گھمي جي لهان، تان سُکے سَوين ساڙيان؛
آءُ پُڻ ڪيئن پاڙيان، ڏکے سکن سان سرتيون.

٩

جنين گوندر گوشُ، آءُ گھڻو تَنِ نهاريان؛
جال انهن ۾ جوش، سدا آهي سرتيون.

١٠

جي سارو پُچان لوڪ، تا گوندر وارو نہ لهان؛
هھڙو پَلو توڪُ، ڪهين ياڳے پرائيو.

١١

گوندر ڏينهن گذار، جان تون جئين جِندڙا؛
سو ئي عهد پار، جو ئي ڪيُئِي پرينءَ سان.

١٢

سُکن واريون سَوَ، ڪا ڪا ورهُ وارئي؛
ترتے انهيءَ کان تَوَ، پڳيون آتڻ واريون.

١٣

آتَڻ واريون آئيون، ٿيون آتَڻُ اُجارين؛
جي گوندر گذارين، آتَڻُ تن اوڪ ٿيو.

١۴

سارو لوڪ سُکن، پوءِ رهايو پرينءَ ڪئُون؛
ڏسو واهَ ڏکن، هوتُ وهاريو هنج ۾!

## ڪافي
### ١

سرتيون منهنجو ساهه، هاڙهي سي هوت وٺي ويا!

ڪون ڪميٽيءَ جو ٿئي، هاديءَ ري همراهه.
پينر هن پنيور ۾، آٽيندن الله.
هَنڌئُون جنهين هوت ويا، روئي چمان سو راهه.
پرڏيهين تي ناهه ڪو، وريتيون ويساهه.
آهي رفيق رُڃن ۾، سندو سوز سپاهه.
ناهيم ٻئي ڪنهن لوڪ جو، پاڙيچون پرواهه.
معافي "سچوءَ" ڪي سي ڪندا، جيڪو ڏوهه گناهه.

## ڪافي
### ٢

اَچي ڪون ايڏاهون، ماٺهو شهر پنيور ۾!

منهن ڪري اُنهينءَ پار ڏي، ميان، ويٺي ڪيم اَلاهُون.
ڏسي حال حقير جو، ميان، اَچن منَ اَڳاهُون.
ڪو پَلُ پاچاٽيءَ ڪئُون، پَري تي نـ پَراهُون.
تَر تَڪائِي آهيان، ميان، پَڪا اَڏِج اوراهُون.
سُٽِي موت "سچوءَ" جون، ميان، آرياٽي آهُون.

## ڪافي

٣

وٺي ٻاروچي ٻولي، سدا تان ساھ منھنجي ڪي.

هُئي پناھ ۾ يار سڄڻ جي، ٻاروچي جي ٽولِي.
ٻاروچاٽي ذات جي، گولن جي آھيان گولي.
ڪاڪيون ويندیس ڪيچ ڏي، ڏونگر پايان ڏولِي.
”سچو“ سامَ اُنھيءَ جي، آھيان عيبن اولِي.

## ڪافي

۴

ڪي ايندا، هيڏي ايندا، اَلو، وھنيان ٻاروچا!

ساٿي مون کي سچ چؤ، دوستَ دلاسو ڪو ڏيندا؛
هوندا ڪي مون وٽ هميشه، وري ڪي پوئتي ويندا؛
هيڪَندَ شھر ڀنڀور ۾، ساڻُ ٿَڪِي اچي ٽيندا؛
ٻاروچا سي ٻاجھ پَئِي، آءٌ چگّي ڪي چيندا؛
سُور ”سچوءَ“ جا، سرتيون، نال پنھنجي ڪي نِيندا؟

## ڪافي

۵

اِڙي جيڏيون، مون کي ڇو ٿيون پرينءَ ڏَنهُن جهليو!

ويهان ڪيئن پنيور ۾، جو روحُ اُنهن سان رليو.
ساٿُن ٿيندس سنگتي، جو هوت هاڙي ڏي هليو.
پِريان سندي پارَ ڏنهن، پاڙيچُون نا پَليو.
سچڻ سارو پانهنجو، سِر ”سچوءَ“ کي سَليو.

## ڪافي

### ٦

پانڌي، دلاسو ڏي مون، ايندا آرياڻي ڪي اوڏا!

آڏيءَ رات جو، وو، ڪيائون سانياهو، حال ڪيا تَن هي مون،
ويا تا تِرڪي توڏا.
ڪيو قبول، وو، پُنهونءَ ڪارڻ، ڏک سوين نِي سي مون،
لَڪ ڏئي لڪ لوڏا.
محبت ڪئُون تان مُنهُن نہ موڙيان، پرزا ٿيان هِت جي مون،
گَسي وچن توڙي گوڏا.
سر تان صدقي، وو، آهه "سچوءَ" جو، ڪاڪيون چَون هِت ڪي مون،
درد ڏيندو سو ڏوڏا.

## ڪافي

٧

آءُ وڃان تو تئُون گهوري گهوري، ميان!

ڏونگر رهيس ڏاڪڙا، تنهنجي ڪارڻ ڏوري ڏوري.
تو ٺڪائِي، وي، آهيان، اَچج آرياڻيءَ تون اوري.
پلا هن پنيور ۾، تِر نه رهنديس توري توري.
مون کي وڏو مون پرين، جهٽڪ اوهانجڙيءَ جهوري جهوري.
"سچوءَ" جو ني سُپرين، هِنيَڙو نيو هي هوري هوري.

## ڪافي

٨

پيو ڪَير حامي منهنجو تيندو، لَکي پاروچَلَ پاجهون!

درد منديءَ جي دل انهيءَ کي، پاڻئون دلاسو ڏيندو.
ڪين ڇڏيندو ڇپرين، سوئي نال نِماڻي نيندو.
اَکڙين سان سَيِيئي ڏسنديون، اڱڻ آرياڻيءَ سو ايندو.
پاڻ پنهنجو يار پيارل، ساڻ غريبِ گڏيندو.
ڏنگاين ڏي ڪين ڏسندو، بديون تان بخشيندو.
مِهرَ پنهنجيءَ ساڻ ڪنهن ڏهاڙي، "سچو" سو نانءُ سَڏيندو.

## ڪافي

٩

آءُ ويندي پُنهل جي پار، ميان، ڌَڪِيس ڪِين ڌَرن ۾!

مون مَن گڏي گوندرين، ڪيچي ڏِيَم قرار.
ذات جتن جي جيڏيون، جيءُ وڏو آهي جار.
ڪندي وچي ڪيچ ڏي، ڪنِيزاڻِي ڪار.
آهي ڪاڻ قريب جي، وڃڻ مون وٽڪار.
پُرڻ اتم پنڌ ۾، دوستن پُٺِيءَ دزڪار.
سارو ڪم "سچوءَ" جو آهي، اُنهن جي اِختيار.

## ڪافي

١٠

اج اهو ساڱِي مون سڃاتو، آهي ڀَڙيون ڀاروچو!

اصل لاڪُون آهي اُنهن سان، هن نماڻيءَ جو ناتو.
اچي ڏنم اوچتو، پيچُ جَنهن مُون سان پاتو.
قِريس قيريدار جان، چاڻ نہ مون هيئن چاتو.
لڌو لحظي هڪ ۾، اديون ڙي اوراتو.
صدقو "سچو" تَنهِن اُتون، عشق جَنهِن سان تو لاتو

## ڪافي

١١

وجي ڏيھ پرين، ڙي ساٿيو، منھنجو ڏجو سنيھو!

اوھان ٻاجھون سُپرين، ڏکيا ڏينھن لنگھن.
ويٺا ڏسون واٽَڙيُن، اگھڙ مانَ اچن.
ڪونہ ورندي تو ڏئي، وندر جي ٻيي وجن.
ڏکيا اُھي ڏينھڙا، جي پاسي کان پِرين.
ٻينر شھر ٻنڀور ۾، شال ٻيرو ڪن.
ويچاريءَ نہ وساريو، جا لڳي ساڻ لَڪن.
جيھو تيھو آھي ئي، ”سچو“ سگھ سندن.

# ڪافي

## ١٢

ڪيچن جي ڪَڏَ ڪاهِ، متان ويهين ڪِين وساري!

ڏسندينءَ ڏونگر چوٽِئين، بَلوچاٽي باهه.
قولِڄ پاڻ فقير ٿي، وندر جي وٽراهه.
ساري شهر ڀنڀور جا، لاڳاپا سڀ لاهِ.
متان ويهين ماڻ ڪري، ڏونگر ڏورج ڏاهِ.
عرض وجي ڪر روبرو، ٻيا ساٿي ڪِيم سَنياهِ.
ٻانهي ٿج ٻروچ جي، ڪو تون سَگهي نه ساهه.
روح رهي هِتي هوت ري، ”سچو“ ڪنهن نه صَلاح

## ڪافي

۱۳

ٻيو ڪير پڇي تو حال منهنجو، خان ٻاروچل ٻاجهون!

تو ريءَ آهيان يار سچڻ، ميان، اُداسي اَهنجو.
جَنهين ڪَهين سان پيچ پاتوسين، غرض رکي سو نہ ڪنهنجو.
خيال اسان ڏي آهي جنهن جو، آءُ ٻيي سو آهيان تنهنجو.
اَسان چاتو صحيح سڃاتو، عاشق آهين تُون اَسانجو.
دروُن پيهِي پاڻ پُڇَندو، آهين "سچو" تُون ڪِي سَهنجو.

## ڪافي

۱۴

اَڪَڙيُن اِسرارُ، مون کي ڪو جو ڪيو، ميان!

اُنهن تان ڏيکاريو، ڪاڪيون ڙي ڪوهيار.
تِنهِين ڏهاڙي ڪيو، بِرهَ بي اختيار.
ڏونگر تو ڏورائي، چشمن جو چمڪار.
ناز نيڻن جو سَرتيون، ووڙائي وٺڪار.
سوز سچڻ جو سَرتيون، "سچوءَ" کي سينگار

## ڪافي

۱۵

يار پُنهلَ پيغامي، ڪڍهن مُڪو ڪونہ مون ڏي!

روز اَزل ڪؤن يارَ اوهان ڪي، منهنجو ساهہ سلامِي.
اَوهين نہ ايندؤ، اَسين ايندا سي، اِها اَسانجي اَنجامي.
پِرين ڏسِجو وَڙَ پنهنجي ڏي، آهن عيب اسان ۾.
جان جُٺي، جان ڪِي، ٿيندي نہ طلب تمامي.
ڳالهيون اوهان جون ٻارڻُ ٻارن، ويندي يون سي ڪين وسامي.
ڏيئِي اسانکي قَٽ فراق جا، ٿئين تون يار آرامي.
درَ اوهانجي جِي يارَ "سچوءَ" تان، مَچِي آهي غلامي.

## ڪافي

۱٦

پوءِ هٿ ڪيئن ڪندي، پاجهون يار جي آءٌ!

پيرين پَوندي پرِينءَ جي، ڳچيءَ پائي گَندي.
وَهي ٿي واڪا ڪيون، نيٽن مَنجهؤن نَدي.
سَيِي پَر سَنديَن آهيان، چَڳّي توڙي مَندي.
دل "سچوءَ" جي سَرتيون، بِرهَ تَهِين جي بِندي.

## ڪافي

١٧

آءُ وري تون تان ويھُ، سچڻ آءُ تان تنھنجڙي آھيان!

آھون عاشق جون سُٽي، چڏ پرين پَرڏيھُ.
پڪي پاچياٽين جي ميان، آءُ پرين تون پيھُ.
اَصل لاڪون آھي ئي، ھِي ڏاھا تنھنجڙو ڏيھُ.
”سچو“ جوني سپرين، آءُ ساري ساٽيھُ.

## ڪافي

١٨

گولن جي آءُ گولي،
خان ٻاروچا، تنھنجي!

آءُ نہ ڪنديس ڪڏھين، ٻانھپ ريءَ ٻولِي.
سُڌ اچي لھ سِگھَڙي، آھيان سا عيبن اولِي.
ھِن ڏُھارڻ جھڙي ڪا، لھندين ڳوٺن مون مس ڳولِي.
نانءُ سائينءَ جي يار سچڻ ڙي، ڪر ”سچوءَ“ سان سولِي.

## ڪافي

١٩

ساڻ سلامت آيو، پکي ٻاروچَل جو.

ڏينهن فراق جا لنگھيا اسان تُون، مولٰيِ سو محبب ملايو.
ميلاپي جو مِهر پِئي تان، واليءَ ورق ورايو.
وَڙَ پنهنجي ڏي پاڙ ڏنائون، ويڙهو هي يار وسايو.
ميرا لاهي اچا ڪياسي، هوتن تان نيهن نباهيو.
ڏيو مبارڪان سيئي ”سچوءَ“ کي، جو سورن اچ سِڏايو.

## داستان چوٿون

١

متان وسارين، ووءِ ووءِ ڪَر وندرَ ۾؛
جي گوندر گذارين، سي تو چڱا ڏينهڙا.

٢

چڱو گوندر غَمُ، جي مون پچيو جيڏيون؛
مَنجهه ڪشالي ڪَمُ، آهي وِرهَ وارئين.

٣

گوندر آهي غَرضُ، جي مُون سُٽو سَرتيون؛
فنا سيِ فَرضُ، ڪري سو سُنتَ سين.

٤

گوندر جن گُذاريو، ڪاتَئُون سي لَهان؟
هڪڙي راتِ رهان، وجي وِرهه وارئين.

٥

گوندر جَن گذاريو، ڪاتَئُون لهان سي؟
حال پنهنجو هي، وجي ڏَسيان ڏکَن وارئين.

٦

گوندر جن گذاريو، آءُ تَنِين گولي؛
هِنيَڙي ۾ هولي، هوندي ڏکن وارئين.

٧

گوندر جن گذاريو، سُورَ پُڇَن سي ئي؛
پِره جِي پيئِي، تَنين مَتي ماتَڙي.

٨

گوندر جن گذاريو، پيهي سي پُڇان؛
اُنهن لَڳے لُڇان، گهٽو آءٌ اُپاٽِڪِي.

٩

گوندر جن گذاريو، آءٌ پکي تن پيهِي؛
وتانئُن ويهي، وتان واسُ وِره جو.

١٠

گوندر جن گذاريو، آءٌ تَنين گهوري؛
سدا مون جهوري، آهي وره وارئين.

١١

گوندر جن گذاريو، مُنهن تَنِين مَشعَلَ؛
ڪا مون پوي ڪِل، اُنهن جِي افسوس جي.

١٢

گوندر جن گذاريو، مُنهن تَنِين مَهتابَ؛
سنديون نِينهَن نوابَ، آهن وره واريون.

## ڪافي

### ١

آڏو ماڻَ اَچڻ، وو، ڏسي منهنجو حال، پَلو!

هو جي ڪيڙم ڪافِ ۾، ڪوهان پَونِڻ ڪَن.
ڪيچڙن جا ڪاڪِيون، تان رهبر واٽ رَسَن.
خبران ڏکن سنديون، اڳيون پاڙ پُڇَن.
ٻاروچان ٻاجه پئي، چڱي آءُ چوَن.
پنڌَ ڪريندي پرينءَ ڏي، مَرُ پُرزا پيرَ ٿِيَن.
”سچو“ پنهنجي ساٿ سان، نماڻِي ٻـ نِيَن.

## ڪافي

### ٢

آءُ ٻانِهن جي سا ٻانهي، آهيان عيبدار، ميان!

عمر سڄيائي ڪوڙ ڪمايَم، بخش اُهو مونکي جاني.
روز ازل کئُون اَبد تائين، آهي ڳچيءَ منهنجي ڳاني.
ڏوهه ڏِنگايون ڏِس نہ منهنجون، محب ڪرين مهرباني.
ڪيئن ”سچوءَ“ جي دل سا دلبر، دوست ڪَيوَ ديواني.

## ڪافي

٣

مون کي نال نئين، نِي، اِهو ڪيچڙَن جو قافلو، ميان!
اگڙ شال اچي، نِي، اهو سپرينءَ جو ساٿڙو، ميان!

پٺيءَ هوت پنهونءَ جي، ميان، هلڻ سان هِنئين، ني.
پُڄاڻان پرين جي، ميان، جِند ڪيئن جِئين، ني.
وڏي ٻاجهه ٻروچ کي، ميان، اُتي چَون اِئين، ني.
”سچو“ چون سُڏير تي، يلو، پوندي مَهِر مِئين، ني.

# ڪافي

۴

مانَ اچن اُهي ڪاتُون، مُئي ويا جي ماري!

سپريان ريءَ سرتيون، آهيان اُباٽي آئُون،
ويهان سي ڪيئن وساري.
پرين ڏِس، وو، پاڻ ڏي، ميان، آهيان ڏُهارڻ آئون،
نيندا سي نال قطاري.
اچي اسان وٽ سپرين، ميان، اديون ڙي شال اوڏاهون،
مانَ ڪو ڏينهن گذاري.
آيا قاصد ڪيچ جا، ميان، اِئين سو مونکان اُتاهون،
يارُ سچڻ توکي ساري.
آڏيءَ رات اُتي ڪري، ميان، جَتَ ويا هُئم جائون،
تائون سا نِتُ نهاري.
هاري توسان هوءِ جي، ميان، ڪي جي قول ڪيائون،
پرين اُهي سيِ پاري.
ويهين وساري وو اِتهين، ميان، هيءَ نِڪار چَيائون،
”سچو“ دوست سَنياري.

## ڪافي

### ۴

ڏاڍو جُدائيءَ جَلُ، ميان، ووءِ، ووءِ، ووءِ،
مون وٽَئُون هوتَ مَ هَلُ.

اَچي ويهُ اَکِن ۾، پاسي ٿيءُ نہ پَلُ.
ڪيچ وٽن ڪم ڪهڙو، ڳالھ سانول اِها سَلُ.
مُئِي ڪان منهنجا پرين، چوريءَ يارَ نہ چَلُ.
ڪري ڪَشالا ڪافي ۾، لڌم ڪوهيارَلُ.
”سچوءَ“ جي ني ساھ سان، هُيا سي رلمَلُ.

## ڪافي

### ۵

ڪندي سا ڪيئن قرار جيڏيون،
جنهن جو جيئڙو جَتَن سان!

وِرهه وارن کي سرتيون، ويجهو آهي وٽڪار.
ٻَڙيون، ٻارو چَل جو، نينهُن لڳم نروار.
محبتڪ ڳِڏي نه لَيي، خرچين لک هزار.
ڏسنديس اکڙين سان، ڪاڪيون ڙي ڪوهيار.
ڇڏي لاڳاپا لوڪ جا، عشق ڪيم اِختيار.
سدا آهي ”سچوءَ“ کي، پينر بره بهار.

## ڪافي

٦

هلان پنهل تو ساڻ،
ساڻ هلي تنهنجي گولي گذاريندس.

ڇُلي پيَس ڇَپرين، سَگهه تہ توئي ساڻ.
ڪوجهي ڪاري هان تنهنجي، پنهل پاڻ سڃاڻ.
توري توريندؤ ڪيترو، محبت وارو ماڻ.
توڙ نباهج تون ڏئي، سهٽا ”سچل“ ساڻ.

## ڪافي

٤

ڳالهيون ڳُڻَ تنهنجا يار سَچڻ، مون کي روز رئارن ٿا!

سِرَ تي سوز فراق جا، باري چاڙهيئي بار، سچڻ،
ايڏانهن نيڻ نهارن ٿا.
منهنجو اندر اَڌُ ٿيو، جانب تنهنجي جارَ، سچڻ،
مونکي ماٺا تنهنجا مارن ٿا.
پرين پاڙج پانهنجا، جي ٿيَڙءِ قول قرار، سچڻ،
منهنجو جيءُ جيارن ٿا.
ماٺهو شهر ڀنڀور جا، مِهٺا لکـ هزار، سچڻ،
مون کي ڏيهه ڪَئُون ڏيارن ٿا.
قاصد چون، وو، ٿيچ جا، تو هُتي سار سنيار، سچڻ،
توکي "سچو" پاڻ سنيارن ٿا.

## ڪافي

٨

ڪنهن کي حال چوان هي،
اَديون ڙي، واويلا، وو!

ڏيرن ڏيئي ڇڏيا، موٽي سور نوان هي.
مهٽا محبوبن جا، ڏنا پاڻ اوهان هي.
سُکَن اُتي سرتيون، ڏيان نہ سور سنوان هي.

## ڪافي

١٠

مون کي دوستےَ ڏنيون دلداريون،
جِيَس آءُ تان، ني، وو جيڏيون!

پاجهه پاروچا تو پوي، سُٽِي ضعيفِ جون زاريون.
سئيون سيئي سچٽن، عاجز جون آريون.
لٽا فلڪ فراق جا، آءُ تا گڏ گذاريون.
توکي تان تِرَ جيترو، وار نہ وساريون.
سي ئي "سچو" آئيا، جن لءِ جهُونگاريون.

## ڪافي

۱۱

مون کي محب ويو ماري،
ڪنهن در ڏيان هيءَ دانهڙي!

سوز تُنهنجو سُپرين، ڪوڪان تو ڪاري.
هوت نماڻيءَ هِنَ کي، ويهُ نہ وساري.
نيو پورهيت پاڻ سان، پنهنجي ڪَڏَ قطاري.
ويو پاروچو نڪري، عاشق هيءَ آزاري.
راتو ڏينهان سُپرين، ”سچو“ سَڳ سنياري.

## ڪافي

۱۲

مون کي آدر ڏي، ميان، سُهڻا ساٿيڙا، ڙي!

وڃي چئج پرينءَ کي، حال منهنجو هي.
پريان سندي پار ڏهُون، قاصد اَچن ڪي.
وعدا پاڙج پانهنجا، جاني ڪِيڙءِ جي.
هو جي ڪَيَو ڳالهڙيون، ساهہ نہ وسرن سي.
”سچو“ سنگت پانهنجي، نانوَ ڏٺيءَ جي ني.

## ڪافي

### ١٣

ڏونگر چو تو ڏکائين،
پير پيادين جا، ميان!

پنڌ ڪرن جي هوت پنهونءَ ڏي،
تن چو روهه رهائين.
اِهو ڏوراپو تيندءِ اوڏاهين،
چو طالِبُ تو ترسائين.
هيئن تو گهرجي عاشقن سان،
ميان ڪا مدد ڪرائين.
ڪر ڪو تورو سگ ”سچوءَ“ سان،
مُحبن ساڻُ ملائين.

## داستان پنجون

١

ڪيچَئُون آيو قافلو، مون ڪَر پُڇيائون؛
ڪَرم ڪيائون، هن مون نِماڻِيءَ تي.

٢

ڪيچَئُون اچي قافلو، مون وٽ ٿيو مِهمان؛
”سچل“ ساري ساٿ جو، هو آرياڻي اڳوان؛
موليٰ مهربان، نِڌر نماڻيءَ تي ٿيو.

٣

ڪيچَئُون آيو قافلو، رات موچاريءَ رُوءِ؛
مڙيوئي خوشبوءِ، ٿيو سارو شهر ڀنڀور جو.

٤

ڪيچَئُون آيو قافلو، ڪٽي ڪتوري بار؛
هر ڪَنهِن هَنڌ هُٻڪارَ، ڪَيَئِين سارو شهر ڀنڀور جو.

٥

ڪيچَئُون آيو قافلو، رُوءِ موچاريءَ رات؛
سنديءَ جَتَن جاتِ، واسيو شهر ڀنڀور کي.

٦

ڪيچَئُون آيو قافلو، ڪٽي عطر عنبيرُ؛
تنهن سَرهائيءَ تاثير، ڪيو ساري شهر ڀنڀور کي.

٧

ڪيچَئُون آيو قافلو، ڪتوري ڪٽي؛
تنهن جي هُبِ هٽي، واسيو شهر ڀنڀور کي.

٨

ڪيچَئُون آيو قافلو، خوب ٿيس خوشحال؛
چگو ڻيَڙُم حالَ، پَسَڻ ساڻ پرينءَ جي.

٩

ڪيچَئُون آيو قافلو، ڀينڙُ منجهه ڀنڀور؛
هيءَ ڪميٽي ڪمزور، پر پرينءَ پنهنجو وڙُ ڪيو.

١٠

ڪيچيڙن مون ڪالهه، دم دم دلاسا ڏنا؛
هَي هي منهنجي حال، جي ويهي هِتِ وساريان.

١١

شال نـ وسرين هوتَ، ڀيو سڀ مون وسري؛
مون کي تائين موت، هئين اکڙين ۾.

١٢

ويُم نکري قافلو، آءٌ متي راهه رهي؛
ٻاروچا ٻَهي، هِتِ تي ورهُ وسائيان.

١٣

ويم نکري قافلو، هاٿي ڪيئن ڪريان؟
ويتي ڏکـ ڏريان، پرين ريءَ پرڏيهه ۾.

۱۴

ويم نڪري قافلو، ڏاڍو ڏيئي ڏُڪ؛
ويٺي ساريان سُڪ، جو هيڪَند هُيس هوت سان.

۱۵

ويم نڪري قافلو، ڪائي نہ پيئي ڪَل؛
سيني اَندر سَل، اَٿم آريءَ چام جا.

۱٦

ويم نڪري قافلو، اَديون آڏيءَ رات؛
پاروچاڻي ذات، ڏسان شال اکين سان.

۱۷

ويم نڪري قافلو، ڪَل نہ مون پيئي؛
حال سندم هيئي، مانَ ٻُڌي پاروچو وري.

۱۸

ويم نڪري قافلو، آءُ مٺي راھ رهياس؛
جيڏيون آءُ جِياس، جي مُنهن پاروچي ڏسان.

۱۹

ويم نڪري قافلو، آيل، چُپ چُپات؛
پاروچاڻي ذات، مانَ مون سين ڪو وڙ ڪري.

۲۰

ويم نڪري قافلو، آءُ پيرين پيادي؛
ٿئي مُون شادي، جي منهن پاروچي ڏسان.

٢١

ويم نڪري قافلو، آءُ پُڻ ڪٺان پيرَ؛
ڏکے ڏيئي ويا ڏيرَ، مانَ ٻاروچو ٻاجھ ڪري.

٢٢

ويتي ورھ وسايان، ڪانڌَ، اچي لھ ڪَل؛
جانِي تنھنجي جَل، منھنجو اَندر اڌ ڪيو.

٢٣

منھنجو اَندر اڌ ڪيو، فَنا ھِن فراق؛
مري تي مُشتاق، ڪا ڪر ور ولھيءَ جي.

## ڪافي

١

مون ڏِي واڳے ورائيندا، سرتيون، سِگَھڙا ٻيلَڙا ڪوھيارا!

پَکا پَکن سامھون، اوري آٽي اَڏائيندا.
پينر ھن ينيور جا، وري ياڻ وسائيندا.
سيئي ڏسنديون سرتيون، روندي ھوت ڪلائيندا.
ٻاچياٽيءَ جا ياٿين، پَکا ياڻ پُچائيندا.
سور "سچو" ڙي، ھوت سان، ھِيءَ غريب گڏائيندا.

## ڪافي

٢

آءُ هَلي ڏس حال، منهنجو پاروچل ڙي، ميان!

راتو ڏينهان روح ۾، تنهنجو خاص خيالُ.
اَوهان پاجهُون سُپرين، ساعت پايان سالُ.
مون تا نماڻيءَ سان، ڪر پلائي پالُ.
سارڻ سِڪَڻُ اَن جو، مون کي مِلڪِ آئون مالُ.
مرشد سارو مَيِيو، "سچوءَ" جو بہ سوالُ.

## ڪافي

### ٣

پڇُون ڪِينَ پِرن، ميان، حال منهنجي جون خبران،
ساٿيو ڙي، پانڌيو ڙي!

آهي ٻاجهه ٻروچ کي، متي مَعذورن، ميان.
ساهه سِڪي ٿو جن لءِ، سي مون کي سارن، ميان.
هِن دم دلاسا ڏنا، سرتيون مون ساٿِن، ميان.
تون هِت ڪهڙيءَ ڳالهه ۾، تو هُتے ياد ڪرن، ميان.
تون جنين جي آسري، سي تو ڪٿي ڇڏِن، ميان.
”سچو“ سَنگتے پانهنجي، مانَ غريبِ گڏِن، ميان.

## ڪافي

۴

ڪيچي ويڙم ڪالهه، آءُ تي ورهه وسايان!

ماڻ نماڻيءَ هِن جي، سِگهِي لَهَن سنيال.
پينر آهي پَنيورَ ۾، جِيَڻ منجهه جنجال.
جَن لِءِ ڏونگر ڏوريان، سي ئي ڏسان شالَ.
آءُ پيادي نہ پُڄان، ڏاڍا ڪافي ڪشالَ.
مون جِياريو جيڏيون، سَندن خوابَ خيالَ.
ساڻ ”سچوءَ“ ڪَنِ سُپرين، پَلائيءَ جا پالَ.

## ڪافي

۵

ٻاروچي لؤن لائِي، وو مِيان، ڪوهياري لؤن لائِي!

ڳالهہ نہ ڳَرهڻ جهڙي، ڏاڍي سُورَ سَلائي.
سرتيون مون سان سُورَ ۾، پينر ڪا نا پائِي.
هِيرَ وٺي سا هانوَ کي، ڏانهُن عَجِيبن آئِي.
سِر ڏيوڻ سچڻ کي، ”سچو“ آهي سَچائِي.

## ڪافي

٦

اُهي ڪاڪيون ڪوهيارا،
اَڄُ اڱَڻ منهنجي آيا!

پيهي پاڻهي آئيا، جَن ڏور تي ڏَسايو؛
هَتئُون جَنِين هِنيَڙو، اَديون مون تي ڪَسايو؛
جَن جي ڪارڻ جيڏيون، مون تي پانڌي پُڇايا.
هُيس جَنِين ڪاڻِ آءٌ، آيَل اُباڻون؛
دل ۾ دردمنديءَ جي، وڏو ورهُ وڌائون؛
پوتيون پَتايَم جَن لءِ، اُهي مولىٰ مِلايا.
وعدا پانهنجا سرتيون، اُهي پاڻهي پاڙيائون؛
نِماڻيءَ جي نجهري، اَچي پَڪا اَڏيائون؛
اُنهن ڪارڻ ڪاڪِيون، مون تي وِرهه وَسايا.
ڪَرم ڪيائون پانهنجو، هاڻي حال ڏسي هيئي؛
وائِي فلڪ فراق جي، هاڻي وچَؤن ئي ويئي؛
”سچو“ گَڏيو سَچَٽا، جنهن تي ڪانگ اُڏايا.

## ڪافي

٧

مُٺا دلاسا ڏيئي، ري سڄڻ مُون ڏي!

دوستن دلداريون ڏنيون، حال ڏسي تان هيئي.
پَسي عيب اسان جا، مِهَر پُنهونءَ ڪي پيئي.
وريو ورق وصال جو، وائي هِجر جي ويئي.
ماريون ملاقات جا، وس ڪيا هم ڪيئي.
”سچو“ سي ئي آئيا، جِيءَ گُهريا هَم جيئي.

## ڪافي

٨

آهي منهنجو سَڱُ، تان پُنهَل توئي ساڻ!

آءُ اوري تون وچ نہ پري، ساهہ وٿي وچ ساڻ.
هوتہ جي ني هلڻ جو، ڪو نہ پيم اُهڃاڻ.
ڇُلي پِيس ڇپرين، سڱ پنهل تنهنجي ساڻ.
لڳو آهي دل کي، ٻاروچل تنهنجو ٻاڻ.
سِر ”سچوءَ“ جو يار اَوهان تَئُون، گهوريَن تئي قُربان.

## ڪافي

### ٩

جنهن جي آهيان عشق اندوهي، تنهن ٻاروچي ڪي ٻاجهه پوي!
آءٌ حال چوندیس روئي، تَنهن ڪوهيارل ڪي ڪَهَل پوي!

سا نہ ڇڏيجو ڇپرين، جا لَعَلن تو سان لوئي.
پِريان سَندي پار ڏنهُن، قاصِد اچي ڪوئي.
سوئي ايندم سُپرين، جانبہ جيءَ جو جوئي.
پورهيو ڪنديس پرينءَ جو، ڳچيءَ پائي اوئي.
سَمَر تيڙم سُڃ جا، حُبَ توئي سان هوئي.
اکيون عجيبن ڏي، بيٺيون جُهڙ جهوئي.
"سچو" سگ اوهان جو، پور وڏا جنهن پوئي.

## ڪافي

### ١٠

آءُ اوهان تَون گهوري، اَڙي ڪيچيو، ساڻ نيجو!

راتو ڏينهان روح کي، آهي اوهان جي جهوري، اڙي ڪيچيو!
دائِم وڌيَوَ دل کي، هِن ڏکَن جي ڏوري، اڙي ڪيچيو!
ويهان ويهَڻ نہ ٿئي، ڏاڍي سا لايَوَ لوري، اڙي ڪيچيو!
ڪرڻ مناسب ناهي تان، ساڻ ضَعِيفن زوري، اڙي ڪيچيو!

## ڪافي

### ١١

مون کي هيئن نہ ڇَپَر ڇَڏ، ميان، اڙي پلو پُنهَل يار!

پرين پاڇياڙي پانهنجي، گولِي گولِن گَڏ، ميان.
تون تان صاحب سُپرين، هِيءَ ڏُهارڻ ڏڏ، ميان.
آءُ اوهان جي آهيان، هُؤن هُؤن هڏ، ميان.
تُنهنجي صاحب سُپرين، شال نہ سِڪان سڏ، ميان.
جايون جانِب پانهنجيون، اکَڙين ۾ اَڏِ، ميان.

# ڪافي

١٢

ڪندي، آءٌ ڪوهُ رهِي رهِي، جيڏيون هِتي هوتَن ريءَ.

اَندر ورھ وٽاڻ ڪَيا، لؤن لؤن مَنجھ لَهِي لَهِي.
ڇڏي شَهر ڀنڀورَ ڪي، ويندِيَس ڪيچ ڪَهِي ڪَهِي.
ڪونهي مُنهنجو ڪوهيارَل ريءَ، سرتيون هِتي سَهِي سَهِي.
قول پاڙيندو نِي پانهنجا، ٻاروچل ٻَهِي ٻَهِي.
”سچو“ گڏيم ساٿي جا، پنڌن منجھ پَهِي پَهِي.

## ڪافي

۱۳

آءٌ ڪِي تان اوڏي آئِي، جهاڳيا مون سي جَبل جالَ.

سَل ساتي ”ڪيچ ڪاتي تيو“، ڪَلَ اَلله لڳي تون ڏي ڪائِي.
اوني ادا ڙي ٻُڌيئي ڪا، وري ورڻ جِي هيڏي وائي.
شهر ڀنڀور ڏي ڀيرو ڪندا ڪو، ڏاڍي اسان سان هوتَ لائي.
اڳڻ تنهنجي، سڻ ”سچو“ ڙي، ميان، جانِي اَچي تو راتِ جائِي.

## ڪافي

۱۴

ٻانَهڻ ڙي پَرڏيهِي، ناهي ايذائِڻُ توکي؛
ناهي واجب پَرڏيهي، ادا، اِيذائڻ توکي!

ڏيندءِ ڏوراپو يار اسانجو، وتِ توئي جي ويهي.
پير ڦيهين تو نِتُ نماڻيءَ جا، ڳالهه ڪريان ٻي ڪيهي!
هيءُ اميد، وو، هئِي نہ تو ڏنهُن، جبل ڪيئي مون سان جيهي.
جيهي ڪندين ڪوهَ! اسان سان، ڳالهه ڪنديس هُتِ تيهي.
”سچو“ سچاتو سنگ توئي کي، آهي عادت تو ايهي.

## ڪافي

۱۵

حيلا ڪيم هزارين، مانَ تِڪنِ مون وٽ رات.

ڪَره قطاري هليا، بودا پلاٽي پرِيات.
آءُ سُتي هو هُليا، توڏن جي ڪيَئُون تات.
سُور ڏنائون سوڪڙيون، ڏک ڏنائون ڏات.
پرين ساري موڪلِي، ڏانهن ”سچو“ سوغات.

## داستان ڇهون

١

مون ڪان ٿئي نـ پنڌ، آري ڄام اَڇيج تون؛
هاٿي ڏي مون هنڌ، پاڻ ئي ڏاري سُپرين.

٢

آريءَ جي اَڇڻ جو، روز نهاريان راھُ؛
آڻيندس اللهُ، مون سِرُ صدقي ڪيو.

٣

آري اَڇين شالَ، نماڻيءَ جي نِجُهري؛
هِي مون ڏسي حالَ، ڪرين غور غريب جو.

٤

گهٽا ڏينهن ٿيا، مون ڏوريندي ڏونگَرين؛
جي مون سڏ ڪيا، سي ٻُڌي ٻاروچا ورين.

٥

ٻڌي ٻاروچا ورين، هِنَ عاجز جون آهُون؛
درد پَري دانهُون، ڪري ٿِي، ڪافن ۾.

٦

جي مُنهُن ٻاروچي ڏسان، تا سَيَئي ٿينَم سُکَ؛
ڏور ٿين مُون ڏکَ، پَسَڻ ساڻ پرينءَ جي.

٧

ڪر پاروچا پاجھ، هِن مون نماڻيءَ تي؛
ويٺي وجهان واجهہ، اوهان جي اَچڻ لءِ.

٨

مون هَٿان پيئي، ڏوهُ نہ مٿن ڪو ڏيان؛
حال چوان هيئِي، هَلي هوتياڻِين کي.

٩

هن ڏکيءَ کان ڏيرَ، وجهي وِٽِ وڏي ويا؛
ڏورڻ هاڻي آئيا، سرتيون سَڀ سُميرَ؛
پُڇي لَهان پيرَ، آيَل اوٺارن جا.

١٠

اتي ويا اوٺارَ، ڪٽي ساٿ سويلَ جو؛
هاڻي اَديون آئِيا، ڏورڻ مون ڏونگارَ؛
ٻيا ٻي هوت هزارَ، منهنجو پيچ پُنهونءَ سان.

١١

منهنجو پيچ پنهونءَ سان، اَزل لاڪون آهہ؛
هاڻي ويهڻ چاهہ، پينڙُ هن پنيور ۾؟

١٢

ڪريان ڪوھ پنيور ۾، پنهونءَ پُڄاڻاءِ؛
سوز چَڪايو ساءُ، ويهَڻ مون وِهُ ٿيو.

١٣

ڪريان ڪوھ پنيور ۾، وَرَ بنا ويھي؛
جيھي جي تيھي، آءٌ تان سندن آھيان.

١۴

ڪريان ڪوھ پنيور ۾، پُڄاڻان پرين؛
وارُ نہ سي ويھَن، جَنِين مَتي مامرو.

١۵

ڪوھُ ڪريان پنيور، ھاريُون بِنا ھوت؛
مون تان تائين موت، ووءِ ووءِ ھَڏِ نہ وِسري.

١٦

گولِن گَڏ گذرانُ، ڪاڪِيون، ڪنديس ڪيچ ۾؛
آريءَ تئي اَرمانُ، مانَ ڏسي حالُ حقِير جو.

١٧

چڱي پنھونءَ چِت، سدا آھي سَرتيون؛
ھوت بنا مون ھِت، ڪريان ڪوھُ پنيور ڪي؟

١٨

شالَ نہ وسرين تون، لوڪ سَيوئي وسري؛
مطلبِ اِھو مون، جو پاڻئون پَري نہ ڪرين.

١٩

ورَ مَ وساريج، هيءَ تان سنديَوَ آهِ؛
وجي ڪيچ وٽن ۾، هيءَ سَتَر ساريج؛
تيتَر مَ ماريج، جيتر توکي نہ مِڙان.

٢٠

ساري شَهر ڀنڀور جي، چڏي لوڪ لذت؛
تو ريءَ ڏئي ڪونہ ڪو، ماڻهو عام عِزت؛
تئي ساهہ صِحَت، جي ڀيهَر ڀاروچا اَچين.

٢١

ڪيو ڪَميٽيءَ ڪَچُ، جو سُتِي سَويلي رهي؛
اُنهيءَ جي افسوس سين، ڪيو مَحبت مَچُ؛
پنهون چام پَرچُ، ناميا نِماڻيءَ سان.

٢٢

تيون هِن هَتاءُ، ڪيئي مُورائون مَنديُون؛
پنهون ڏسي پاڻ ڏي، آسَڻ منهنجي آءُ؛
سانول توريءَ ساءُ، اَچي ماڻهن ڪِين ڀنڀور جي.

٢٣

پُنهون پُنهون تي ڪريان، آءُ پڻ پنهون پاڻ؛
اَديون تِيس اَچاڻ، جو ڪين پروڙيم پاڻ کي.

۲۴

جان پروڙيم پاڻ کي، تا آءُ پنهون آهيان؛
ڪنهين طَرف ڪاهيان، جو طَرف مِڙئي "تُم" ٿيا.

۲۵

پيهي پروڙيوم، تان پنهون پاڻ ئي آهيان؛
پاڻ ئي منجهان پاڻ کي، هيءُ پَڙلاءُ پيوم؛
صحيح ڪن ڪيوم، تہ غير گمان اُٿي ويا.

۲٦

"سچو" ڪج صَبرُ، متي خيال ڪڙو رهين؛
ڪِينو ۽ ڪِبر، پري ڪرين پاڻ کَئُون.

۲۷

ڇَتَہ ڏني ڇُتڪي، سورن سَرسُ سُميرَ ۾؛
سا سَچلي "سچيڏنو" چوي، ڇُوه منجهون ڇُتڪي؛
جا لڪَن منجهہ لُتڪي، تنهن سان حمايتہ هوتہ جي.

## ڪافي

١

ڪيچيڙن جي ڪاڻ، جيڏيون منهنجو جيئڙو جهڄي ٿو!

پريان سندي پار ڏنهُن، اَلله اوٺي آڻ.
ڇڏي شهر ڀنڀور کي، هاڙهي ويندي هاڻ.
روئڻ ڪَٺُون جهلن سي ئي، رئن اَکڙيون اُڪاڻ.
جِيءُ وِڌا ئُون جار ۾، ٻاروچاٽي ٻاڻ.
سِگهو ايندو سُپرين، ڀينر منهنجي ڀاڻ.
”سچو“ آءُ تان آهيان، پريان جي پَرياڻ.

## ڪافي

٢

اوڏاهون جي اَچن، ڙي جيڏيون، اُنهن آءُ ڪيئن نـ سڃاڻان!

پريان سندي پار جيون، ڪيهون ڳالهيون ڪن.
مون هن نماڻيءَ کي، دلاسا تا ڏين.
ساهه منهنجو سرتيون، نيو نياپن.
هي ٻُتے بيراڳي ڪيو، ڪاڪيون ڪيچيئَڙن.
”سچو“ چو نـ سُڌيرُ ٿين، تو هُتے پاڻ پچن.

## ڪافي

٣

پيچي پاھڻ تي پاسي، متان ڏاڍو ڏک پويئي!

پنُھونءَ سندي پار ڏي، اسين تان پنڌ پياسي،
ترس اھو مانَ ٿئيئي.
چو تو سمھين پير مُئيءَ جا، اِگَھين نينھن نياسي،
ڏک ويا ڏير ڏيئي.
سڻ ڙي ڏونگر حال ”سچوءَ“ جو، وندر جي اسين وياسي،
چَڱيان پاڻ ئي ھوتے چوي تو.

# ڪافي

۴

دوست دلاسو ڏجي، ڏاها ڏکوين.

اَول لائي پوءِ نہ ڇِنجي، پرت نباهي نِجي.
پُرجهي ڏسج پرين پانهنجو، هيئن نہ ڪا پُل ڪجي.
ڳالهيون تنهنجيون يار ٻاروچا، راتو ڏينهان هِن هِجي.
ورهَ وارن سان يار ڏهاڙي، ڏک ياڻِي اَچي ٿجي.
قاصد ايڏنهن جا چوَن اِئين مون، هوت اِينديءِ اَج اِجهي.
ڏنگاين ڏي ڏس نہ منهنجي، سيڃ اوهان ڪَئُون ٿو سِجهي.
اَچڻ ڪارڻ هوت اوهانجي، "سچو" فالان وينو وجهي.

## ڪافي

۵

وندر آءٌ ويندياس، وٺي اهو سوز سڄڻ جو،
وٺي اهو پور پرينءَ جو!

پيرن اُتي پِرَجي، ڳوڙها ڳاڙيندياس.
ڪاڻ ڪوهيارلَ ڪاڪيون، جهولا جهليندياس.
آهُن ۽ دانهُن سان، ڪَرڳَل ڳاڙيندياس.
ٻاجهون ٻاروچل جي، ساٿيهُ سارينداياس.
پنهون وٺي تان پاڻ سان، اَديون آٿينداياس.
پاڻ پنهنجو پورَ مؤن، چِنُجن چاڙهيندياس.
سِر پنهنجو سرتيون، گهوريون گهوريندياس.
وٺي مَهار مَيَن جِي، لوءِ ڏي لاڙيندياس.
”سچو“ ٻاجهون سوز جي، ٻيا ورق واريندياس.

## ڪافي

٦

مون کي ميڙين اَلله،
سِگهو آڻي اَلله،
وو ميان ٻاروچا!

اُنهن ڪارڻ ڪاڪيون، وجهان وچاڻان؛
سانول پنهنجو سرتيون، سَوَ ۾ سُڃاڻان.

ٻيهر شهر ڀنڀور ۾، آڻين الٰهِي؛
پيرين پئي تن کي ٿيون، پاڻ ئي صلاحي.

اوڏنهُن آڏيءَ رات جا ڪانگل اڏايان؛
جي پَري آهيان تن ڪَئُون، تان ڀي سَندِيَن سڏايان.

ڪڏهن مُڪو ڪونه ڪو پرين پيغامي؛
اَصل لاڪؤن اُن جو آهي ساهُ تہ سلامي.

ڪڏهن ايندم سُپرين، تي پوتيون پٽايان،
”سَچو“ سوالن سان اُهي ويندا ورايان.

## ڪافي

٧

جي وٽي حُبَ وڃن، ڙي، انهن کي ڪيئن نہ سُڃاڻا!

ڇڏي لاڳاپا لوڪ جا، پِريان پنڌ پوَن.
ڏونگر سي ڏوريندا يون، محبت جن کي مَن.
آيل عاشقن جون، ڪوهان پِيَرَم ڪَن.
اَديون هن ارواح کي، تاسِفَ ڏنو تَن.
”سچو“ صدقي اُن تان، جي وٽي درد وڃَن.

## ڪافي

٨

متان ڏوراپو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو، مون کي!

هيءَ ڪنيزڪ مُلھ خريدڻ، ڪيئن مَتئون مون ٿيو.
حَرف اسان تي آهي اَصل ڪَٿُون، ويسر ۾ ويو.
”سچو“ ڪوٺي پانھنجو، پاڻ قريبَن ڪيو.

## ڪافي

٩

منهنجو سڱ نہ سِياپو، ڪاڪيون ڪيچ ڏٺين سان!

هِتَؤن هَلي اُتَهين، آءُ نہ ڪنديس، ڙي، ڪاپو.
ٻانهي خان ٻروچ جِي، تِيس لاهي لاڳاپو.
شال نہ ڏکيءَ کي ڏين، ڪنهن ڏوهؤن ڏوراپو.
جيڏيون هِنَ مُئيءَ جو، آهي جانب جياپو.
"سچو" سچڻ سان ڪندو، منهنجو مولٰي ميلاپو.

## ڪافي

١٠

يا ٻيلي ڙي، متان مون کي هِتِ ڇڏين!

هِيءَ نماڻي عشق اوهان سان،
هِيءَ محب ٻيلي ڙي، پاڻُ غريب سان گڏين.
ڪنهن در ڏينديَس دانهڙي،
پيارا پرين ٻيلي ڙي، آڻي پَکا اوري اَڏين.
لَهِ "سچوءَ" جي، وو، سُدِ سچڻ سائين،
ساجهر سويلي ڙي، يار تون ايندين ڪَڏين.

## ڪافي

۱۱

ڪنهن لَڳي ڏُونگر ڏوريان، جيڏيون ڙي؛
محب آهي منهنجي مَن، ميان.

”وَ فِيۤ اَنْفُسِڪُمْ اَفَلاَ تُبْصِرُوْنَ“، ڪاڪيون ڪَجو هي ڪن.
اسين توسان، پَري تون قولين، اولانيا هي اچن.
پاڻ سنيالج پانهنجو، پرين اِئين چَون.
اِهڙيءَ اوڏائيءَ ۾، ورهِي مِينهن وَسن.
”سچو“ سي ئي پَري پِيا، جُدا جاتو جَن.

## ڪافي

۱۲

مون کي ماريو مونجهاري، ووءِ ووءِ؛
سانگِي مون سي ئي ڪيا.

سوزُ تنهنجو سُپرين، هِتِ ڪوڪان تو ڪاري.
اُنهيءَ پاجهون سرتيون، هيءَ گوندرَ گُذاري.
ڏاڍي ذات جتن جِي، جي عاشق ويا آزاري.
وندر جي وٽن ۾، تي ڪيچي نهاري.
”سچو“ سپرينءَ کي، تون ويهه نـ وساري.

## ڪافي

١٣

گولِي مانَ سڏين، اُنهن جي نِي آهيان، جيڏيون ڙي!

پکا پکن سامهون، اوري مانَ نہ اڏين.
آريجا عاجِز کي، ڇَپَر تان نہ ڇڏين.
ٻاروچان تا ٻاجھ پئي، گولي ساڻ گڏين.
هُونِ هميشہ مون پرِين، لحظي تان نہ لڏين.
اَصل لاڪون آهيان، هِنئين آئون هَڏين.
اڻ مُلهِ ٻانهي آهيان، ”سچو“ پاڻ سَندين.

## ڪافي

١۴

هِتؤن اُتي تنهنجا هوتَ ويا، تون تان پيي نہ ڪوشش ڪَرين!

پيرَ پُنِن تون نہ ڪٽي، ٻُڏيون سي ڳالهيون ڪرين.
توکي تان نہ ترسائِيو، پاڇياٽي، پَندَ پَرئين.
اُتي ڪر پند پهاڙ جا، متان تون پوئتي ورين.
”سچو“ پُڇج سُپرين، ميان، متان تون تان ٿرين.

## ڪافي

۱۵

پنهنجو ڪيو، هي تان پنهنجو ڪيو، مون ڪي يار پنهل ڪُوتي!

دوستت گڏيو دلجاءِ تي، وچؤن سارو وڇوڙو ويو.
آدر تي ارواح ڪي، جيڏيون ڙي، منهنجو جيئڙو جيو.
رهجي اچي يار سان، ڏاهيون ڙي، اهو ڏسڙَو ڏيو.
اڱڻ آسَروند جي اچي، ميان، لالن پاتو لِيو.
ساهه "سچوءَ" جو سرتيون، نيٽڻ سندي ناز نِيو.

## ڪافي

۱٦

ٻانَهن جي آءُ ٻانهي آهيان،
ٻاروچي جي ذات جي!

ڪِيم جهليو مون جيڏيون، دوسَن جي ديوانِي آهيان.
آءُ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، شاهَن جي ڪا شانِي آهيان؟
اُنن اوٺارن تَؤن، ڪوڙين آءُ قُربانِي آهيان.
جي مون پُڇيو جيڏيون، سورن ۾ ساماني آهيان.
پُڇو "سچوءَ" ڪَئُون سرتيون، مُحبن جي مستانِي آهيان.

## ڪافي

۱۷

تو ريءَ ڳالهڙيون ڪنهن سان ڪنديَس، آءُ ورَ واڳے ورائي!

واٽ نہ وندر جي لهان، وڏيس مونجهہَ مُنجهائي.
سِڪَ تنهنجي سپرين، ڏونگر تي ڏورائي.
هيڪاندي هيءَ حبہ ۾، ويئي ورهہ وسائي.
طعنن شهر ڀنڀور جي، وڌم تَنُ تپائي.
جيهو تيهو سُپرين، "سچو" سَندوَ سڏائي.

## ڪافي

۱۸

پاروچا پَئيوَ پاڄهہ، ڇَپَر مون کي هيئن نہ ڇڏيجو!

مِهر نہ لاهيو مون پرين، مَٿان هِن محتاجَ.
آهي هن عاجِز جي، تو تي لالَن لاجَ.
هِيءَ پُنِيءَ پئي تنهنجي، مَنجهَؤن ساري راجَ.
ڳچيءَ پائي ڪَپڙو، اُت ڪريان ايلاجَ.
پورهيو ڪنديَس پرتِ جو، هَتين ڪنديس هاجَ.
گهوريان گهوٽ اوهان تان، سيے مَڏيون ۽ ماجَ.
اوهان جي تہ اچڻ لءِ، "سچو" وجهي تو واجهہَ.

## ڪافي

۱۹

هِيءَ نماڻِي نالِ نِجو، ادا ڙي، اوٺيو!

هيءَ ڪميٽي ڪُوڙي، بِرهَ ڪئِي بيحال.
پُٺيءَ اِيندي آنهن جي، جيهي تيهي حال.
پرين نيندا پاڻ سان، يَلا پنهنجي يال.
اوهان ٻاجهون سپرين، جيئڻ آهي جنجال.
ٻاروچا تان ٻاجهَ پَئي، ”سچو“ سگَ سنيال.

## ڪافي

۲۰

ٻاروچا ميان، هيئن نہ چڏجو، هيءَ نِيو نِماڻِي ساڻ!

سُڌِ تَهين کي سوز انهِيءَ جي، جنهن لڳو ٻاروچاڻو ٻاڻ.
ٻانهي گولي تانهن جِي، پنهون پاڻ سڃاڻُ.
پرين ڏسج پاڻ ڏي، آهيان آءٌ اَجاڻ.
بخش ”سچوءَ“ کي سپرين، سندو نِينهَن نياڻ.

## داستان ستون

١

توڙي ماڙِ نہ مُون، سُڻ منهنجا سُپرم؛
مون کي گُهرجين تون، لوڪُ رُنو ئِي گهوريو.

٢

عُمر اجائِي گذري، وهِي آيَم هِيءَ؛
آءُ سَپاجها سُپرين، پَرَوَرَ ڪارڻ پِي؛
جِيئڻُ ڪونهي جِي، ڪا وَرَ ويچاريءَ وَرِ ڪيو.

٣

عُمر اَجائِي گُذري، اَچا ٿيا اِظهار؛
زاريون ڪيو سُپرم، رُئان زارو زار؛
مَتِم آهي مَيارَ، هوتَنِ حَرَفَ نہ هيڪڙو.

٤

عُمر اَجائِي گُذري، ڪارڻ مَتيو رنگُ؛
مون نهارِڻُ نہ ٿئي، سانوَلَ سارو سَنگُ؛
هِنَ نِماڻِيءَ جو نَنگُ، آهِ اُوهان تي سُپرين.

٥

عمراَجائي گذري، ڪَئِي جويَنَ جاڙَ؛
بالا هِنِ بِلورَ جا، چِئَنِي طرفين چاڙَ؛
پاروچَل جي پاڙَ، مون کي روهين روليو.

٦

عمر اَجائِي گُذري، هوتَ نہ گَڏيَس آن؛
اَهڙي ئِي احوال جي، ووءِ ووءِ آهي مان؛
تئي نہ ميلو جان، تان ساهُ نہ وڃي سَرَتيون.

٧

عمر اَجائي گذري، هھڙو ئِيَڙُم حالُ؛
ڪَنهن سُڻايان سرتيون، اندر جو اَحوالُ؛
آرياڻِي الحالُ، ڪندو غور غريبِ جو.

٨

مَتي راهَ رَنجُور، ويچاري واڪا ڪَري؛
سِگهِي ويندي نِڪري، هوتِياڻين حضور؛
موتي هَڏِ نہ مُور، پَسَڻ ريءَ پرينءَ جي.

٩

جان مون مِلان هوتَ، تيسين تائين نہ مَران؛
مادر تائين موتَ، اِهو اَتمَ آسرو.

١٠

وندر جي وٽن ۾، ڪَري واڪا ويچاري؛
جا مَحبوبن مارِي، تَنهِنجو موتَڻ مَسَ ٿئي.

١١

وندر جي ئِي وٽَن ۾، زور ڪَري زاري؛
چِڏي ويا چِپَرين، ڏوہِڙ هيءُ ڏاري؛
هِڪ وا چوڙا واٽَ تي، ٻي وسي ٿِي واري؛
بِرهُ آهي باري، هَي هَي هوتياڻِنِ جو.

١٢

وندر جي ئي وٽن ۾، زور ڪَري زاريُون؛
نِيلا نيرَ اکين مان، هاڙهي ويس هاريُون؛
اديون آريءَ چام جا، ويا روڏا رئاريون؛
هِنَ مُئِيءَ کي ماريون، هوت وڃن ٿا نِڪريا.

١٣

وڃِي ڪيچ وٽن ۾، ٿئين کوهيارَل قَرارِ؛
يا ڪٽِي مُئيءَ کي مارِ، يا پِرين ني تون پاڻ سان.

١٤

وڃِي ڪيچ وٽَن ۾، ٿِئين سانوَل سُکَ؛
هِيءُ ڏکوئي ڏک، وجهِي گوندر ۾ وَئين.

١٥

وڃِي ڪيچ وٽن ۾، تون خاصا ٿِئين خوشحالُ؛
هِتِ هِيءُ نِماڻيءَ حالُ، مانَ وَري ڪو وَڙُ ڪَرين.

١٦

وڃِي ڪيچَ وٽن ۾، ڪامل تِئين قَرارِ؛
ويچارِي مَ وسار، جا اَجهي آهي اَنهِنجي.

١٧

وڃي ڪيچ وٽن ۾، تِئين جانب جاءِ؛
هُو جي اوري ڪيچَ ڪَئُون، سي مون لَڪَ لنگهاءِ؛
پنهنجو پاڻ پساءِ، نا تـ تي دوستـ دمُ ڏيان.

١٨

ڪاڪيون ڪيچ وٽن مَئُون، هِيرَ اچي جا هِي؛
پاڙيچون! سا پِي، هِنَ مونکي اَڄ ملائيو.

١٩

ڪاڪيون ڪيچ وَٽن ڏنهُن، هي جو واءُ وريو؛
سندو ساهَ سَريو، مطلب سارو مَنَ جو.

٢٠

ڪاڪيون ڪيچ وٽن ڏنهُن، وري واءُ وريوم؛
سارو ڪاڄُ سَريوم، چڻ هاٿي گڏيَس هوتـ کي.

٢١

هو جا ڪيچ وٽن کي، وڃي لڳي واءِ؛
سا وري شهر پنيور ۾، اچي سرد هواءِ؛
جانب تنهين جاءِ، سا جيءَ اُنهيءَ سان هلي.

٢٢

هو جو ڪيچ وٽن مَئُون، اَچي واءُ وري؛
سو مونکي محبوبن جِي، ڏئي خبر ڪَرِي؛
وڃان تا مَ مَرِي، جان پاروچي مُنهُن ڏسان.

٢٣

هو جو ڪيچ وٽن مَئُون، وَريو اَچي واءُ؛
ماريون تَنهن متاءُ، هِيءُ سِرُ ڪيان صدقي.

٢٤

هو جو ڪيچ وَٽَن مَئُون، واءُ تہ آٽي واسُ؛
هِيءُ سِرُ سارو ساسُ، ڪوڙين قرباني ڪَريان.

٢٥

هُو جا ڪيچ وٽن مَئُون، هاريون اَچي هيرَ؛
تَئي صحت مَنجھ سَريرَ، ڏور وڃن مون ڏکَڙا.

٢٦

هو جا ڪيچ وٽن مَئُون، هاريون هِير اَچي؛
تَنهِن سان مَنُ مَچي، محبت ۾ محبوب جي.

٢٧

هو جا ڪيچ وَٽن مَئُون، اَچي هِيرَ هلِي؛
سا پينر آهي پلِي، جنهن سان ساهُ سُڌير ٿئي.

٢٨

هو جا ڪيچ وڻن مَئُون، تي هِير اَچي هاٽي؛
تَنهِن آرياٽي آٽي، جَڙُ مون سان اَج ملائيو.

٢٩

هو جا ڪيچ وڻن مَئُون، اَچي هِيرَ هلِي؛
تَنهِن ساري ڳالهه سَلِي، پِريان سندي پارَ جي.

٣٠

هو جا ڪيچ وڻن مَئُون، لڳي تيز تَنوارَ؛
سندي پِريان پارَ، تَنهن ڏنا دلاسا دل کي.

## ڪافي

١

نِينهَن نِهوڙي آهيان، هاڻي جيڏيون ڪاڏي وڃان!

پنڌ پري ٿيو پِرينءَ جو، عشق اُلارو اجان.
ڪَتڻ وتڻ نہ ٿئي، چرخو ڦيرائي پيچان.
پِرينَ نايُون پَٽے ۾، عشق سنديون سي ڇڄان.
موتڻ واري ڪڏهين، "سچو" نہ مَصلحت مَڃان.

## ڪافي

٢

هئان پاروچي نال، وو نال، پَلڪُ نہ پري پِرينءَ کَئُون!

وَرهيہ وِيَڙم گذري، هَي هَي ههڙي حال، وو حال.
ساڄنَ تنهنجي سوز جي، ڪريان ڪنهن سان ڳالهہ، وو ڳالهہ.
تي گذاريان ڏينهڙا، تنهنجي خاص خيال، وو خيال.
پُنيءَ لڳل پانهنجي، پنهون سائي پال، وو پال.
ساهہ "سچوءَ" جو صدقي، آهي اُتون آل، وو آل.

## ڪافي

٣

گوليءَ جي گفتار، ٻُڌيَوَ ٻاروچَن ۾ ڪا!

ڪُتا ڪانَ قريب جا، هِنيَڙي منجھ هزار.
آءُ پيادي نا پُڄان، سارو ساٿ سُوار.
اُنهن ڪارڻ آئيو، رئڻ زارو زار.
لڌم پير پنهونءَ جو، منجھئُون گرد غبار.
اچي شال ينيور ۾، ٻاروچو ٻيهار.
پاٽؤن ٻانهي پانهنجي، دوستـ نـ ڪجو ڌار.
ڪَن "سچوءَ" ڏي سچَ جي، مَنجَهئُون، نِينهَن نهار.

## ڪافي

۴

يار لڳي آءُ هَلندي توسان، وو،
رهنديس ڪِيئن پنيور ۾.

ڀاءِ رڪاب پرينءَ جي، هَي هَي هاريون هوسان.
پائي مَندڙا پورَ مَئُون، راهن تي روسان.
اَوهان ڀاجهون سپرين، چاهي مُنهنجو لوءِ سان.
سورن سهرا سِرَ تي، پارئون تنهنجي پوسان.
”سچو“ ساعَتَ نہ رهي، دم ڀَاجهون دوسان.

## ڪافي

۵

گولَن جي آءُ گولي، ڀاروچاٽي ذات جي!

سمجهي سگهان ڪينڪي، ڀاروچي جي ٻولِي.
عبث آءُ پيي ناهيان، ڳالهہ ڪَيَس ڪنهن ڳولي.
ڪري ڪوهيارل ويو، هِنيَڙي اندر هولي.
روئي اُنهن واسطي، چِڪَ ڪيم هيءَ چولي.
”سچو“ صدقي تَن تَئُون، جِندُ جَنهِين هِتِ گهولي.

## ڪافي

### ٦

اڙي اَلو اَلو، منهنجي يار سَچَڻ جو، ساڻ سلامت آئيو!

اَڄُ سي اڱڻ آئِيا، مون جن لءِ وِرھ وسايو.
اُھي گَڏ مسافر ھِنِ گڏيا، مون جن لءِ پَندِ پُڇايو.
ڏيئي دلاسا دل کي، تن ريھي روح رچايو.
حال يائي اَچي سي تيا، جن تان چيتڪ لايو.
وريتيون وصالَ جو، ھاڻ واليءَ ورق ورايو.
"سچوءَ" کي ڙي سرتيون، اھو مولٰيٰ مُحِب مِلايو.

## ڪافي

### ٧

سنديوَ سار سنيال، يار مون کي آھي، منھنجا ميان!

مون ھُون ڏورڻ نہ تيا، الا، آھن ڪافي ڪَشال.
اَوھان پاجھون سُپرين، جيڻ منجھ جنجال.
ڪريو فنا فراق کي، وجھان واجھ وصال.
پاجھ پاروچا تو پوي، ھھڙا تيڙم حال.
راتو ڏينھان روح ۾، جَڪان لاءِ جمال.
سِڪ "سچوءَ" کي سُپرين، آھي جِي ۾ تنھنجي جال.

## ڪافي

٨

تون آءُ ڙي قاصد آءُ، ميان،
ڪا خبر ڏيهؤن ڪِيئن جي!

پرين سندي پار جو، ڪو لهي اَڄ سماءُ، ميان.
منهنجو تئي هِتِ ڪينڪي، پاجهؤن هوتِ هلاءُ، ميان.
ملڻ پاجهون دوستِ جي، ڪندو ورهه وڏاءُ، ميان.
”سچو“ سمجهين ڪينڪي، اهو اَتئي ڪو لقاءُ، ميان.

## ڪافي

٩

آءُ تان صدقي اُن تئُون، جي آيا پُنهل جي پار!

مُڪم نياپا نينهن جا، هوتن ڏنهن هزارَ.
محبتِ محبوبن جِي ڪئي، هِنيَڙي ۾ هُشڪار.
وڃي ڏسنديس اکڙين سان، وڻ سندا وٽڪار.
سِڪ ”سچوءَ“ ڪي سرتيون، ڪيا اندر ۾ الغار.

## ڪافي

### ١٠

اوڏانھن آئين ڪانگل اَدا، لنؤ تون چڱي اَج لات ڪا،
ڪِي ھُتِ ھئي محبوبن ڪي، مشتاق جي مصلحات ڪا؟

ھيڏي اَچڻ جي ڪا ھُين، ڏي تون مون کي تسلات ڪا،
مون ھن نماڻيءَ وٽ اُتي، رھندا اَچي ھِت رات ڪا؟

بي تان ھوندي ھيٺي ادا، ظاھر نہ جھڙيم ذات ڪا،
پيغام مون ڏنھن پرت جا، ساٿي آندوَ سوغات ڪا!

شب روز عاشق رئڻ ۾، چاڻن نہ ھَڏ ٻي بات ڪا،
جاني جدائيءَ جيھڙي، آھي نہ ٻي آفات ڪا!

ھيڪند ھئڻ جي ھوت سان، سائين ڪندم ساعات ڪا،
دلبر ٻاجھون ھڪدم ”سچو“، بيھي اُھا برسات ڪا؟

## ڪافي

١١

عشق اَول آزمائي، ڪاڪيون ڪيچن جو ميان!

سِر تي سهج، وو، سور ستاٽا، پاروچو پولائي.
صحيح ملندم هوت حقاني، رانولُ مون رولائي.
عاشق صادق سڻ ”سچيڏنا“، پول نہ ڪنهن پولائي.

## ڪافي

١٢

سانول، سوين ڳُڻَ تنهنجا تي ساريان!

هُيا منهنجي هِنيَڙي اندر، سي تان ڪيئن وساريان.
واتان اچڻ جون، وو، تانهنجون ويتي سي نت نهاريان.
اوهان پاجهون سُپرين، گوندر ڏينهن گذاريان.
جهُري جهوريءَ ۾ پيو، هِنيَڙو ني هاڪاريان.
”سچو“ سگ در تنهنجي جو، تنهنجي ڪِدَ قطاريان.

## ڪافي

۱۳

ڪنهن کي هي حال چوان اَديون ڙي، واءِ ويلا جو!

ڏيرن ڏيئي چڏيا، موتي سور نوان، هي حال چوان!
مهٽا محبوبن، ڏنا پاڻ اوهان، هي حال چوان!
”سچو“ سِرواٽن کي، وجي پيرين پوان، هي حال چوان!

## ڪافي

۱۴

عشق تنهنجي ماري آهيان، آءُ اَچي ڏي دوست دلاسو دل کي!

سگهه نہ ساريان پنڌ ڪرڻ جي، پلو ميان، ڪيچ وٽن ڏي ڪيئن ڪاهيان!
آءُ تان ٻانهي تون تان سائين، سَگهہ نہ ٻيو ڪو ساهيان!
ڪم اچي جي هي سر تنهنجي، ميان، تان پيي نابِر ناهيان!
آءُ اَڻ سونهين سونهين ناهيان، ڪاڏي ڪرهَل ڪاهيان!
هوت ڪرين ٿو هھڙيون، ميان، اَسَر هَڏ نہ لاهيان!
اگڻ آءُ تون يار پيارا، سيي پلايون تي پانيان!
ورهه اوهان جي ڪيئي ولوتيا، ”سچو“ چوي آءُ چاهيان!

## ڪافي

### ١٥

دل ناهي سا منهنجي وس، ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

انهن اَکڙين کي، ناهي ڏسڻ کَئُون بس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
اصل لاڪون آهيان، پاڙيچون پروس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
ڪاڪيون آهي نہ عام سان، روح هنهنجڙو رس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
پاجهون ويڙهي دوستٽ جي، ٻي ڳالهہ نہ لڳي ڪس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان،
ساهہ ”سچوءَ“ جو سرتيون، دوستٽ وٺي ڪيو وس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

## داستان اٺون

١

مارڳُ مٿاهون ٿيو، مارڳ چڙهي ڪيرَ؟
سا پُڇي ساٿ سويرَ، جائِي مارڳَ تي مري.

٢

جي تون مارڳَ تي مرين، وڏا طالع تو؛
سانولُ ساڳي سو، مٿان تو هٿ ڏئي.

٣

مَلهِي مارڳ مرُ، تان تون تنين جي ٿئين؛
جبل هار نہ جرُ، ارتو اَڪَڙين مون.

٤

مارڳ جي مُئينءَ، تان هُئينءَ هوتياڻين هنجَ ۾؛
وڃي ڪيچ سُئينءَ، تان ويچاريءَ وسُ ڪيو.

٥

مارڳ مرن جي، ور تنين کي ويجهڙو؛
هَي هَي هوتن کي، ٿئي ارمان انهن جو.

٦

مارڳ مرڻ آهه، گهوريو جيڻ جيڏيون؛
پير نہ پوئيون پاءِ، عاشقَ مرُ اڳي ٿئين.

٧

مارڳ آھ مرڻ، جيڏيون ھن جيڻ ڪَئُون؛
وس ويچاريءَ ايترو، ڪوڪان ڪاند ڪرڻ؛
ٻاروچا ٻُرڻ، ٿيو ڪم ڪوھيار جو.

٨

مارڳ مران شال، دعا ڪريجو جيڏيون؛
ھوت ھھڙي حال، مانَ متان مون ھٿ ڏئي.

٩

متي راھ رئان گھٽو، ڪا مون لھن ڪل؛
ماڙيون سيئ محل، ويٺي ورھ وسائيان.

١٠

متي راھ رئان گھٽو، آءُ اوٺارن ڪاڻ؛
ھاريون ايندم ھاڻ، ڏک ڪيندم ڏيل مون.

١١

متي راھ رئان گھٽو، آءُ تنھن لَعلَن لَڳِ؛
جَتَ ٻيا پِي جَڳِ، منھنجو پيچ پنھونءَ سان.

١٢

متي راھ رئان گھٽو، ڪارڻ ڪيچيڙن؛
سِگھا شال اچن، ڪَرن غور غريب جو.

١٣

متي راھ رئان گھٽو، ڪارڻ ڪوھياري؛
مُئيءَ ڪي ماري، وڃ مَ منھنجا سُپرين.

١۴

سچو پَڌي سندرو، لَڪين ڪندي لوچَ؛
پَڙيون لڳے پروچ، متي راھ رئان گھٽو.

١۵

اديون آريچن جي، ڪافؤن پونديم ڪل؛
ڪارڻ ڪوھيارل، متي راھ رئان گھٽو.

١٦

ھُو سياڻا سُپرين، عاجز ھِيءَ اَچاڻ؛
آءُ ڪوھياري ڪاڻ، متي راھ رئان گھٽو.

١٧

ھوندي ھوتياڻن جي، ھيءَ ويچاري وڃِے؛
آءُ تنھن لالَن لڳِے، متي راھ رئان گھٽو.

١٨

اندر آڳے عشق جي، ويو پاروچو پاري؛
ڪارڻ ڪوھياري، متي راھ رئان گھٽو.

١٩

ڪافے ڪشالا ڪيترا، ٿَڪيءَ مون نہ ٿِيَن؛
جيڏيون ڪاڻ جَتَن، متي راھ رئان گھٽو.

٢٠

ڪافي ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن مون نہ ڪيا؛
وتؤن هوتَ ويا، ڪٽي ساٿ سويل جو.

٢١

ڪافي ڪشالا ڪيترا، پچن مون نہ هَتاءُ؛
اَچ آرياڻي آءُ، تي وسيلو وٽڪار ۾.

٢٢

ڪافي ڪشالا ڪيترا، پري آهن پَنڌ؛
رويون چُمان رَند، آيل اوٺارن جا.

٢٣

ڪافي ڪشالا ڪيترا، مارڳ آهہ منزل؛
آهہ ڪوهيارل ڪل، نامِيا نماڻِن جي.

٢٤

ڪافي ڪشالا ڪيترا، هزارين فرسنگ؛
نهاري ڏي ننگ، ڪر ور ويچاريءَ جي.

٢٥

ڪافي ڪشالا ڪيترا، ڪوڙين آهن ڪوهہ؛
مون ڪَئُون جهاڳڻ نہ تِيَن، رُڪؤن ڏاڍا روهہ؛
تنهنجي پُڇان توهہ، نا تہ ناهہ حال هلڻ جو.

٢٦

ڪافي ڪشالا ڪيترا، آهن جال جبل؛
له ڪميڻيءَ ڪل، پاروچا پاجھ ڪري.

٢٧

ڪافي ڪشالا ڪيترا، دقت اَئُون تصديع؛
اَچي پَهچج پِي، مون هن نماڻيءَ تي.

٢٨

ڪافي ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن ڪين ڪيام؛
سلھاڙي ساٿ سان، ڪٺي هوت ويام؛
ووڙڻ وڻ پيام، قسمت سانگي ڪيچ جا.

٢٩

ڪافي ڪشالا ڪيترا، مارڳ متاهون؛
چوريءَ ڪي چيرين، چڏي وئين چاهون؟
توکي ڪري سپرين، دردمند دانهون؛
تون اچج آڳاهون، نا تہ تي دوست دم ڏيان!

٣٠

ڪافي ڪشالا ڪيترا، جِتِ جانارن جايون؛
غفائن غارن ۾، اُت بيحد بلايون؛
مانديءَ ڪي مارڻ لءِ، نڪتيون نِنايون؛
مون سِر تي سهايون، سڀ آريءَ سندي عشق ۾.

٣١

ڪافي ڪشالا ڪيترا، بَر وڏا بئبان؛
لانگھا هِڪُ لَڪَن جا، ڀيا ڪوهن ۾ ڪُهدان؛
اڳيان ڏينَم ڪينڪي، هلڻ هي حيوان؛
آءُ آرياڻي اَڳوان، ترُ مون نہ ٿيلهيو ٿئي.

٣٢

ڪشالي مؤن ڪمُ، ٿوري ڏينهن مؤن ٿئي؛
سوز گداز ۽ غم، رهبر ٿيندو راھ ۾.

٣٣

قدر منجھ ڪشال، مون تان لڌو جيڏيون؛
وڏي وِٿ وصال، يڪسان يڪايڪ ڪَئُون.

٣٤

موتي آيس ماڻ ۾، تان ڪيو شوق شڪار؛
هَي هن نماڻيءَ کي، ووڙڻ ٿيو وڻڪار؛
طلب سين تڪرار، ڪشالي مؤن ڪم ٿيو.

## ڪافي

١

پارؤن تان پريَنِ، جيڏيون، اچن اُهي اولانيا.

تيلهان ترسين تار ۾، جيلهان محبت ناهي من.
ڪيئن چانگار چِڙن جي، ڪوڙي پيڙ ڪن؟
سڪ سچي جن ساهه کي، سي تارؤن نا ترسن.
ڪين اسان ڪَٺُون اَنهنجون، ڳالهيون ٿيون وسرن.
آءُ اسانجي پار ڏي، پيون تان ڏيئي پَن.
عشق ”سچو“ جن آهيئي، سي تان روءِ رَسَن.

## ڪافي

٢

ڪاڪيون مون ڏي ڪالهه، دلبر لکيا دلاسا!

اِيندا اَڱڻ سي تانهنجي، جَن لءِ سِڪينءَ ٿي سال.
هاريون! هجر فراق جو، واريو ورق وصال.
سَرهو ٿيڙو ساهُ مون، لاٿؤن ڪُل ڪَشال.
ڪَرم ڪيائون پانهنجو، مُنهنجي ني چاهي مجال.
تِرُ نہ ماندو تون ٿِئين، لَهندءِ ”سَچو“ سنيال.

## ڪافي

٣

ديواني هِن دل ڪَيَو، ڪو دوستَ دلاسو ڏيو!

تو ٻاجهَون سانول سائين، چئو ڪير ڪو پُڇندو ٻيو؟
توهون الاجي ڪيئن سائين، سو واعدو وسري ويو؟
گُهرجي سعيو تَنهن جو گهٽو، جو پيش اوهان جي پيو.
ڪنهن کي ڏيان هِيءَ دانهڙي، هَي بِرهه بيراڳي ڪيو.
هَي هَي نِي هڙو حالڙو، اَي يار تان تو ريءَ ٿيو.
هِيءُ ساهه منهنجي سَرير مؤن، هَي تان تنهنجي نازن نِيو.
نِجهري نِماٽيءَ جي اَچي، هڪ ڏينهن پاءِ لالن لِيو.
ڪيو ڪالهه هادي قول تو، مِڙني اڳيان مون سان اِهو.
هوندس ”سچو“ توساڻ آءٌ، تو پِيرُ ’عبدالحق‘ چيو.

## ڪافي

۴

عشق اَکين نيئي لايو، مَستانن سان!

سِر متي مون سَرتيون، وِرهي مينهن وسايو.
البت ويندس اوڏنهن، پَلُ پاڙيچون نہ پايو.
آءُ ڪيئن ويهان ماڻ ڪري، سورن هٿ سِجهايو.
جا سيبايَوَ سَرتيون، ڳالهہ اُهائي ڳايو.
حاصل آه حبيب جو، ”سچوءَ“ تي سڀ سايو

## ڪافي

۵

مون کي مِهڻا ڏئي، مَرُ ڪا پارؤن پرينءَ جي!

هيءَ تا حبيبن ري، پيالا زهر تِي پئي.
ڏوڙو ڏک مون پرائيو، هَي دوستڻ جي وئي.
روز پرينءَ جي پار ڏي، مون کي نينهن ٿو نئي.
سارو ئي ڪم ”سچو“ ٿيو، پُنيءَ دوستڻ جي پئي.

## ڪافي

٦

پائي ڏوھ پنھنجي اندر ۾، آءُ دوست تو در آئيان!

راتو ڏينھان پنھنجي روح ۾، تنھنجا سوين ڳڻ ڳائيان.
ڏٺے ڏوراپو ٻُڌي، آءُ پلؤ توکي پائيان.
زاريون ضعيفيءَ مؤن ڪري، پرين توکي پرچايان.
جا تو پٽي پيزار جي، سا کھ لِڱن کي لائيان.
سيے ڳالھ پنھنجي سِرَ جي، توکي "سچو" سمجھائيان.

## ڪافي

٧

وڃي شال ڏسان، پنهون، تنهنجو ڪيچ واليءَ وسايو!

اَديون اوٺارن ڪي، آيل، رتيءَ منجھ رسان.
ڪاڪيون ڪوهيارل ڪي، آيل، پُڇِي شال پسان.
وندر جي واٽن تي، آيل، گوڏن پر گسان.
هاريون هوتياڻن جي، آيل، ويڙهي منجھ وسان.
وڃي ڪيچ وڻن ۾، آيل، هوتن ساڻ هسان.
”سچو“ سپرين سان، آيل، ڪنديس چاهه چَسان.

## ڪافي

٨

ٿيون ورڻ جون وايون، يار سانگيڙي جون!

هٿ پانڌيءَ جي، پارؤن پرينءَ جي، اهي سي خبران آيون.
ڪُونجان هزارين ڪيچ وڻن ڏهون، اسان ڏي يار اُڏايون.
اگڻ اُهوئي اسان پرين جو، شل جدا نہ هونديون جايون.
ڪيئي ڪتابتان پنهنجي اَچڻ جون، مون ڏي سي هوت هلايون.
ناهن ڳالهيون هي ڳرهَڻ جهڙيون، ”سچو“ ري سوز سَلايون.

## ڪافي

### ٩

هاڻي ڪنهن سان ڳَرهيان ڳالهه، هاريون پنهنجي حال جي!

پرين نيندا پاڻ سان، پيئر، پنهنجي پال.
ڪرڻ عرض عجيب کي، منهنجي چاهي مجال.
ڪندي پورهيو ڪيچ ۾، جي نين نماڻي نال.

## ڪافي

### ١٠

منهنجي ساهه سچڻ کي ساريو،
مون کي ڳالهه تنهين جي ڳاريو،
هوءِ هوءِ هوءِ!

اَديون آرياڻن جي، وچي توڏن تونگِ تنواريو.
مون من گڏي گوندرين، ڪيچي ڪيچ قراريو.
هِهڙن هوتاڻن کي، وريتيون نہ وساريو.
جيءُ سَچوءَ جو سرتيون، سندن عشق اُجاريو.

## ڪافي

۱۱

چَپَر تان نہ ڇڏيندين، پلوڙي، پنهل يار!

پاڻ سڃاڻي پانهنجو، گولي ساڻ گڏيندين.
اگڻ آسروند جي، آرياڻي تو ايندين.
اهو اتم آسرو، نال نماڻي نِيندين.
پڪا پڪن سامهون، اوري شال اَڏيندين.
سڪ ۾ سور "سچوءَ" کي، بلوچا، بخشيندين.

## ڪافي

۱۲

گهوريو هي تہ پنيور، مون سڳ ڀاروچن سان!

مَرَڪُ تان معذورِ کي، سندو هوتن هور.
راتيان رئان وڏ ڦڙا، ڏينهن سارو ئي ڏور.
آهي آرياڻيءَ جو، ديوانيءَ کي دور.
سچو ڳالھ اُنهيءَ جي، شوق مچايو شور.

## ڪافي
## ١٣

ديس اسان جڙي آيو،
ٻڙيون، ٻاروچو؛
مولئٰ سو آڻ ملايو!

اَچڻ ٻاروچي جي ڪل نہ آن کي، تيلهان تيون ورهہ وسايو.
ويڙهي اوهانجي وسي ٻاروچو، پري چو پنڌ پڇايو؟
اگڻ اوهان جي آهي سدائين، گهوري تان پاڻ گهمايو.
آءُ نماڻي عيبَن هاڻِي، پاڻ پرينءَ پرچايو.
پنڌُ ويڻي يار ”سچوءَ“ جو، ڪيو سو هوتَ سَجايو.

## ڪافي
## ١۴

اَچن تا پرين اَچن تا،
سل ڪي ساٿي، اَچن تا؟

طرفے اسان جي هين تياري، پَهَ اچا ڪي پَچن تا؟
اديون آتش عشق جا، من ۾ مچ مچن تا.
پَسڻَ ڪارڻ پرينءَ جي، نينهن وارا هِتے نَچَن تا.
”سچو“ سُورهيہ ڪيترا، رنگے انهيءَ ۾ رچن تا.

## ڪافي

۱۵

اها ڳالهہ سڄڻ تنهنجي، ڪنهن سان آءٌ تان ڪريان؟

اوهان ڀاڄهون سپرين، ويٺي هِتي ڏکڙا ڏريان.
هي سِرُ سارو ساهہ سان، آڏو تنهنجي دوستي ڌريان.
وِرهَہ اوهان جي هٿي وساريا، ڀاڄاڻن ڪي پنڌڙا پَريان.
دوستي اوهان ريءَ ديس اُنهيءَ ۾، سورن جا ٿي سڏڪا ڀريان.
”سچو“ چوي سپرين، تنهنجي صورت ريءَ ويٺي سور تريان.

## ڪافي

۱٦

منهنجو هوت پنهونءَ سان، نينهڙو لڳو!

پَرو پِيڙم پاڻ مون، پينرڙي منهنجو پول پڳو.
ڀيائيءَ جو بند پيو، ڪاڪِيون ٽوڙيو عشقَ ٽڳو.
مون کي اوڏنهن آئيو، سرتيون سندو وِرهہ وڳو.
پرين ”سچو“ آهي پاڻ سان، جيئن سُئيءَ منجهہ سَڳو.

## داستان نائون

١

باري بِره بلوچ جو، رِگوئِي راحت؛
ساريان سا ساعت، جا هيڪَندَ هُيَس هوت سان.

٢

باري بره بلوچ جو، آهِ مَتِم مَحڪُم؛
سندو دوستيءَ دمُ، چِڏيان نہ چن ڪهين.

٣

باري بره بلوچ جو، آهِ نسورو نورُ؛
راتو ڏينهان روح ۾، مُحبَن جو مَذڪور؛
وچڻ آه ضرور، ڪاڪِيون ڪيچيڙن ڏي.

٤

باري بره بلوچ جو، هِيٺِن جو همراه؛
روح مَنجهارون راه، ڪاڪِيون ڏسي ڪيچ جو.

٥

باري بره بلوچ جو، سَدا مُون شامل؛
ڪيچ ڏٺي ڪامل، مون کي پورَ پَسائِيو.

٦

باري بره بلوچ جو، اونداهيءَ اوجَرُ؛
ساٿي آه سَيَر، سو نہ چِڏيندو چَپَرين.

٧

باري برھ بلوچ جو، اديون سِر آيوم؛
چاھُون چُمي تنھن کي، چشمن تي چايوم؛
وِرھ وسايوم، نِينھُن پنھنجي نِجھري.

٨

باري برھ بلوچ جو، تَنَ کي تَقويتَ؛
سنديءَ سورَ صِفتُ، پُڇين نہ پَر ڪَھِين.

٩

باري بره بلوچ جو، هاريون هِدايَتَ؛
ڪَندو ڪفايَتَ، پاٽون چاٽِي پَنڌ ۾.

١٠

باري برھ بلوچ جو، سارو سعادَتَ؛
هيٺن حمايتَ، ڪاڪِيون آهي ڪافي ۾.

١١

پِريان سَندي پارَ ڏي، پَنڌُ عجائِبُ آھ؛
گھوري سِرُ گُھماءِ، متي در دوسَن جي.

١٢

پَنڌُ عجائِبِ پِرينءَ جو، سَندو پيرَنِ ناءِ؛
هِنئَين سانڍ هَلاءِ، پانڍ پَنھنجو پِرينءَ ڏي.

١٣

پنڌ عجائِبِ پرينءَ جو، آهه هلڻ سان حال؛
نڪا قيل مقال، ٻي نا جُڙي اُتهين.

١۴

پنڌ عجائب پرينءَ جو، خاصو ساڻُ خيال؛
فِڪر سان في الحال، وجي پسندينءَ پرينءَ کي.

١۵

پنڌ عجائب پرينءَ جو، سِسِي پيرَ ڪرڻ؛
اِنهِينءَ ڏيان ڌرڻ، آهي قدم ڪيچ ڏي.

١٦

پَنڌُ عجائِبِ پِرينءَ جو، ”مان“ سان ڪين هلي؛
سائِي چاه چَلي، جنهن ”مان“ چڏي وچ ۾.

١٧

پَنڌُ عجائِبِ پِرينءَ جو، هلڻ هڪ نظر؛
پاڙيچي ڪنهن پرَ، اهو خيال ڪڙو رهي.

١٨

پُني‌ءَ هوت پنهونءَ جي، هيءَ ويچاري ويندي؛
سچٽن نہ سينڌي، آءٌ تان آهيان جيڏيون.

١٩

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هيءَ ويندي ويچاري؛
ضَعيف زاري، ڪندي در دوستن جي.

٢٠

پُنّيءَ هوت پنهونءَ جي، هاڙهي ڪي هلنديون؛
سور وجي سَلنديون، ڪَشالا ڪافن جا.

٢١

پُنّيءَ هوت پنهونءَ جي، هاڙهي هلنديون سي؛
جَتَن اُتون جي، سِرُ ڪرينديون صدقي.

٢٢

روئي هارج رَتُ، هَي هَي هوتياڻِن لاءِ؛
تنهن پوءِ جيڪس جتُ، متان تو هتّ ڏئي.

٢٣

راهين هارج رَتُ، ڪاڪي ڪيچيڙن لاءِ؛
هو جو ڏونگر ڏاڪڙو، ماري پُڇج مَتُ؛
ڏاڍيون مهتان مِير جون، جهلي ڪج جَهَتُ؛
تہ پاٽون چاڙي جَتُ، تئي رفيق رُجَن ۾.

٢٤

اُهي زورئون زور، جي تو محبت من ۾؛
ڏونگر ڏوريون ڏور، هڙن هوتياڻن لاءِ.

٢٥

هَنجون رتُ هاريج، تان روهن کي رهسو ٿئي؛
وار نہ وساريج، هڙن هوتياڻِن کي.

٢٦

هاريون نہ هارين، اَرتو اَکڙين مؤن؛
تون کيئن وسارين، هھڙن هوتياڻن کي؟

٢٧

آهي روح رتِي، مون سين مون پرين جي؛
هٿان لَکَ لتِي، هھڙن هوتياڻن لءِ.

٢٨

آهي کانـ اَتَکَ، آيل، عِشق وارئين؛
هٿان لتي لَکَ، هھڙن هوتياڻن لءِ.

٢٩

وڙيندي وٺکار، بَڏي سَندرو سچ جو؛
پنڌ اڙانگا پَبَ جا، قابو نہ کوهيار؛
آهي رئَڻ زارو زار، هھڙن هوتاياڻن لءِ.

٣٠

گولِن گڏ گَڏيان، پاڻ پنھنجو کيچ ۾؛
پَلَؤ تان نہ ڇڏيان، هَھِڙن هوتياڻن جو.

٣١

گولِئين گَڏيندي، پاڻُ کميٽي کيچ ۾؛
کنھن ڇَنِ نہ ڇڏيندي، هَھِڙن هوتياڻن کي.

٣٢

گولئين گڏينديas، پورهئي ڪارڻ پاڻ کي؛
پنهنجي تان پرينءَ کي، ”سائين“ سَڏيندياس؛
ڪنهن چَنِ نہ چڏيندياس، هِهڙن هوتياڻن کي.

٣٣

هارِيون تيس نہ هيئن، جو نند نماڻيءَ نہ ڪَئي؛
تيان پيرادو تَن جِي، جَتے ويڙم جيئن؛
ڪاڪِيون ڙي آءُ ڪيئن، هِهڙو هوتُ وساريان؟

٣٤

سَوين ڳُڻَ سندانَ، مان تي ساريان سَرتيون؛
سِگها تيندا سُپرين، مون تي مهربانُ؛
ويهان ڪيئن ماٺ ڪري، جيءَ متي جَولانَ؛
آءُ ڪيئن ۾ اَرمانَ، هِهڙو هوتُ وساريان؟

٣٥

موتِي ايندُم شال، پاروچو پاجهَ پئِي؛
اَتَم آريچن ري، جيئَڻ منجهہ جَنجالَ؛
هَي هَي منهنجي حال، ههڙو هوتے وساريان.

٣٦

جان جان يَڪا يَڪ نہ ٿيان، تان تان ماٺ نہ مُون؛
”چِرا“ ۽ ”چُون“، برابرَ ”بي چُون“ نہ ٿئي.

## ڪافي

١

پُڇيون ڪي پِرينَ، حالَ منهنجي جِيُون خبران، ساٿيو ڙي!

ساهه سِڪي ٿو جن کي، مون کي ڪِي سارِنِ؟
هِنِ دم دلاسا ڏنا، سَرتيون ساٿيڙنِ.
تون هِتِ ڪهڙيءَ ڳالهه ۾، هو هُتِ ياد ڪَرِن.
آهين جَنين جي آسري، سي تو ڪاءِ چِڏَنِ.
”سچو“ سَنگتِ پانهنجي، مانَ غريبِ گڏِنِ.

## ڪافي

٢

پَسَڻَ ڪارڻ پِرينءَ جي، ڪيا آگَمَ اَکڙيَن!

مِلَڻَ لاءِ محبوبَ جي، تيون راتو ڏينهن وسَن.
جهُورَ نہ لَهي جهُڙَ جِي، تي ڪڏهين ويڳاڻن.
سدا ساوڻ تَن کي، بوندان بس نہ ڪن.
”سچو“ سُپرينءَ لاءِ تيون، جهوريءَ منجهه جهڄَن.

## ڪافي

٣

بِرھ بيراڳي ڪيو ڙي جيڏيون، مون کي درد ديوانو ڪيو!

پُڇو ڪيم طبيب ٻيا، مون کي نِينھَن سو نِيو.
ھاريون اَڇي اوچتو، پُور پِرِيَن جو پِيو.
اَندوھ عشق عجيب جو آھي، ڏکِيءَ کي نِي ڏيو.
جو اَمُرَ اوراٺو ڏنو، سو تان ساڳِي ٿيو.
سَرتيون ٻاجھؤن سوز جي، آھي جُنِن گاڏون جِيو.
راتو ڏينھان روحَ کي، خيال ڪيو ھِن کِيو.
”سچو“ باقِي سَچُ ٿيو، غير وچؤن تان ويو.

## ڪافي

۴

تيون وَرَڻ جِيون وايُون، يا سانگيڙي جون!

هَٿَ پانڌِن جي پارؤن پرين جي، اِهي سي خبران آيون.
ڪونجان هزارين ڪيچ وٺن ڏَنهُن، اُهي سي دوستَ اُڏايون.
اَڱڻ اهوئِي اسان پرين جو، جدا نہ هونديون جايُون.
ڪئِي ڪتابتان پنهنجي اَچڻ جون، مون ڏي هوتَ هَلايون.
ناهِن ڳالهيون هي ڳرهَڻ جهڙيون، "سچو" سي سوز سلايون.

## ڪافي

۵

گهٽا وجي ڏينهڙا لايا، يارَ پياري، ميان!

آءُ ڙي پانڌي ڪَلَ ڪائِي ڏي، هُئن اَچڻ جا سعيا؟
اُنهن ڪارڻ راتو ڏينهان، مون تي وِرهہ وسايا.
ڏينهن انهيءَ ڏي ڏسان ڏهاڙيون، هُن تي ڪانگ اُڏايا.
يار مسافر موليٰ مهر سان، ساڻ غريبہ گڏايا.
تورا تَن جا "سچو" سنياريَن، جي اِجهي چَون اَج آيا

# ڪافي

٦

حال منهنجو ڪونہ هو، جيڏيون ڙي، پنهنجو ڪرم ڪيائون!

معافـﮯ ڪيائون منديون، ڏوهـَن ڏي نہ ڏٺائون.
جيڪو حال احوال هو سائين، پاڻؤن پاڻ پُڇيائون.
پاڻ پنهنجو پاڻهين، ساڻ غريبـﮯ گڏيائون.
”سچوءَ“ کي ڪيئي سرتيون، تي دلاسا ڏنائون.

## ڪافي

٧

گھورِي گھورِي گھورِي، وو ميان،
جند سَچَڙ تو تان گھورِي!

راتو ڏينھان، وو، آھي اوھان جي، سائين، جھورِي جھورِي.
ڳچيءَ وِڌيَوَ عجب جيھي، سُھٽا، ڏورِي ڏورِي.
تَندُ نہ ڇاڻان، وو، ڪنھين ھيءَ، سُھٽا چورِي چورِي.
دل ڪسيائي، وو، لُٽي نِيتِيائِي، حاڪم، زورِي زورِي.
اول آسانِي ڳالھ تي، پوءَ ڪيڙءِ، سائين، ڳورِي ڳورِي.
”سچوءَ“ لايو سَچَ منجھاروُن، لالن، لورِي لورِي.

## ڪافي

٨

ڙي جيڏيون، هاڻي گهوريو هوتن ري، سارو شهر ڀنڀور!

لاهيندا، وو، لُطفي مان، ميان، هن ڏکيءَ ڪؤن ڏور.
هي هالاڻي آن جي، شعلو وڏڙو شور.
منٿ نہ منهنجي موٽيا، زاري آهي نہ زور.
درسن ساڻ دفعي ٿيندو، سندو هنيڙي هور.
"سچو" سندين راهہ تي، هڪ جفا ڀيو جور.

## ڪافي

٩

اَڄ هوتن ريءَ هِتي هاڻ، ٻيا ڪير لهن مون ساران!

قاصد ڪيچ وٽن ڏَنهُن، آتُي سِگهڙو آڻ،
تي روز وِجهايان ڦاران.
وِجهان وِچاٽا ڪيترا، قريبن جي ڪاڻ،
يار ملن ڪل ياران.
آيون اِنهي پار ڏهون، اديون ڪُرڪاڻ،
ڪونجن جون ٻِي قطاران.
سَنجهي صبح سرتيون، ميان ٻاروچي جي ٻاڻ،
آهِن ”سچو“ کي سنياران.

## ڪافي

١٠

ڏکے وڏو وئين ڏيئي ڏيئي، وو، يار سڄڻ اَڄ مون کي!

اوهان پاڇهون يار پيارل، حال اسانجِڙو هيئي هيئي.
پرين ڏسيجو وڙ پانهنجي ڏي، اسان هٿئون جي پيئي پيئي.
ياد ڪريجو ڏينهن اُهي ئي، ڳالهيون ڪيَو گڏ ڪيئي ڪيئي.
هو جي ڪيون ڳالهيون توئي سان، نينهن ”سچوءَ“ ري سيئي سيئي.

## ڪافي

١١

ڪالھ، اَسان تو ڪيون ڪيون، يار سڄڻ، ڳجهيون ڳالهيون!

تين پراٹيون ڪينڪي، نِتے سي آهن نَيون نَيون.
رهيون آهن روح ۾، چڳيون اوهان جي چَيون چَيون.
ڪين وسرن ساهَ ڪئُون، اُهي تان پاڙڻ پَيون پَيون.
مٿيون ڳالهيون تانهنجيون، هن ”سچوءَ“ ساهَ سَنيون سَنيون.

## ڪافي

١٢

تون تہ پاڻھي تو سائين چاڻي،
ڪيھو حال چوان توکي ھاڻي!

دل ديواني ڪيَئِي اسانجي، مُحبَ اَوھانجي ماڻي.
ڏوھن ڏي ڏس ڪين اسانجي، سائين تون پاڻ سڃاڻي.
دردمنديءَ جي دل توئي سان، اکِن اَڙائي آڻي.
ڪڏھن اسان وٽ ايندين دلبر، ويني وجھان ويڃاڻي.
سوال ”سچوءَ“ جو آھي اھو ئي، تنھنجو عشق نہ شال اَڪاڻي.

## ڪافي

١٣

آءُ آرياڻي اوري، آءُ دامن لڳڙي آھيان!

سِرُ پنھنجو سُپرين، گَھرون آيَس گھوري.
ھِيءَ ڪميڻي ڪينڪِي، ڏونگر سگھي ڏوري.
ڪا جا تَندُ طلب جي، چِتِ وئين تون چوري.
نيو پاچياڻي پاڻ سان، تِرُ نہ رھي تو ري.
”سچو“ سَڳ اَوھان جو، ڪيئن پُڄي تنھنجي توري؟

## ڪافي

۱۴

ڏِس ڪهڙيون ڦيريون پائي، اِهو لِڪ لِڪوتِي يارُ سچڻ!

غمزي هن غيرت تِي، جو عشق لَڪَن سان لائي.
عِلم عقل ويو اڏري، عين عشق جي آئي.
طَبل ٻيا سيء تم ٿيا، جڏهن نوبتَ نِينهُن وڄائي.
نحو صرف ويو وسري، جاتي پاڻ خيال کُپائي.
رَمز پنهنجي راز جِي، تو "سچوءَ" کي سمجهائي.

## ڪافي

۱۵

اڙي مهر پَئي، مون کي يار سَچڻَ،

قدر پيو مون کي ڪاڪيون، نِي وو وو، ويڇن وِئي.
اَثر منهنجي درد جو اديون، شال طبيبن ٿِئي.
ورهيه ويڙا گذري، هِن عاشق آهون ڪِئي.
وِرھ وهايم جيڏيون، پوئتان پُرجهڻ پِئي.
ٻُڪي ڏين جي ٻاجهَ جِي، تان جيءُ "سچوءَ" جو جِئي.

## ڪافي

١٦

آهِ علاجُ نہ ڪوئِي، هِن اَڪن ماري آهيان!

ڪنهن کي سَليان سَرتيون، حال اِهو ئي روئِي.
ڦَڪِيون ڦُڪيون لکين هزارين، ڪيون طَبيبان توئِي.
ناحَق ٻڌين ٻَتِيون، ڪل نہ حاذقَ هوئِي.
ويچ وٺِي وڃ واڪے اِهائي، سانولُ اِيندم سوئِي.
دستے سڄڻ جي دارون آهي، ”سچو“ يار سَيوئي.

## ڪافي

١٧

نِينهُن ڏاڍي سان لايوسي، آءٌ تان هاڻي ڪيئن ڪريان؟

عشق سَوَلو سَرتيون، هُتے سَيَر پايوسي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو تان پَلءِ پايوسي.
پُڇِي اسان جا پَکڙا، اديون اِجهو آيوسي.
ڀينَر شهر ڀنيور جي، هِتے طَعنن تايوسي.
سوئِي ”سچو“ سِر تي، هاڻي چُمي چايوسي.

## ڪافي

۱۸

منهنجو هِينئَڙو هوتن ساڻ،
ڪهڙي ڪريان بِي آءٌ تان ڳالهڙي!

وندر سنديءَ واٽے تي، پُرزا ڪنديَس پاڻُ.
اَچي لڳو مون اوچتو، ٻاروچي جو ٻاڻُ.
دعا ڪريجو جيڏيون، شالَ موٽي مُئيءَ جو ماڻُ.
وِيَڙو درد فراقِ جو، ڏيئِي ڏکيءَ کي ڏاڻُ.
اڱڻ ايندو تانهنجي، ”سچو“ سو سرواڻُ.

## ڪافي

۱۹

ڪالھ اَسان وٽ ويھِي ويھِي، وو يار سچڻ، ڪَيَو ڳالھيون!

سي نہ وسرن ساھ منھنجي کي،
ڳالھ ڪريان ٻِي ڪيھِي ڪيھِي!

ٻِھَر ٻاروچا ٻاجھَ پَئِي تون،
آءُ پکي ھِن پيھِي پيھِي!

ڏينھن ٻہ ٽي چار دوستے اسان جِي،
رَمزُن سان دل ريھِي ريھِي!

ھُج ھميشہ يارَ اسان وٽ،
پِرين نہ ٽِج پَر ڏيھِي ڏيھِي!

ڪيو بيراڳي ڏينھن تنھن لاڪُون،
دوستے ”سچوءَ“ جي ويھِي ويھِي!

## ڪافي

٢٠

يار چڱي تو تان مون سان لائي،
ڙي دلبر، لائِي!

دوستَ دلاسي جي دردمندن ڏي، مُج ڪتابَتَ ڪائِي.
تنهنجي اَچڻ جي يار پرين ڙي، هِتِ وري تي وائِي وائِي.
جا وٽيوَ دل پنهنجيءَ کي، ڪيوَ سانول سائِي سائِي.
خبر خوشيءَ جي پارؤن اوهان جي، اَج اسان وٽ آئِي آئِي.
حال ڏسي ڪري يارَ ”سچوءَ“ سان، تيءُ اَچي ڏُکَ يائِي يائِي.

## ڪافي

٢١

اِجهي آيا، کِلي گڏيا سي، جن جي ڪارڻ پانڌي پُڇياسي!

فَلڪ فِراقِي، ڏِينهن ڏُهيلا، اُهي سي ئِي وسري وياسي.
پاٽئُون چاٽي، سي پيهي آيا، جِن جي ڪارڻ چِلا ڪياسي.
اسان پانيو تہ آرام تِيوسي، ناز نيٽن جي ناگهہ نياسي.
ويڙهي اسان جي ”سَچُو“ آيا سي، طرف جنين جي قاصد ڪدياسي.

## ڪافي
٢٢

متان تون مونکي ڇڏين،
سُونهان ڙي سچڻ جا!

محبوبن سان ناڻ ڏٺيءَ جي، نيئي غريب کي گڏين.
نتو چاٿان ڏينهن اُهوئي، ٿيندو الاجي ڪڏين.
جڏهن تون حاضر ٿئين حضورين، ناڻ "سچو" ڪري سڏين.

## ڪافي
٢٣

ڪاڻ اچڻ تنهنجي ڪندي آءٌ، هِتِ حيلا هزارين وي!

پرچ پرين ڏِس پاڻ ڏي، بِره اوهان جي بندي آءٌ،
وري مان نهارين، وي.
پَرچِي اگڻ آءٌ تون، پايان ڳچيءَ منجهه گندي آءٌ،
يار گڏ گذارين، وي.
جيهي تيهي هوتَ اَوهان جي، چڱي سا توڙي مندي آءٌ،
سا تون چو ٿو وسارين، وي.
اَوهان ٻاجهون سُپرين، نيٺئُون وهايان ندي آءٌ،
پيو "سچو" پنارين، وي.

## ڪافي

٢٤

آهي صبح انجام، پرين، تنهنجي پَلا پار ڏي!

اَسان ڪنيو تان تنهنجو، سِرَ تي ڪُل ڪمامُ.
دانهون ڪري درد مؤن، بِرهُ نہ ڪر بدنامُ.
جي تون پُڇين ڳالهڙي، طلب نہ ڪَج تمامُ.
اڱڻ اچن تا تانهنجي، عاشق ڪر آرامُ.
”سچو“ سَيو تانهنجو، ڪَيوسي قبول ڪلامُ.

## ڪافي

۲۵

ناهي ويچاري سا وَس، هِيءَ تا بيوس آهي، ميان!

پِرين پنهنجي پارَ جو، ڏاها ڪو پَهُ ڏَس،
تنهنجي ڪَس، نِي، آهي، ميان.
اَول آخر آهي ڄِي، رانول منهنجِي رَسِ،
تنهنجي وس، نِي، آهي، ميان.
اَوهان ٻاجهُون سُپرين، ڳالهيون نہ اَچن ڪَس،
روحَ رَس نہ آهي، ميان.
پُڄَاڻان پِرين جي، آهي ينيورَ ڪَنئُون بَس،
سو تان چَس نہ آهي، ميان.
ساڻ "سچوءَ" تون سُپرين، هوتَ ڳالهائِج هَس،
ٻيو ڪو جَس نہ آهي، ميان.

## ڪافي

٢٦

هوتَ اسانوتےَ اِيندا،
وٽِي نال پِي نيندا!

سَوَ دلاسا سَرتيون، هِنَ ڏکيءَ کي ڏيندا،
گولِي پاڻ گڏيندا.
پَکا پاچياڻِن جي، اوڏا آڻِ اڏيندا،
چوري تان نہ چڏيندا.
جانچي ڏسجو جيڏيون، هِڪُ تَڪِيءَ سان تيندا،
وري پوءِ نہ ويندا.
پَسِي حال حَقيرِ جو، بَديون تان بخشيندا،
”سچو“ نانؤُ سڏيندا.

## ڪافي

٢٧

جِي آئِين، پِلِي آئين، ڪيچي ڏنُو ڪالهَ ڪاتي!

سِگهو سِگهو تون ڏيج سَنيها، ڏينهن گهٽا چو لائين.
تورا لائين تو هِن ٿَڪيءَ تي، پير اگڙ جو تون پائين.
پاڻُ توئِي تَئُون ڪريان قربانِي، جو ڳالهه سچڻ جي تو ڳائين.
طَرفؤن تنهنجي هيءَ نِماڻي، سَيِ پلائِي تِي پائين.
ڏيهُ سچڻ جو، ڏَسيون ڏهاڙيون، ”سچو“ تو ڪانگَ اڏائين.

## داستان ڏھون

۱

ڪيچيڙا ڪالھ ويا، مان تي اَگڻ نھاريان؛
ساريو سُپرين کي، ھنجون آءُ ھاريان؛
گوندر گذاريان، ھَي ھَي سارا ڏينھڙا.

۲

ڪيچيڙا ڪالھ ويا، پوءِ تي اگڻ نِھاريام؛
ڪين لھان ڪاتئين، وڏيءَ ويل ويام؛
وجي تاڪ تيام، ڪاڪيو ڪيچ وٽن ۾.

۳

ڪيچيڙا ڪالھ ويا، تَنگ اُتن تاٽي؛
ھوتن ريءَ ھاٽي، اَگڻ نِھاري نہ سگھان.

۴

ڪيچيڙا ڪالھ ويا، اجا مون وتاءُ؛
پِرين پچاڻاءُ، اگڻ ڏسي نہ سگھان.

۵

ڪيچيڙا ڪالھ ويا، جاتہ اَولِي جَتَ؛
ھَي ھَي ھٽان ھتہ، اگڻ ڏسي نہ سگھان.

٦

ڪيچيڙا ڪالھ ويا، تون تي اڱڻ نھارين؛
ٻَڙي ٻاروچن لءِ، رتّ ھنجون ھاريين؛
ساريون سنياريين، ٻاروچاٽي جاتِ ڪي.

٧

ويَئي ڪيچيڙا ڪالھ، تون اَڄ تي پيرَ نھارئين؛
ھو لنگھي لَڪَ سنوان تيا، تو ھِتِ ھڙا حال؛
ڪندِئي سارَ سنيالَ، وڃي ڪيچ وٽن ۾.

٨

ڪري ڏمرُ ڏير، اُتي آڏيءَ رات ويا؛
تون ڪٽي وقت صبوح جي، پيرادِنِ جان پير؛
ھو ڏُڪيو ساٿُ سوير، وڃي ڪيچَ وٽن ۾.

٩

جان جان ٽِيَڙسِ جاڳي، تان ساٿَ سَويلو لَڏيو؛
اَرتو اوتي اَڪيون، موتيون ڏسِي ماڳي؛
وَرُ وَرائي واڳي، مانَ نماٽيءَ جي نِجھُري!

١٠

اَڱڻ ساڳي اوءِ، پَر ڪيچن ڪي ڪاتئُون لھان؟
ڏيئي قَتّ فِراق جا، پورھيتَ چڏيون پوءِ؛
ھاٿي راھُن متي روءِ، سڏُ ڪريندي ساٿ ڪي.

۱۱

وڃي ڪيچ وٽن ۾، مَنَ ڪَرن نماڻي ياد؛
اَندهُون آزاد، ڪندا ڪميٽيءَ.

۱۲

وڃي ڪيچ وٽن ۾، ياد ڪرن مون مانَ؛
انهيءَ ۾ ارمان، ساهه وڃي ٿو سرتيون.

۱۳

وڃي ڪيچ وٽن ۾، مانَ پڇن پورهيتے؛
تہ هُئي نماڻي هِتِ، پاڻيءَ ڍوئي پانهنجي.

۱۴

وڃي ڪيچ وٽن ۾، مانَ پورهياتِ پُڇن؛
اِئين پاڻ چون، تہ ويچاري ويجهي ڪريو.

۱۵

وڃي ڪيچ وٽن ۾، ڪنهن ساعتے سنيارين؛
مانَ وري نِهارين، پينر شهر ڀنيور ڏي.

۱٦

وڃي ڪيچ وٽن ۾، پُڻُ ٿيندي پورهيتِ؛
جَتُ منهنجو جِتِ، آءُ اُتے گولي ٿي گذاريان.

١٧

ڪري پورهيائِتي پانهنجي، مانَ وٺي نانءُ سڏين؛
گولِنِ گڏُ گَڏين، ڪَنِ پاڙيءَ ڏوئِي پانهنجي.

١٨

پورهيتي چام پنهونءَ جي، اَصَلَ ڪَؤن آئين؛
تون گولِن سندي گولڙي، هو سنڌءِ ڌيا سائين؛
ڪاپو ڪمائين، ڪُلو ساري ڪيچ جو.

١٩

پورهياتي پنهونءَ جي، هيءَ اصل لاڪون آهِ؛
ڌِي ڪاپائِتي ڪيچ ۾، ويندي لالن لاءِ؛
ساهه نہ اَچن ساءِ، هي ماٺهو شهر ڀنڀور جا.

٢٠

هيءَ پورهيائِتي پنهونءَ جي، اَصلَ ڪَؤن آهي؛
سَگهي نہ ڪا ساهي، ٻَڙيون ٻاروچَن سين!

٢١

چوتِ چڙهي چانگارَ، ڪندي ڪيچيڙن کي؛
پوندي ڪَن قريب جي، گوليءَ جي گفتار؛
ٻاروچا ٻيهارَ، ڪندا ڀيرو شهر ڀنڀور ۾.

٢٢

ڪوهِ چڙهي ڪوهيارلَ کي، ڪا جا ڪُوڪ ڪيام؛
ڳوڙها جي ڳَلَن تَؤن، ڳَڙَن جيئن ڳاريام؛
اِهي سڏڙا، ”سچيڏنو“ چوي، پاروچَل ٻُڌام؛
گوندَرَ غَمَ ويام، جڏهن ٽيس هيڪاندي هوت سان!

## ڪافي

١

آءُ ڪانگا ڪا ڪر، ڙي، مون سان هَر هَر پيو ڪر، ڙي،
مِتِي ڳالھ پرينءَ جي!

ڏاھا ڏنوءِ ڪِي وڃِي، اُھي پرين ڪھڙيءَ پَر، ڙي؟
ڪِي حال پُڇياڻون ھِن جو، ڪا ڪندا ويچاريءَ وَر، ڙي؟
مُحبن جي ميلاپ جِي، ڪا ڪندين ييٽِي پَر، ڙي؟
آءٌ توئِي توُن صَدقي، ھوئين دوساٽي دَر، ڙي.
پِريان سندي پار جِي، سِڪ "سچوءَ" کي سَر، ڙي.

## ڪافي

٢

ڪالهه قاصِدَ اوڏاهون آيا : چي، جاني اِيندءِ اَڄ جائِي!

اَسين تان اوڏاهون اَڄ آياسي، هُئن اَچڻ جا سَعيا،
ڪيچ هُئِي هيءَ وائِي.
سِڪين سارين جن کي، وو ميان، واليءَ پوءِ وَرايا،
اَچي تيندءِ ڏُکَ يائي.
ڏينهن گهٽا تو هوت پنهونءَ ري، وِرهِي مينهن وسايا،
آئي اُڏاهون واڌائِي.
اِجهي اِيندءِ سپرين، وو ميان، ڏينهن گهٽا جَن لايَا،
ڪَلَ نہ پوندءِ ڪائِي.
”سچو“ سِڪندي سال ٿيا، وو ميان، ڏکيا مون ڏينهن لَنگهايا،
وجي هِي عُمر اجائِي.

## ڪافي

٣

ڙي ساٿيو، منهنجي يار جي، ڪا ڳالهه اَچي مون سان ڪيو!

آهي آرامِي ڪِي يار اسانجو، ٻُڌي سا ووءِ ووءِ وَريوَ؟
جي هيڪندَ تِيان هوت سان، تا ڪاج سيو مون سَريوَ!
ٻيهَرَ مون سان ڪيچ ڏي، ڪي وڪان ٻہ تي چونہ ٻَريوَ!
ڏونٺ ڏوراپو يار سچڻ تي، مَتان ڪو پانڌِيَو ڏَريوَ.
سوز ”سچوءَ“ جو سَڱ سُٽڻ سان، ڳوڙها سو ڳاري ڳريوَ.

## ڪافي

٤

وڃي پَڪا پُڇائيج، تون ساٿِي ڙي، سچڻ يار جا!

هِي تان حال حَقيرِ جو، وڃي سارو سُٽائيج.
هِي نياپو نينهن جو، وڃي پانڌي پَهُچائيج.
پاند ڳچيءَ ۾ يار ڪي، پارؤن مون پائيج.
ٻِهَر ٻاروچا وري، وو، اَچي وِرِهه وسائيج.
”سچوءَ“ ڏي ڪنئُون سُپرينءَ، ڪِي چڱو چوائيج.

## ڪافي

۵

مون کي نيڻ تا نِيَنِ، هَر هَر حبيب ڏي!

دل جوش ۾ خروش، اکيون روز رتے رُئن.
شُڪر آهه خداءِ جو، دِيدان ديدار ڪَرَن.
پارؤن يار لَکے هزار، مون کي مِهَٽا ڏيَن.
سِرَ تي "سچوءَ" سيے سَهايا، پينر پَلِي چوَن.

## ڪافي

٦

رهبَر اِئين چوَن، اَج اگَڻ تنهنجي اِيندا!

تُون ڪيئن وسارين تَن کي، جي تو گهٽو پُڇَن.
در تنهنجي دوستے اُهي ئي، اج تا اِجهي اَچَن.
پَکا پانورَ کَٽِي ڪري، اوڏا تنهنجي اَڏن.
"سچو" سندي حال جِي، ساري خبر لَهَن.

## ڪافي

٧

دارون پيو نہ ڏئين، آهي طبيبُ عشق منهنجو!

ڏپليون دارونءَ سنديون، موتي نال چو نِئَين؟
ڳالهہ اِهائي عاشقن جِي، هيءَ لاءِ سان هِنئَين.
اوڏنهُن اولانيو آئِيوَ، چو ويچَ ڏي وئَين؟
رَکَ "سچو" ڙي سوز سيني ۾، تان تون 'سچو' ٿئين.

## ڪافي

٨

ياد اهي مون کي آيُون، ڪيئي ڳجهيون جي ڳالهڙيون!

اَوهان جي بہ اَچڻ جون، تيون وري هِتِ وايون.
درد منديءَ جي دل کي دلبر، ورهُ وچين ڪيئن لايون؟
نانءُ سائينءَ جي سهڻا سائين، چِتُ نہ وڃ مون تان چايون.
آءُ تہ ڏينهڙا گڏ گُذاريون، هِتِ وينا ورهُ وسايون.
ڏوهَن "سچوءَ" جي ڏي نہ ڏسو، جو هِتِ تا سَندوَ سڏايون.

## ڪافي

٩

دوستَ ڪي دانھون سُڻي، مَنَ مِھَر ڪا مون ڏنھُن پوي!

درد مندن جي دَرَ اُتي، تو ڪانگ لاڪِيڻو لَوي.
پيغامَ پرين پارَ جا، چَشمن اُتي ويھو چَوي.
عاشق آھي اُڪنديو گھڻو، تو راند روئڻ جي رَوي.
سِرَ پَرِ اسين ايڏانھن اَچون، يا ڪي اوري ايندءُ اوھي؟
”سچو“ سَدا سِڪَ سوز ڪؤن، پيو ماڻُ محبت جو مَوي.

## ڪافي

١٠

مُحبن مُڪَا مون ڏي وري، اڄ ڏوڻ ڏوراپا ڏِئي!

سُڻي سَنِيھا يارَ جا، ٻولي ٻَڌيُم ٻانھون ٻِئي.
دل ديري ڏي دوست جي، وھندو اِنھيءَ ويلي وئِي.
مون ڪي وساريو ڪيئن اَتئي، مون پرت توسان پِئي.
تنھنجي اسان جي وچؤن، ڏس ڏينھن ويا گذري ڪَئي.
مون تان ڪيون تو ساڻ جي، سانيج ”سچو“ ڳالھيون سَئِي.

## ڪافي

۱۱

اَڄُ اَگَڻِ اِڃهي آيَم، پَرديسي گڏيم، ميان!

پيهِي پکي آئيا، لنؤ جنِين سان لايَم.
ڪوڙين قاصد ڪيترا، هوتن پار هَلايَم.
پُڇِيم جَن لاءِ پَنڌڙا، سي واليءَ پوءِ ورايَم.
اُنهن ڪارڻ سرتيون، سِرَ تي سورَ سهايَم.
سيئِي ”سچو“ آئيا، جَن لاءِ ڪانگَ اُڏايَم.

## ڪافي

۱۲

ناهي ڏوراپو ڪو ڏيڻ اوهان کي، يار تو سان مُنهنجي زاري!

روز اَزل کؤن چاڙهيئِي اسان تي، بارُ برهه جو باري.
جاتي ڪاتي صاحَب ساريان، يارَ اوهان جي ياري.
راتو ڏينهان ڳالهه اَوهان جِي، ٻِي وائِي مون نـ وساري.
درد منديءَ سان، ڪنهن ڏينهن دلبر، ڪر ڪا وروهَن واري.
حال اَحوالَ جِي آهي اَوهان کي، سُڌ ”سچوءَ“ جي ساري.

## ڪافي

١٣

آءٌ تنهنجي، سارو عالم ڄاڻي، يار ڇڳي تو تان لائِي، وو!

گهوريو پرين پرديس اوهان تؤن، ڪَر اَچڻ جِي وائِي، وو.
اَندر اَسان جي يار سڄڻ وي، سَنديَوَ سِڪ سَمائِي، وو.
طرفے اسان جي شالَ اوهان جِي، ڻئي ورڻ جي وائِي، وو.
مِهڻا ڏئي تو لوڪ مِڙيوئِي، دوستے تو تَئُون دل چائِي، وو.
شالَ "سچوءَ" جِي يار پيارا، لهين تان سُڌ سيائِي، وو.

## ڪافي

١٤

آءٌ ٻانهِي تُون سائين، وي،
پاتم پاندُ ڳِچيءَ ۾ ڪپڙو!

طرفَؤن تنهنجي يار پيارل، ڪانگ اَچن مَن ڪَائِين، وو.
نانؤ مولا جي مهرَ پَوَئي ڪا، تورا مون تي لائِين، وو.
روز ازل ڪَنئُون تنهنجڙي آهيان، غير نہ مون کي ڀائِين، وو.
هڪڙي ساعت اگڻ "سچوءَ" جي، پير مُبارڪ پائِين، وو.

## ڪافي

١۵

اُهي اگڻ منهنجي آيا، وو، جَن ڪاڻ سي پِيرَ پُڇايَم تي!

پَڪي اَسان جي پيهِي آيا، ڏينهن گهٽا جن لايا، وو
جن ڪاڻ سي پوتيون پَتايم تي.
جن لءِ روز نهاريم راهان، مولا سي محب ملايا، وو
جن ڪاڻ سي ساتِي سَنيايم تي.
هِنَ غريب ڪي گڏ نِيَڻ جا، ڪيا سي سڄڻ سَعيا، وو
جن ڪاڻ سي ڪانگ اُڏايم تي.
ڏينهن فِراقِي لَنگهيا اسان تؤن، روئندا دوستڪِلايا، وو
جن ڪاڻ سي ڏڪڙا لنگهايم تي.
رهيا آهن روح منهنجي تي، فائِقَ جا فرمايا، وو
جن عشق جا سبق پَڙهايم تي.
دل "سچيڏني" جي تي اَصلؤن، هاديءَ حُڪم هَلايا، وو
جن ڪاڻ سي وِرهه وسايم تي.

## ڪافي

١٦

ڪڏهن اَلا جي ايندين، پيهي پُڇڻ پنهون يارَ!

پاڻ پنهنجو پاڙِهي، ساڻ غريبء گڏيندين.
پَڪا پَڪن سامُهان، اوري شالَ اَڏيندين.
اِهو اَتم آسرو، چِپَر تان نہ ڇَڏيندين.
سڳي پانهنجي در جو، ”سچو“ نانؤ سڏيندين.

## ڪافي

١٧

اِهي ڏوراپا ڏيئي، موتِي مُڪا يارَ مون ڏي!

هوءَ جا ڳالهڙي ڪالهہ ڪئي سون، ڪِيئن وسري تو ويئِي.
اَسان ڀاڄهون، سُڻ ڙي سائين، ڏينهن گذاريَو ڪيئِي؟
ڪهڙن ڳالهين ۾ تون تان آهين، پِرتِ منهنجي تو سان پيئِي.
چَئِي مُنجين ٿو هَٿِ پانڌن جي، تہ حال اسان هِتِ هيئِي.
ڏوهَ گناهَ، وُو، تنهنجا بَخشا، ”سچو“ ڙي، يارَ سَيِيئِي.

## ڪافي

۱۸

مون کي مُرڪڻ سان تون، ڪِيئن ماري وئين!

ڪَيئِي پُڄندي پانهنجي، موتِي ڏوراپو تو مون کي ڏِئين.
آءٌ اِيلازڻ دوستَ توئِي کي، يارَ وڃي اِتي يا ڪِي تِئين.
آءٌ مُئِيءَ تا گهوري جانِي، سدائين سو تون تان جِئين!
ڪهڙيين ڳالهيين يار سڄڻ وي، هِيءَ نماڻِي نال نه نِئين.
آهي ”سچو“ جئن يار توئِي سان، هُج تنهن سان تون پي تِئين.

## ڪافي

۱۹

آءٌ وري تون تان ويهُ، سڄڻ،
آءٌ تان تنهنجِڙي آهيان!

آهون عاشقن جو سُٽِي، چِڏِ پرين تون پَرڏيهُ.
پَکَن باباڻن ۾، آءٌ پرِين تون پيهُ.
اصل لاڪون آهي، هِيءُ ڏاها تنهنجو ڏيهُ.
”سچو“ چوي سُپرين، آءٌ سارِ ساٽيهُ.

## ڪافي

### ٢٠

گهوري جانيءَ ري جُدائِي،
گڏُ گهاريون، هوءِ هوءِ هوءِ!

معلوم توکي پرين، سائين سا ڳالھ سيائِي.
شالَ ڪَنن سان نہ سُڻان، تنهنجي وڃڻ جي وائِي!
تو سان چِنڻ ڪارڻ تان، يار نہ مون لَڙھ لائي.
بَن وڇوڙي جي شاهِي دلبَر، وَر سان گڏ گدائِي.
ساڻ ”سچوءَ“ هو ميان سُپرين، سائين تون گڏ سدا ئِي.

## ڪافي

٢١

اهي ٻڙيون، ٻاروچا، اَڄ اگهڻ مُنهنجي ايندا!

هيءَ شريعت ڪا هندي، اَڙي سرتيون، سائِن ساڻ،
ناهيان ٿانياڻِي تن جِي، جا پُرجهي ڏُنم پاڻ،
ٻانهِي ڪري پانهنجِي، اُهي صاحب سڏيندا.

اُتي ويٺي تانهنجيون، هن واتيون ورونهان،
ڏين سَيِيئي سرتيون، مون کي لکين ٿيون لوهان،
اِهو اَتم آسرو، گولِي گڏ پِي گڏيندا.

ڪِينَ جون مون کي خبران، آڻي پانڌيءَ پهچايون،
هيون هوتن سنديون، هيڏي وَرڻَ جون وايون،
”سچو“ جن جو آهين، سي ڇَن نہ ڇڏيندا.

## ڪافي

٢٢

وجي ڪا مِنت ڪري،
منهنجي يار ڪي، وو!

هو سدائين سان مُون، پرين نہ وجو پَري.
حال نماڻيءَ جو ڏسي، وري سو پوءِ وَري.
وٺي ڪا دامن دوستَ جي، اکيون تان آب ڀَري.
ساريو توکي سُپرين، هِت مَريضِ مَري.
رُسڻ نہ تن سان، جن ريءَ ”سچو“ نہ ساهہ سَري.

## ڪافي

٢٣

لَتِي هَلاڪِي هاڻِي، دوستَ وسي مُنهنجي ويڙهي!

ڪوٺي ڪَيَو پانهنجي، پرين پاڻَؤن چاڻِي.
ناحق اوتيم هوتَ ريءَ، پِنبڙين مان پاڻِي.
سي ٿِي آيا هُيَسِ جنين لاءِ، جيڏيون ڙي، جوڳياڻِي.
وٺي ويهاريَئون ويجهڙو، ”سچو“ سو سگَ سُڃاڻِي.

## داستان يارهون

١

اَڻ مُلِهي آهيان، ٻانهي ٻاروچن جي؛
سيِ چِپَرُ چايان، آهُنَ ۾ دانهُنَ سين.

٢

هَي وجي هي قافلو، ڇپُاتِي چاَيُون؛
مُنهن ڏئي آيون، آهُون دانهون عِشقَ جون.

٣

راتے لهي ويا ريچُ، نماڻيءَ کان نڪري؛
ڪاڪيون هاڻي ڪيئن ڪريان، جو ڪاڏي تيڙم ڪيچُ؛
پرَ پيو پنهونءَ سان پيچُ، سو اتي رهڻ نہ ڏئي.

٤

سَهي جان نہ سُتينءَ، جو ڪُڙڪ ٻُڌي ڪُڙڪِي وجين؛
ڇِتيان چانگِنِ جون ٻُڌي، تون ڪُوڙي ڪين اُٿين؛
غافل هِڏ گُتينءَ، سيِ پرِ "سچيڏنو" چوَي.

٥

پانڌين ڪَنئُون ٻُچِي، تي ٻَهَ، پرينءَ جا پيچرا؛
سَهلِي "سچيڏنو" چوي، هِيءَ لالَن لاءِ لُچِي؛
ڪنهن سان ڪين ڪُچِي، اَتس ووءِ ووءِ وائِي واتے ۾.

٦

چاڙهيون لاهِيون چُنج جِيون، ڪوڙين آهِن ڪوهَ؛
ڏئي مهتان محبت وارئين، چَپَرُ ڏاڍي چوهَ؛
ناگهه نِسَتِ نينهن کي، ٿا رئارن روهَ؛
اَچي منجهه اَندوهَ، مَتان تون ماندي ٿِئين.

٧

لاکون لاکين لَڪَّ، نبيرڻ نہ ٿيا؛
ڪوڙين آهِن ڪيترا، راهُن اُتي رڪ؛
هَي هَي ڪارڻ حقَّ، هِي سارو ڏونگر ڏوريان.

٨

روئِي هاريان رَتِ، ووءِ ووءِ واتَڙين تي؛
جيڏيون ڪارڻ جَتِ، سارو وندر ووڙيان.

٩

اَچج آرياڻِي، تون وري شهر ڀنڀور ۾؛
آن ري اَکَڙيَن مؤن، ٿو پَرتِ وهي پاڻِي؛
هوت اَچِي هاڻِي، هيءَ نالائِق نوازيو.

١٠

هوت نہ چڏيو هِتِ، نيو پورهيتِ پاڻ سان؛
تو ريءَ بي ڪا چِتِ، ڪانهي ڪميڻيءَ کي.

١١

عمر اَجائي گذري، ڪارڻ مِتيءَ رُوءِ؛
خام منهنجي خوءِ، ڪَر وَر ويچاريءَ جِي.

١٢

جَتَ موچاري جاتِ، چڱي جاتِ جَتن جِي؛
وائِي تن جِي واتِ، سدا اَتم سرتيون.

١٣

پورهيائِتِ پنهونءَ جي، آهي اَصل ڪؤن هِي؛
جيڏيون جَتَن ري، ويٺي وِرهُ وسائيان.

١٤

آهي ڪونه غرضُ، محبوبن کي منهنجو؛
ڏيڻ سِرُ فرضُ، "سچو" سندن سَٿِ ۾.

١٥

لوهي لا غرضي، سُپيريان جِي سارَ؛
مارڻ لاءِ مُشتاق جي، آهي محبن کي مرضي؛
سِر ڏيڻ تنهن سَٿِ ۾، آهي فقيرن فرضِي؛
ڪڍهان ڪو قرضي، "سَچو" تنهنجي نانءَ جو.

١٦

پيس تنهنجي پيچ، پنهون ڪين چڏيج مون؛
بانهي ڪري پانهنجي، وجي بانيڻ کي ويچ؛
مَر ڪميٽي ڪيچ، پورهيو بانِهن جان ڪري.

١٧

روئِي ڏنو رنگ، ڪو جو ڪامِڻ ڪوهَ ڪي؛
سو شَمه شَفق سان ٿيو، سُرخيان سارو سنگ؛
منهنجو نينهن نِسَنگ، پيو سمورو سُڪوتَ ۾.

١٨

اُتي ڪمر پنڌ، لوچ، تہ لَهين سُپرين؛
هوتاڻِن جو هنڌُ، ڏسين اَڪڙين سان.

١٩

مِلي مارڳَ جي مرين، تَئِي قدر ڪيچيڙن؛
تورو وڏو تَنِ، تنهنجي اچڻ جو تئي.

٢٠

مِهَر مَ لاهِ متام، آءُ اوهان جي آهيان؛
جي ڪامِل سَڏَ ڪَيام، سي ٻُڌي پاروچا ورين.

٢١

ٻانيڻ جي ٻاڪار، ٻُڌي پاروچو آئيو؛
وَرَ وسارج ڪينڪي، جا واقف نہ وٺڪارَ؛
سِگهڙي لهج سنيار، سائينءَ لڳ ”سچو“ چوي.

٢٢

سَرواٽن مون ساڻ، پَلؤن پَلائِي ڪَئي؛
جن جاڳايو جوش کي، آءُ اُتن قربان؛
پاروچاٽو پاڻُ، تذهن لؤن لؤن منجھ لڳي ويو.

٢٣

پيِنرَ هن پنيور ۾، منهنجو ڪارِ نہ ڪمُ؛
اَتم آريءَ چام سان، دوستيءَ وارو دمُ؛
ماڻهن ليکي غمُ، پر سُک ”سچو“ تو پانئيان.

٢۴

ڪيچيڙن مون ڪالھ، اَچا وڙ وڏا ڪيا؛
اُن جي ڪارڻ ڪاڪيون، ڪنديس ڪاف ڪَشال؛
هَي هَي هِن جي حال، جو هڙا هوت وساريان.

٢۵

عمر اَجائِي گذري، هَي هَي هڙي حالَ؛
تائين اَج نہ مون تِئي، سَندي هوت سنيال؛
مون کان پچن ڪينڪي، ڪافَن جا ڪَشالَ؛
پنهنجي قربَ ڪمالَ، ڪا وَر ويچاريءَ جي ڪريو.

٢٦

عمر اجائي گذري، هڙا حال تيام؛
چُپ چپاتيءَ سرتيون، وتؤن هوت ويام؛
هو جي ڏونگر ڏاڪڙا، ڦولڻ سَپي پيام،
اَج صبح ايندام، ڪندا ور ويچاريءَ جِي.

٢٧

وندر ۾ وِيهان، ڦولن پيون پرينءَ کي؛
نالِ جَنين نينهان، هوت تنِين جي هنجَ ۾.

٢٨

پَرتےُ هوتے پنهونءَ کي، آڻي عشق ڪيو؛
”سچو“ سَگُ تيو، هڦن هوتياڻن سين.

٢٩

مِهر مَ متان لاهه، مون تان نماڻيءَ تَئُون؛
هِيءَ ڏکوئي ڏاهِ، اَڻ مُلهه آهي آنهنجي.

٣٠

مِهَر مَ متان لاهه، آءٌ اوهان جي آهيان؛
جي ڪامِلَ سَڏ ڪيام، سي ٻُڌي باروچا ورين.

٣١

جيهي تيهي حال سين، پاڻُ وجهڻ مون پندِ؛
روئي پَوڻ رندِ، پنيءَ چام پنهونءَ جي.

٣٢

هَي هوتا تو سندي، اَوڙڻَ جهڙي ناهيان؛
حال پسي مون هي، مانَ نماڻي نال نئين.

٣٣

ساڻُ سويلو سرتيون، وڏيءَ ويل وِيوم؛
وندر جي وڻن ۾، ڦولڻ هوتُ پِيوم؛
تيلڻ تر تِيوم، هاڻي هوتياڻِن لاءِ.

## ڪافي

١

مون کي تنهنجي آهِ، اَچڻ جو وڏو آسرو!

جوڙي چڏيم، وو، جائيون، ميان اَلا، لؤن لؤن ۾ تولاءِ!
اڱڻ آسروند جي، ميان اَلا، پير مبارڪُ پاءِ.
جڏهن ڪڏهن تو ڏسان، ميان اَلا، توکي جاءِ بجاءِ.
ڪين جُڙي ٻيو جِيءَ ۾، ميان اَلا، تُنهنجي سِڪ سواءِ.
تو گذاري گوندرين، ميان اَلا، ”سچو“ تُنهنجي ساءِ.

## ڪافي

٢

لڳيءَ دل جو دارون، ناهِ ڪو ڏولڻ پيارا!

عشق جون واتان، ٻَرن لاٽان، تنهن مَؤن نڪرن درد جون چاتان،
پوءِ ٿيون پَون هي پَچارا.
عاشق ٿا ڪن درد جون دانهان، عشقَ منجهاروئن اِهي آهان،
رُئن اُهي زارو زارا.
آءُ تان ٻانهي، تون تان سائين، پاند ڳچيءَ وچ پَلؤ پائين،
اچڻ جا ڪر قول قرارا.
ڳالهيون مون سان تو جي ڪيون، مور نہ مونکي وسري سي ويون،
دم دم تنهنجِي ياد آ يارا.
هيڪر مون کي جانِي جياريو، ڳالهِن تنهنجن ڳُجهن ڳاريو،
وصل جا ڪر وري وارا.
”سچو“ تون تان ٿِيءُ نہ ماندو، پِرين تنهنجوالله آندو.

## ڪافي

٣

اَديون ڙي اَج آهِ،
اَسان مُحبن جو ميلو!

دلبر سِڪندي ڏينهن ٿيا، سُپيريان جي ساءِ.
فَنا ٿيائون فراق کي، ٻُڌو جاءِ بجاءِ.
ڏک لنگهيا سُک آئيا، لِڱڙي ٿڌڙي واءِ.
جنهن ساعت گڏيا سُپرين، سا ”سچو“ ساعت سُهاءِ.

## ڪافي

٤

ماريو هوتَ وجَن اَلا، ڪنهن در ڏيان دانهڙي، پلو پلو!

ڪاڪيون، ڪڏهن ڪينڪي، منهنجي مِنت مَڃن، اَلا.
پُنڀيءَ پيس جَن جي، سي پِي سورَ سَڃَن، اَلا.
دعا ڪَريجو جيڏيون، پيرو تان نـ پَچن، اَلا.
اهو اَتم آسرو، ڏيندا آبـ اُجَن، اَلا.
”سچو“ سهمي ڪينڪي، روحُ تـ ڪانءُ رُجَن، اَلا.

## ڪافي

۵

هُتَئؤن هوتُ هَلي، ڙي، دوستے دلاسو ڏيندو!

وجهج ڪم ڪريم تي، ٻي ڳولج ڪا مَ ڳلي،
پاڻهين پُنيءَ تو ايندو.
پَڪا پَڪن سامهان، تنهنجي ماڳے مِلي،
اوڏا آڻي اَڏيندو.
اَچڻ سندي اُن جي، ويندو روحُ رلِي،
تورو تورياڻيءَ ٿيندو.
جا ڳُجهي هوتن مَنَ ۾، سا ساڻِن ڳالهه سَلي،
پُنهل پاڻ سان نيندو.
مهرَ پنهنجيءَ سان تو پرين، اِنهيءَ پَتے پلِي،
ڙي ”سچو“ نانءُ سَڏيندو.

## ڪافي

٦

ذري ذري ڪَن چَشمان چُور،
نِين اسان کي ٿيون وَهلور!

تَن مَن سڀ تاراج ڪَرن ٿيون، ديدن جو آهي هي دستور.
خوني وتَن خيال پنهنجي سان، ڪَسنِ شهزادن شَعور.
ناز نياز سان هِڪي واري، چاڙهن سوليءَ تي مَنصُور.
ساڻ ڏسڻ جي مشتاقن سان، ڪَيفِي ڏاڍو ڪَن ڪَلُور.
"سچو" ڪير ويچارو آهي، وجهن ڦيري دل، ڪَرن فَتُور.

## ڪافي

٧

پاڙِهي پئيو سُڌ سورن جي، وو، عِشق لڳيو جي اَديون!

ساري خبر وجي تَن ڪَنئُون پُڇجو، جي وِره سچڻ جي وڌيون.
ڪين لِڪن سي لوڪَ اڳيون، جي آهِن ڏکَن جون ڏڏيون.
مُحب مسافِر ٿيا جَنين جا، ڪُوڪان اُهي لَڪ ڪنديون.
وِرهَ ولوتيا جي وهنديون تَن جي، نيڻُن نِيرَ جون نديون.
پارؤن پِرينءَ جي سڻو سيئِي، لوڪ پِلِي ڏي بَديون.
اڳيون پويون سڀ معافي ڪيون، تنهن محب "سچوءَ" جون مَديون

## ڪافي

٨

اوري آڻ سي اوري، ڙي الله، جنين ڪاڻ سِڪيَس سال!

ڏسُ نہ مون کي ڪو ڏئي، ڏيهہ رهيس آءُ تان ڏوري.
واٽَ جنهين کؤن لنگهيا، گهوري هِيءَ جندڙي گهوري.
هيڪند تون ڪر هوت جي، ساڻ تَڪيءَ ڪنهن توري.
ساهہ "سچوءَ" جو تنهن ڏهاڙي، ويا چاڪَ وجهي چِتُ چوري.

## ڪافي

٩

ڏينهن پُڄاڻؤن آئين،

يلي آئين، ڙي يارَ مُنهنجا!

اگڙ اسانجي هوتَ پاروچا،

پيرَ جي اَڄ پائين، يلِي پائين.

پَري اسان کؤن يار پرين ڙي،

ڏينهن چو لائين، ڪيئن لائين؟

ڏوه ڏنگايون يار سچڻ ڙي،

ڪيئن يُلِيءَ ڏنهن يائين، چو يائين؟

هيئن نہ گُهرجي يار توکي،

چِتَ چُڪيءَ تؤن تو چائين، ڪيئن چائين؟

عَرش ڪرسيءَ تؤن اَچي اُتاهين،

مَن "سچوءَ" جي تون مائين، يلي مائين.

## ڪافي

### ١٠

تُنهنجي پانڌي پيغامَن، اَلا، منهنجو جيءُ جياريو!

هِي تان تَنُ توان ڪيو، اَڙي ساٿِي سَلامَن.
تو تَؤن آءٌ قربا ن ٿيان، ڏنهن آئين عجيبن.
مَنهنجو چِتَ چَريو ڪيو، هِن نينهَن جي نياپن.
درد منديءَ جي دل ڪي، ڪيو قابو ڪلامَن.
ڪيائون ياد حقير ڪي، اَسر ئي ايامن.
ڪَيئون مِهرؤن پانهنجي، گوش ڏي غلامن.
مُنهنجو وِرهُ وڌايو، ان جي اَنجامن.
جيهو تيهو آهي ئي، ”سچو“ سگ سندن.

## ڪافي

۱۱

ڪري سانگ پِرين وري آيم اُهي، ديس اَساڏڙي، اَلو اَلو!

وري وطن آئيا، پينر تيڙم ڀَلو ڀَلو.
پريَن اڳيئن پيشوا، هاريون مون سان هَلو هَلو.
اَصلَ لاڪؤن آهي اُنهن سان، روح منهنجي جو رَلو رَلو.
اُنهن ٻاجهُون ناهِ ڪو، ڳولڻ مونکي ڳَلو ڳَلو.
سِر سچڻ جو لوڪ ڪي، ساهيڙيون نہ سَلو سَلو.
”سچو“ سچيءَ سِڪ ۾، شال نہ پوندو وَلو وَلو.

## ڪافي

۱۲

ناهي هِنَ درد جو دارون، توئِي وٽ يارَ طَبيبا!

تِرُ تفاوت درد نہ ڏيندءِ، چوڙين جا سِيرَ سَرارُون.
قَڪِي ڏيڻ سان هَي وجي تو، هِنيَڙو هاٽي هيڪارُون.
سوز گداز، نِي وي، غم فراقان، لائن تا قول قَطارُون.
دوا دردَ جِي سوئِي ڏيندو، جو ايندو پرين جي پارُون.
ناز پَرين جيون يار ”سچوءَ“ جي، هِن تان ساهَ سنيارُون

## ڪافي

۱۳

منهنجو شرم سَيوئِي آهي، جيڏيون تان پِير مُغان تي!

وري ڏٺائون پاڻ ڏي پاڙهِين، نا تہ هئا حالَ اسان هي.
اُهي پاڙيائون پاڙهي پانهنجا، هو جي قول ڪيائون ڪي.
جَن پياريو پُر پيالو، شالَ ساقي جِيَن سي.
سَدا اُهي وسَن اسان وٽ، جانِي جيءَ جا جي.
سر "سچوءَ" ڪي ڏَسيو ڏيهاڙيون، پنهنجي يار هَٿؤن ڏي.

## ڪافي

۱۴

ڏنِي ڏيکاري، ڙي ميان، صورتَ سُپرينءَ جِي!

حَسن حُسين جي ڪارڻ، زاري، ڙي زاري.
ورتَم ساري لوڪَ ڪؤن، پينر ڙي بيزاري.
مُحبت محبوبن جي، مون اَصل اِختياري.
چوان حقيقت حال جي، هيءَ سچڻ کي ساري.
هِت هُت ڪندا ڪاڪيون، اُهي مون سان موچاري.
"سچو" سدائين گُهرجي، يارن جي ياري.

## ڪافي

۱۵

ڏيئي مون ڏيکاري، لَڙي وريو ويو در توڻ دلبر!

ڏٺُم اَکِڙين سان، هوءِ هوءِ حسن هزاري.
وسُ نہ هِن جو ڪو هُيو، هوشُ نئين هَسواري.
دينَ ڪفر اسلام کؤن، بِرهَ ڪئِي بيزاري.
ڪنهن در ڏيان آءٌ دانهڙي، مونجھ اِنهيءَ مون ماري.
سوز سَفيران لايون، هِن چُڪيءَ کي چوڏاري.
حاجت هن جِي نہ هئي، جا قاتِل فوجَ قراري.
گهٽي مدت کان پوءِ اَچي، دوست ڏني دلداري.
باسيائون تان بِرهَ جي، ميان "سچوءَ" کي سَرداري.

# ڪافي

## ١٦

پرين اوهان ڪؤن پوءِ، هِتي راتيون رهنديس ڪا؟

پُنّيءَ اِيندي تانهنجي، لالَ وري هِن لوءِ،
پوءِ سورَ سهنديس ڪا؟
واعدا ويڙا وسري، هوتَ ڪيَوَ جي هوءِ،
ٻئي ٻول ٻَهنديس ڪا؟
پِرين تنهنجي پار ڏنهن، قاصِد اچي ڪوءِ،
وري هِتي ويهنديس ڪا؟
سچو سِڪَ اوهانجي، هِنيَڙي ۾ هوءِ هوءِ،
ٻئي ٿاهَ ٿهنديس ڪا؟

## ڪافي

۱۷

مون ۾ عيب اَپارَ، سَچَڻ تُنهنجي ٻانهڙي آهيان!

ٻانهِن جي آءٌ ٻانهِي آهيان، ساري سيج چمارَ.
هُئان هميشه هوتَ سان، شالَ نه ٿيان ڌار.
هِي سِر صَدقي تو تؤن، سِسي ساڻ ڪپارَ.
اوچَڻ ڪنديس اَکيون، پتر ڪنديس وارَ.
پاڻُ تو ئي تَؤن صَدقي، سِسِي ساڻ ڪپار.
ساهَ "سچوءَ" جو سوگهو ڪِيڙو، رکي ياراڻو يارَ.

## ڪافي

۱۸

سو ڏاڍن جو آهي ڏيهُ، جاتي نِينهڙو وو نيڻن لايو!

جاتي پهُچ نه پڪيءَ جي ميان، سو سيڻن جو ساٿيهُ.
جي تِي وڃان در دوستن جي، ميان، چِمان پيرن ڪيهُ.
جي ڪوٺيو ڪُهن سُپرين، وڃي پَڪڙي تَن جي پيهُ.
"سچو" عاشقُ جي آهين، وائوڙين وڃي ويهُ.

## ڪافي
## ١٩

پلو، آءٌ تان يارَ سچڻ جِي، ٻانِهي گولِي آهيان!

آءٌ نماڻِي عيبَن هاڻي، ڏوهَن ۾ آءٌ تان اولِي آهيان.
جيهِي تيهِي آهيان، ڙِي جيڏيون، جانب جِي آءٌ تان جهولِي آهيان.
پَل پَل پُڇَن حال مُنهنجڙو، ڳالهه انهيءَ جي تان ڳولِي آهيان.
هيڏي هوڏي نه وڃان، مُحبن جي آءٌ تان تولِي آهيان.
ڏِسُ "سچوءَ" ڏي سُپرين، نا تہ ڇَپَر هِتہ چولِي آهيان.

## ڪافي
## ٢٠

اَديون اُهي اَڄ آيا، ڏيهُ جَنين لءِ تي ڏوريان!

ڏيو مبارڪ سرتيون مونکي، مولا سي مُحب مِلايا،
چرخو ڪيهو آءٌ چوريان؟
در پيهي سي، وو، آئيا، سائين اَلا، جَن لءِ مون وِرهَ وسايا،
پاڻُ مَتانئن گهوريان!
پَر ڏيهِ ويا ها، وو، مون پرين، واليءَ سي پوءِ ورايا،
تَڪِ ڪيها پيا توريان؟
"سچو" اتي، وو، دوستہ گَڏيوسي، ڏينهن گهڻا جَنهن لايا،
وندر ڪنهن لءِ ووڙيان.

## ڪافي

٢١

پينرڙي بيوس، وڃي آءٌ پَئيان!

وس نہ آهيان پانهنجي، واڪو ڪَيمُ بيوَس،
مين ديوانڙي ٿَئيان.
لوڪُ ساروئِي سرتيون، روحَ نہ اَچي رَس،
حالڙن هُڻ مين ڳَئيان.
مَڇُ ڏاڍو مون سِر آئيو، ڪوئِي نہ اَچي ڪَس،
قابو عَشق ڪَئيان.
بِرهہ واري باتِ ڪؤن، ”سچو“ نہ ڪَري بَس،
مِهٽا ڏيَن سَنئيان.

# جهولڻو

## ( سسئي ۽ پنهونءَ بابَت)

١

سَرتيون سيڏ ڌِيَس صلاحِي،
هوتان راهَ وٺي پيا راهِي،
ڇو ٿينءَ ڪَڍَ تَنِين جي ڪاهِي،
ڏونگر ڪِيم ڏسائج ڏاهِي،
حَبَ ۾ ڪون ڪَندُئِي همراهِي،
تڏهن ڇَپ ڪرڻ تو چاهِي،
پَر هو اِهڙو امر اِلاهِي:
ٻيا سيڏ ويهُ تون وهَم وساري.

٢

چي ڙي، مون سان مُور مَ ٿيو مَصلحاتِي،
ثابت سِڪَ رهي ڪا ساتِي،
هاريون هي جا آهي حياتِي،
تن کي روهه رسان ٿِي راتِي،
پائِيندیس جهَر ٽَتي جهَنگ جهاتِي،
چاجي چِجي پوي مون چاتِي،
ڪنديس وؤڙ سَنديَن ويلا ٿِي،
اِينديس ساڻ وٺي پَرُّ ياتِي:
ڏسنديُون هوت مِڙئِي هِڪواري.

٣

چي ڙي، ويھُ وسار وچڻَ جي وائِي،
توسان لَعلَن جنھن لَؤن لائِي،
تُنھنجي دل ڪيٽَن تَنھُن تائِي،
سو اَڄ جاڙَ ڪري ويوءِ جائِي،
ڏيئي ڪَن بُڌج تون ٻائِي،
ٻوھن پاس نہ ٻوڙج ٻاھِي،
سُرت صلاحَ تون سَمجھج سائِي،
اِھا ڳالھ اَمرَ ۾ آئِي:
ڏونگرُ ڏورؤن ئِي ڏھڪاري.

٤

آيل اَڄَ مُلھِي جا آھي،
سا ڪيئن سگّي سچڻ سان ساھي،
ٻيو تان ٿاھ نہ ھرگز ٿاھي،
ڏاڍن ساڻُ شَريڪتَ ناھي،
جا پَئي سيِ لاڳاپا لاھي،
ڇَپَر چوھ اَڳيانئُس چاھي،
ڪيچن ڪَڏَ اُھا مَرُ ڪاھي،
ڪٽندي گام تہ پُڄندي ڪاھي:
محض اُنھيءَ کي مِيرُ نہ ماري.

٥

چي ڙي، رَهَ روين ٽِي روڙي،
آڏو پِينگ ٻُجهي ٽي پَوري،
هيبتَ هول هراستَ هَوڙي،
ڪامِڻ ناهِين اسان ڪي ڪؤڙي،
تُون تَنهن ديس مَ وَڃج ٻوڙي،
پَرڏيهيءَ جي پُٺِ مَ پؤڙي،
ٽَرِ ۾ ترسُ اَٽئي ٽَڪَ ٽَوري:
هِتِ تا ڪانَ گَهڙي هِڪ گهاري.

٦

آ دل آرياڻِيءَ سان اَٽڪِي،
مان جا ريجهَ اَديون تَنهن وٽڪِي،
هَي هَي گهوري تا هِنَ گَهٽڪِي،
رهنديَس ڪِين هِجَر ۾ هَٽِڪِي،
جانبَ ڪاڻ نہ جاڳيس جهٽ ڪِي،
پِنيءَ ويلَ وڃان مَرُ لَٽڪِي،
ڪنهن جي مهم نہ هَٽڪا ڦَٽڪِي،
هاٽي سر توڙين مون سَٽڪِي:
هِنَ ڪي ڪامَ هَلڻَ ڪؤن ڪاري.

٧

چي ڙي، سيج پر سُجَ جُلي تِي چاڙِي،
پُرجِهج پَبَ نہ اَتيئي پاڙِي،
وسھج تو دل جَنھن سان واڙِي،
سَسئي سو تان تِيُئي نہ ساڙي،
ناحق تانگھ تنھين ڏي تاڙِي،
چو ڪَيَءِ خوابَ ڪڙِي تو ڪاڙِي،
ڪِيئَن تِي آبُ اَڪين ۾ آڙِي،
حِيلا ڪَرمَ ھلڻَ جا ھاڙِي:
پُچندينءَ بام پَسِي بَرُ باري.

٨

جيڏيون جبلَ چَؤ تيون جيئِي،
ساجھُر سَنگَ لتاڙيان سيئِي،
گھوريان گھوٽَ بِنا گھرُ ھيئِي،
سائِي وَسَ وَتانئُم ويئِي،
رھندَمُ روحُ نہ ھِتَ تَن ريئِي،
وِيڙم دوستَ دلاسا ڏيئِي،
ھِيءَ تان پَلَؤ پُنھونءَ جي پيئِي،
ھُن تان ڪامِڻَ ڪيڙس ڪيئِي:
نِيائُونس وَرُ وٺي ويساري.

۵

چي ڙي، گھورين ھاڻ، جنين جي گَھرڙا،
اَتئي تَن اَڙانگا اَرڙا،
آڏو تاڪُ نہ ڏيندءِ ٽَرڙا،
ٽِيندءِ زور مَٽي تو ذرڙا،
بيدل بَس ھَرائيندءِ بَرڙا،
اوجھڙ ھوھَ اَتئي سي ھَرڙا،
گھائي پيرَ ڪائيندءِ ڪَرڙا:
سَگھنديئءَ نارِ نہ وَرُ نِھاري.

١٠

ثابت ڳالھ سٽو ھِيءَ ساري،
جبل واٽ نہ جيڏيون جاري،
پَر پِي بِرھ جنھين سان باري،
سا ھَڏِ ماڏي مور نہ مَاري،
چا جي وَر وِنگا وَڏَ واري،
تاپِي درد منديءَ دَھڏاري،
توڙي ھوھ ھري تو ھاري،
ھندو پاڻ پنھون پوءِ واري:
تا پڻ سَرسُ سِڪائِي ساري.

١١

جيڏيُن ڪَيَس وراٽِين جوڙي،
هُتے ٿو روهُ رڙندا روڙي،
تَنهن جو تابُ نہ سگهندي توڙي،
آڏو مِير مَيائِي موڙي،
رائو ريگَ ٿَرَن ڪؤن ٿوڙي،
سگهندئن پيرُ نہ ڪَر ڳَل ڪوڙي،
تون تان لعلُ لَهين ڪِيئن ووڙي،
ڪَنهن جي ڪَامَ ڪَمر چَڏ ڇوڙي:
ٻيا ٿِي ماڳے مِرُون چوڏاري.

١٢

جيڏيون جَتُ منهنجو آهي جائِين،
آۓ تان ويندیَس اَج تَنهن تائِين،
آهيان ٻانهي اُن جي آن ٿِين،
پاٹؤن گهٹے پينَر تِي پانئِين،
آن ڪي پَلؤ ڳچئ ۾ پائين،
دَمُ دَمُ دُرس ڪريج دعائِين،
مون ڪي سَڄٹن ميڙيين سائِين،
ڪيچيڙن ڪي پَهچان ڪائِين:
ٻِره جِي باه ٻَهون ويا ٻاري.

١٣

چيو ڙي، آڏو لَسَ بَگهيڙَ ڪن لوڙا،
تَن کؤن ڪَنَ ٻَئي ٽين پوڙا،
چوهئون چَپُر چِني ٽو چوڙا،
تاٽي تاڪَ تَڪَر جا ٽوڙا،
سَهمناڪَ سُنڊا سي سوڙها،
ڏيوَن مارَ مَٿي ڏين موڙا،
سي ٿِي ڏُرتِ ڏورَڙ جا ڏوڙا،
ڏينيو ڏنگَ هٿَن ٽا ڏوڙا:
آهِن هاڙي مَنجهه هَزاري.

١۴

چيو ڙي، چا جي مَستُ مِرون هنئن مارا،
چُرڙين نانگَ چُرن چوڏارا،
سي ٿي ورهه اڳيون ويچارا،
هٿندا شينهَن ڏسي شوڪارا،
هو جي هاڙي مَنجهه هاڪارا،
سَرتيون سَنگَ نهاريان سارا،
ڪيا جُکَ جانبَ جي جيءَ جارا:
وَرَ سان ڪانڌ ايندي ڪا واري.

١٥

چي ڙي، هُيَڙِئي جي جَتَنِ جي جا ڪا،
توکي سَمجھ پيئِي چؤ سا ڪا،
ويَڙِئي ناز نهوڙي ناقا،
ڏونگر ڪين اَتئي ڪي ڏاڪا،
لُوهي لَس وجهندئِي لاڪا،
چِپؤن چُوھ لنگهندينءَ جهاڪا،
آڏو فَلَڪ فِڪِر آهن فاقا،
ونگُن وِچ واسِينگَن واڪا:
هُتے تو پَبُ وِجهي پاتاري.

١٦

ڪاڪيون ڪامَ تِڪي هُتے ڪانِي،
جاڏي جَتَ وني ويس جانِي،
سورج آهي نہ تن جو ثانِي،
تاڏي تُرتُ وجان آءٌ تانِي،
چا جي پَبُ نہ هوندس پاني،
چَپَر چوھ اَڳيانئُس چاني،
توڙي بِرھ وِچايس بانِي،
لوچون ڪِين ڪنديَس سالانِي:
اِهو عَرض اَتوَ اِظهاري.

١٧

جَلدؤن جَتَ وڃي ويئي جوري،
پوري چو نہ پرينءَ تَنهن پوري،
گاذر هاڻ مَحَل گهر گهوري،
ڏونگرَ ڏرڙَ سَگهِين ڪيئن ڏوري،
عاجِز عام ٿيندئِي، هِتَ اوري،
ٿَرَ جي پنڌ نہ ٿَڪِيئن ٿوري،
تن کي توڙَ سَري ٿِي توري،
وجهہ مَ جيُ پَلا ڪَنهن جهوري:
مَرنديءَ گامَ ڪنيو ڪوڪاري.

١٨

چي ڙي، بيحد ڪِيم ڪِهو پيون باتِيون،
چو ٿيون لَسَ لوايو لاتِيون،
ڪَنهن کي ڪَنڌ نہ اِينديون ڪاتِيون،
رهنديَس روز نہ اِتي راتِيون،
وينديَس سِڪ سَچڻ جِي ساتيون،
ڏاتَرُ ڏِس جو ڏيندُم ڏاتيون،
پائِيندس جالَ جَبَل ۾ جهاتِيون،
مُحبن هَس اِهي مَصلحاتون:
هلِي آ مَردِ ساڻ اُماري.

١٩

ڪامِڻ مِنَٿ ڪَريون ڪَنهن ڪيهِي،
سي جَتَ جاڙَ ڪري ويئِي جيهِي،
ڪِيَڙي پُرجهه نہ تو پيہ پيهِي،
ڪا ڪَر ڪاهہ تِنين پُٺ تيهِي،
تون تان نِينهَن نسوري نيهِي،
ووڙج وَرُ مَ وِرچج ويهِي،
ڪيائين دُرس ديوانِي ديهِي،
اَول عِشق نِشانِي اِيهِي:
تَڙ قَڙ راتِ ڏينهان تڪراري.

٢٠

ڪيچين ڪَڌَ لِڳي هوءَ ڪَهڪي،
پهريون پُور تَڪر سان ٿَهڪي،
ڪامِڻ ڪوهہ ڏسِي نا ڏهڪي،
اُتي روحَ نہ تنهن جي رَهڪي،
توڙي پير قِتَس پَيہ قَهڪي،
تان پِي نارِ نہ بلڪل نَهڪي،
توڙِن ڪِين تنهين هَڏَ تَهڪي،
اَوجان عاشق اهڙي اَهڪي:
ڏونگر سيہ وڏائين ڏاري.

٢١

توڙي جهَڪَ جهَڪي ڪئي جهولي،
ٻِي تان ٻولي هَڏ نہ ٻولي،
ڦيريون ڏئي، پِرين کي ڦولي،
چوهؤن پاڻ چَپَر کي چولي،
گورَن رَند ڏسِي سِرُ گهولِي،
ڳَڙَ ڳَڙ ڳوڙها ڳاريو ڳولي،
ڏونگر ڏرڙ ڏکوئِي ڏولي،
قادر شال قريبَن ڪولي:
ڪندو گام تَڪَر ڪؤن تاري.

٢٢

پهريون ڪانءُ پهاڙَ پُڇيائين،
هِت ڪي ويتا هوت هَنڌائين؟
هَر هَر توکي سُرت سٽائين،
ڪي هئا رات توئِي وٽ سائين؟
ڪَر ڳَل الله لَڳي اَلائين،
ٻيو هَڏ سور نہ سَنگ سليائين،
مون کي مُحبن ساڻ مِلائين:
عاشَقِ هَي هَي ويا آزاري.

٢٣

پوءِ تان تيڙس جبل جوابِي،
پِنيءَ ليلَ لنگھيا بشتابِي،
ساڳيين سارو ساڻ ثوابِي،
سي سيپ ھُئڙا گُل گلابِي،
وچندا وِيڙا رات ربابِي،
اصلوءِ اَڙپنگ ھئا اَعرابِي،
توسان ڪِيائون خام خرابِي،
اوني عين ھئا عاذابِي:
ھتؤن ڪاھ اَڙاھ اَنداري.

۲۴

ڏونگر ڏَسُ چِڪيءَ چِڏَ ڏيئي،
تو وٽ رات تنين ڪا پيئي؟
آھ ھي وَسَ تنين ڪؤن ويئي،
ڪِي تان لنگھيو ساڻ سنجھيئي؟
ھاٽي حال سُٽج مون ھيئي،
ويَڙس ڏک وڏو ھي ڏيئي،
ھُو ھُئا ڏاڍا سُپرين سيئي،
جانب آھن منھنجا جيئي:
ماري آھ ويا آ تاري.

٢٥

حَجر چِيَس آهي هِنيڙي هاري،
جي تون محبوبن جي ماري،
آهي عشق سَندُءِ آزاري،
وجهج ڳِل ڳچيءَ ڪا ڳاري،
مون کي تِر نہ ڪج تَڪراري،
پُنِنِ ڪاهہ، نہ ڪيءُ قراري،
اَتئي بِرهہ بلوچي باري،
يَڪدِل ڪانئن مَنگِج ياري:
ويندئِي عشق نہ هڏ اوتاري.

٢٦

ڏونگر ڏيرن ڏي ڏَس ڪوئِي،
اَوڙي روحَ نہ پيو رسُ ڪوئِي،
ناهي ويچاريءَ جو وَسُ ڪوئِي،
لاهي ڪونہ پيو ڪَسُ ڪوئِي،
ناهي جانبَ جو جَسُ ڪوئِي،
ڪُني غمَ ڏِسي ڪَس ڪوئِي،
خاطِر منجهہ نہ پيس خس ڪوئِي،
وڃي درد ڦِري ڏس ڪوئِي:
بيٺِي عِشق مَنجهؤن اوساري.

٢٧

ڇُڪيءَ چوتے وٽِي ورچاتي،
وِيڙا وِرھ توئي سان واتي،
آندي عِشق تڏھن اورھاتي،
ڪُتل ڪيچ وجھ ڪند ڪاتي،
پِيتُئي زُھر منجھؤن گُھتے گھاتي،
توکي آندو عشق آڳاتي،
ڳولج چامُ پنھونءَ گھِر گھاتي،
ھَي ھَي لَعلَن ويو لوھاتي:
ھُئڙي جن جي ھِيءَ اَجھاري.

٢٨

ھَي ھَي ماري عشق اَميران،
وٺِي وِرھ وَڪيل وَزيران،
توڙؤن ھِيئن لِکيون تقديران،
پانِھن ھٿے ٿيون تقصيران،
ڏاڍيون عشق سنديون تڙ پيڙان،
پُنِيءَ منھنجي بِرھ بَھيران،
ھَلن ھُتے نَڪي تدبيران،
مون سان سنديں سوز سفيران:
ورتُئي ورھُ ڪنھين وَٽجاري.

٢٩

اَول بابين بره پَڙهيائين،
تنهن پوءِ سورن منڊ سَڙيائين،
سَسئي ساڻُ فِراق ڦَڙيائين،
اَصلؤن ڪيچن ساڻ ڪَڙيائين،
جَڙان جيءَ ۾ جال جَڙيائين،
تيلهان متي روهَ رَڙيائين،
مَحبتڪ منجهه مريض مَڙهيائين،
توڙؤن غير خيالَ تَڙيائين:
پيئي هَٿَ بِره هاڪاري.

٣٠

هِيءَ دل لالَنُ وِيَڙسُ لُتي،
وِڏسُ باڻ بِروچَ جِي ٻُتي،
وَرَڪؤن شالَ فقير نہ ڦُتي،
ڏُنگر ڏُک چَريءَ کي چُتي،
ڪيائين ڪيچن منزل کُتي،
آنديُس عِشق گهٽيري گهُتي،
متو پيرَ ڪرايون ڪُتي:
هَي هَي ڪيو تِي سَا هُونگاري.

٣١

وَرَ جا وِرھ پياريَس وَتِي،
توڙي سسئي سورنَ سَتِي،
تَنِھن دل ڏانھن نہ مُحبن مَتِي،
چوکو عشق نہ آھي چَتِي،
سُورن سوز کِلڻ کَؤن کَتِي،
مُحبتِ کانءُ نہ گھايل گُھتِي،
سسئي سوزَ فِراق جي ڦَتِي،
يائين پَبڻ پَتولا پَتِي:
روئي ڦوڙائِي جان ڦوھاري.

٣٢

لوتِي بَڪ متي تي لَتِي،
ٻوڙي تيزَ منجھاروُن تَتِي،
محبتِ مَنِ تنھين جي مَتِي،
وجي ڪيچ وِرھ مون وَتِي،
گھوري گامَ گھٽيري گھتِي،
ڏکَ جي چتِ ھنيائون چَتِي،
روئي ريتِ تنھين سيچ رَتِي،
جاٽي پَبِ سَيو ھڪ پَتِي:
عاشِق عِشقَ منجھؤن اُچنگاري.

٣٣

هَرڻـيُون کِيرُ پيارڻ آيس،
ڪِر هَڙ دانهن ڪري سَيِ ڪانيَس،
ڪوڪن ساڻ ڇَپَر سيِ ڇانيَس،
ڏُونگر ڏکَ منجهارؤن گهايَس،
ڇُلنگيون عشقَ ڏکن پُڌ لايَس،
ڳالهيون ڪيچ ڪيچيڙن ڳايَس،
بَر ڪي بِرهون بازر پايَس:
جِجَر ڳاريَس ساڻ هُوڪاري.

٣٤

هَي هَي هوتُ ڪري وِيس هولِي،
تنهن محبت پاروچي جِي پولِي،
ڏونگر حُبؤُن پاين ڏولِي،
ڪوهيارَل جِي پانِهي گولِي،
ساٿي پَبِ پرينءَ جي قولِي،
تنهن تا جانبَ تان جِند گهولِي،
روئِي ڪيائين ڇَپرَ ڇولِي،
سَنگ جِي راهه ڪيائونس سولي:
نيندس ڪيچي نالِ قطاري.

٣٥

منجهؤن نِينهن هنيائين نعرو،
سُٽندي سير سڙي ويو سارو،
منَ ۾ محبت وِڌس مارو،
ڪيائين واري اتي وارو،
اَندرؤن عشق ڏنس اوپارو،
ڏيئِي مَٿي سَنگ سَرارو،
ڪائين مانَ ڏسان ڪوهيارو،
محبت ريءَ آهي منهن ڪارو:
”سچيڏنا“ ڪوڙ سنياري.

٣٦

مٿي روهه چيائين روئي،
هيءَ ڪَلَ ڪوهيارلَ ڏئي ڪوئِي،
عاشقِ تنهنجي عشق اندوهِي،
محبت مَنجهه هَلاڪِي هوئِي،
لِڳي لالَن تا لَڙهه توئِي،
ٿوڙؤن سُورَ وِڌائين پوئِي،
ساٿِي ٿيُس ”سچيڏنا“ سوئِي،
جانبُ آهيس جِيءَ جو جوئِي:
قادِرُ ڳڌُ تَنهين سان ڪاري.

٣٧

هيءَ جا هِنيَڙي تي حيرانِي،
محبت ماڌُ ڪَئي مَستانِي،
دلبر ڪاڻ هئي ديوانِي،
باقِي نِينهُن رهيُس نِيشانِي،
ڪيَڙي فوج فِراق جي فانِي،
ڪيائين ساھ سَريرُ قرباني،
گَڏبُس شالَ جَبَل ۾ جانِي،
تيندُس رَحم اُتس رحمانِي:
آئِي هيتؤن نِينهن نغاري.

٣٨

محبت محبوبن جي ماري،
ڪا جا باھ پاروچَل پاري،
ڳالهين ڪيچيڙن جي ڳاري،
ڪيائين جانِبَ تَؤن جِندُ واري،
منجهؤن ذوقَ چيائين زاري،
هِيءَ دل آهي سچڻ تَؤن واري،
ڪُوڪان ڪوھ ڪري ڪوهياري،
توڙي وِرھ ڪئي ويچاري:
راتيان ڏينهان گهنگهر گهاري.

٣٩

متي روھ ڏسو سا رَمڪِي،
ڪا جا عِشقَ چَڪايَس چَمڪِي،
ڏسِي سُڄَ نہ دم پر ڏمڪي،
محبت مُور نہ ڪامِڻ ڪَم ڪِي،
گوندر وِچ گُذاري غَم ڪِي،
ھاديءَ جانبَ سان نئين جَمڪِي،
تنھن تان تانگھ نہ تِر ھڪُ تَمڪِي،
متس وڄُ وِرھ جي چَمڪِي:
تنھن جي شور وِڌي شوڪاري.

٤٠

چڙھندي چُنج نہ عاشق اَڙڪِي،
ڪا جا فوجَ متائنس ڪڙڪِي،
لِڳي لعلَ پُنيءَ سان لڙڪِي،
لِڳيس باھ بِرھ جي پڙڪِي،
جوھَر جوشَ سَڄَڻ جي جھَڙڪِي،
رنجيءَ روھ اُتؤن جا رَڙڪِي،
سارو سَنگُ پيو سَيِ سڙڪِي،
تَڪرُ سيِ پيو تان تَڙڪِي:
اھڙو سوز ھلِي سينگاري.

۴۱

جانِبَ ڪاڻِ چڏيائين جايُون،
فوجان عِشقَ اڳيانئُس آيُون،
ڪلان ڪوهَ سَنديَسِ ڪَھڪايُون،
سيئي وِرھ وِساريُس وايُون،
وجي خاڪَ لِڱن کي لايُون،
تنھن جي سوزَ چِپَرَ سيې چايُون،
روئِي روھِ ڏنائين رايُون،
پيان پبې چڙھي جَڻ پايون:
اھڙو عشق ھَلي اختياري.

۴۲

چِپَرُ ڪا نہ چڏي سا چوري،
جنھن تان گھوٽَ اُتَؤن جِندُ گھوري،
جا ڪِي پورَ پرين جي پوري،
ھيڪَل ھوتُ نِھاري ھوري،
ڳولي تَنين جنين تَر توري،
لُؤن لُؤن قابو لڳيس لوري،
ھُئڙس جھورَ برابر جھوري،
تنھِن جي ھٿَ سچڻ جي ڏوري:
اِنھيءَ ڳالھ وِڏي سا ڳاري.

۴۳

آهي ريءَ عجيبَ اُپائون،
اَچي شالَ ڪوهيارل ڪائُون،
جنهن سان لوهِ لڏيون هُم لائُون،
هَي هَي جَتَ وٺي ويا جائُون،
تنهن تان ڏَس پُڇي ٿِي تائُون،
ننڌر هيءَ جا نال نہ نِيائُون،
تنهن جِيون زِيلان هُتَ سُيائُون،
هِهڙُس ڏونگَر حال ڏنائون:
ويچاري ٿِي تونگِ تنواري.

۴۴

موٽي چاهہ پرينءَ جي چائِي،
تَنهن ڪا ڳالهہ محبتَ ڳائِي،
چَپَر سَيِ ڪيائين چائِي،
ڏاڍيءَ تِڪَ تَنهين جي تائِي،
”ويجهي آيس“ هُئڙس وائِي،
روئِي روهہ ڏنائين رائِي،
گهِتِن منجهہ قلم گهُمائِي،
تان تان اوڏي وَسئون آئِي:
آيُس مُحبُ اڳيون منهن پاري.

۴۵

ڪُونجن هَٿ مُڪائين روئِي،
دانهن ڏوگهه منجهاروُن ڏيئِي،
سا تان ڪَنِ سَچَڻ جي پيئِي،
اُتي هليا هوت هَنديئِي،
جانبَ جِيءُ گُهريا هَسِ جيئي،
آيس سَچَڻ پاڻَ سنجهيئِي،
جن جي ڪاڻ ويچاري ويئِي،
وجي ڪيچ اُها ڳل پيئي:
پنهون پرِيَن گڏيو غم تاري.

۴٦

سسئي جامُ پنهون هڪُ هو تان،
ڪامِڻ جانبِ ڳوليو جو تان،
ساڳي پاڻ پنهون هئِي سو تان،
پيچي هيءُ ڳجهارت ڪو تان،
ڇاجي ڪاڻ ڪَرين تِي ووءِ تان،
ڇَپَر ڳولي تِي سا ڇو تان،
”سچو“ دَستِ دُوئِيءَ ڪان ڏو تان،
ساجَنُ ڪيئن صَحِي ڪيو تو تان:
پَر جي عشق اَچِي اوجاري.

٤٧

آهي ”ڪُلِّ شَيۡءٍ“ سو هادي،
”خَلَقَ الۡاَشۡيَاءَ“ ڪؤن آبادي،
”وَهُوَ عَينُها“ تِي آزادي،
واندِي غير ڪَنُون هيءَ وادي،
لَتا شَڪ شُبها تِي شادي،
”سِري سِرهٗ“ تِي اِمدادِي،
جنهن کي سَمجهه تنهين کي تَعدي،
سوئِي مَرد نہ آهي مادي:
سَڀ وِچ صورتَ يارَ دي پياري.

٤٨

پَنهنجي پاڻَ ڪري تو وائِي،
تنهن تان ڳالهہ اها ڳالهائِي،
ڪافر مؤمن صورَتَ سائِي،
انهيءَ رَمزَ ڏنائين رائِي،
جانبَ ڏسُ ڏنو هي جائِي،
”فاَيۡنَمَا تُوَلُّوا“ آيتَ آئِي،
تيڙو اَجُ بَهاني پائِي،
اَحمد وحي هِڪو هِڪ هُئائِي:
”احمد“ ”اَحد“ هُئا اِسراري.

۴۹

”عَرفتُ رَبي بِرَبِي“ آيت آئِي،
نوبت ”اَنَاالُحَق“ وڄائِي،
”اَعظمُ شَانِي“ رَمز رلائِي،
ڪِيَڙي ”لَو ڪَشفَ“ اُجرائِي،
”يَسمَعُ يُبصِرُ“ آهي هِڪڙائِي،
”بِلا ميم اَحمدُ“ اِها وائِي،
”اِني اَنَا الله“ آگاهِي،
هُئَڙي صُورت هِڪ سيائِي،
سوئِي بندو سو مولائِي،
سوئِي هيٺ سو بالائِي:
عالَم اَلله مون اِظهاري.

۵۰

ظاهِر سِچُ تہ سڀ ڪنھن جائِين،
ھيءَ ٻي رَمز تون دل سان لائِين،
تون تان آئينو تي آئِين،
پنھنجو پاڻ ئِي ۾ مُنھن پائِين،
”مَين“ کي ڇوڙ تہ تِيون ”سائِين“،
ٻولو مور نہ ھن ۾ ٻائِين،
توکي صَحِي سَچ سُڻائِين،
ڪا شَي ناھي بِنا حق ڪائِين،
”ڪُلُ شَيءِ ناطِقءُ باالحق“ ڳالھ اِھائي ڳائِين:
ھَر جا پاڻ غَنِي گُفتاري.

# نوري

## داستان پهريون

١

تون سَمو سردار، آءٌ ميئي مهاڻي آهيان؛
تنهنجيءَ شفقت مِهر جو، آهي ڪو نہ شُمارُ؛
گنديءَ گاندَر گهر ڪان، ڪيو ساري عالم عارُ؛
متي تَنهن مَدارُ، تو ساريءَ ڪينجهر رکي.

٢

تون سَمو سائين، آءٌ ميئي مُهاڻِي آهيان؛
مون لَڄ رهائين، جو پَلءِ لڳيس تانهنجي.

٣

آءٌ ميئي مُهاڻِي، تون سَمو ساري سَر جو؛
قرب منهنجو ڪهڙو، ڇاڻيو ٿو ڇاڻِي؛
ڪاڕي سرِ ڪنيم ٿي، ڇِڇيءَ، ڪِڪِيءَ هاڻِي؛
راجا تنهنجي راضَ سان، ٿيس راڻِن جي راڻِي؛
تو سَما سِيباڻِي، نہ تہ هيس بيهودي ٻيڙي.

۴

ڪلسا ڪلوري، ڪِنَ ڪالورا ڪينجهرين؛
پيهي وچي پَن ۾، ڪَنِ پُڪين پُوري؛
روز تنِي، کي راوَ ڏنهن، تيا چانور آئون چُوري؛
جي هيون اڏوپَنڊ ۾، سي ڪن ڪپڙا قصوري؛
هيٺ مَتي تَن تي، ڍڪيون سالان سموري؛
واسِيا وتَن ويسَ ۾، هُيَن کُهنبي کَتُوري؛
ڇِڇِيءَ کِکِيءَتارِ جي، سي اپَر عَطوري؛
تِي مُلڪين مشهوري، سَمي جي سُهاڳ جِي.

۵

پيرَ آئون مُنهن نِيرا، پاٽيءَ پوندا جَنِ هئا؛
سي اڄ پَڏيو وتن سِرَ تي، چاهه منجهؤن چِيرا؛
ماٽِڪ موتي مُنهَن تي هٿ تَنهين هيرا؛
ڪاتَ سيئِي ڪِيرا، سُگهَڙ سَمي چامَ جا.

٦

وَهين وَهلَ لِپيُون، تي پيٽَ پاريا تَنِ جا؛
ڏنيون ڏُٿ ڏَپ جون، تي جهَپِيرن جهپيُون؛
کِکيءَ خاطِر ڏپيريون، ڏُبَن منجه ڏپيُون؛
جي ڪائِن پَپڙِ پپيون، سي چُوريءَ تي چَريون تيون

٧

جي جهاڳيون وتَن جهاڳَ، ميئون ڪارڻِ قوتِ جي؛
سي اعليٰ درجي آنديون، سَمي جي سُهاڳَ؛
مَنڇر مَها وچ ۾، ڪَن رنگيليون راڳَ؛
هُئا حال جنين جا هڙا، تَن تي پلي ڪيا پاڳ؛
ڪينجهُر ڀن ڪنڌين جي، تي هٿ اُنهن جي واڳَ؛
هِيرا ۽ ياقوت پيا، اَڄ اُنهن وٽ اَجهاڳَ؛
پيا پِي لَکين لاڳَ، تنهن ڏُليُن کي ڏيئي ڇڏيا.

٨

بيحد پيگوڙيون، هُين ٻولِ نہ ڪنهن ٻونديون؛
ناپي ڏُٿ آئون ڏُڀَ جون، ڪَن خرارين کوڙيون؛
ٻُوريءَ قَرها قَريون، اچن ملاحيون موڙيون؛
جوڙيون سيئي جوڙيون، چامَ تماچيءَ تن جون.

٩

ٻولِ نہ ڪنهن ٻونديون، پَر هُيون سَمي جي سهاڳَ تي؛
ڪينجهر سنديءَ ڪنڌئين، ڪَنَ توريون آئون تونديون؛
چِڪَ جيهون چونديون، تو چام وهاري وَٽِ ۾.

١٠

هُيون لَڳين ليڙيون، مُنهن نہ موچاريون؛
سي تو چام وهاري وَتِ ۾، ڪري ملاحن ميڙيون؛
تو ٻيڳيون جوڙائي ڏئي، ڀَهڳڻ تَن ٻيڙيون؛
وٺن ماڻِڪ موتئين، تنهن ڪؤن جهَٻيون ۽ جهيڙيون؛
توڙي اِهڙيون اَويڙيون، تہ ٻي سَمي چام سُهائِيون.

١١

جَن تي پالِيا پيتَ، ڪُمنَ ڪالوَرن سان؛
سي تا تيل قُليلَ سان، تيون مَلائِن ميتَ؛
چام جواهِر جي ڪري، تو اُنهن پارِ اُميتَ؛
ڪَئي لاکِيٽي ليتَ، سَمي مير مُهاٽن ڏي.

١٢

هئا وڏا جَن تي ويلَ، تي قوت مِليُن ڪين ڪِي؛
خاصين سي خوراڪَن تي، تان ڪَن مُهاٽيون ميلَ؛
مِڙي جُهڙي پاڻ ۾، ڪن سيلابين سيلَ؛
پوءِ لا تا چام لُطفَ سان، زبونِن تؤن ذيلَ؛
تن سي تيل قُليلَ، اڄ عطر ڳاڏڻَ اوتيا.

١٣

جَنهين اَڏوبَنڌِ، هُئي عُمر سَيائِي اِهڙي؛
سي سَمي جي سُهاڳَ تي، آيون ڏاڍي اَنڌِ؛
تنين جي طولان جيون، پيون هاڪان هنڌو هنڌِ؛
ڏُليون ڏوليين چڙهيون، پيرين پَوَن نہ پنڌِ؛
سَيِ اَندامين سَنڌِ، جَڙيون جواهِر ۾.

١٤

چولِيون جَن چِڪِ هُيون، اَج تيون لالين لائُو؛
جُتيون جَڙائو، پايون وتَن پيرَ ۾.

١٥

نوريءَ نادرجامَ کي، ڪي چِڪايون چاتيون؛
تنهن کي ڏسڻ سان ڏياريون، ڪنهن قِڪَل قيراتيون؛
وتان سو واتيون، تو ڏئي ڏهاڙي اُن کي.

١٦

هون مَڪَ هِڪَ تُرارُ، چار تُرارا موتِئين؛
تنهن برابر نہ ڏيان، توڙي ڏين جال جَوهارُ؛
جو پلءِ پيڙو هڙو، مهاڻيءَ مَٺيارُ؛
تنهن مَرُ ڪينجهرَ پِرِ قَرارُ، جنهن چارو چام ڪُلهي ڪنيو.

١٧

تارازيءَ جِي توري، مَڪ موتِنِ تي نہ ڏيان؛
پيٽا تيٽا نہ وٺان، ٿوري نہ ٿوري؛
گھوري آءٌ گھوري، جو چارو چام ڪُلهي ڪنيو.

١٨

مَڪَ برابر نہ ڪريان، ماڻِڪَ موتِنِ ساڻُ؛
سَمو چام سُڃاڻُ، جنهن چارو چام ڪُلهي ڪيو.

## داستان پيو

١

مَتي جَنِ مُوڙا، هئا چارين گندئين گودڙئين؛
بئنسر بئينان زر جا، تن جهاپا اَئون جُهوڙا؛
جَنِ پانهين ڪُلهين ڪِين هو، تَن چُوڻ تائين چوڙا؛
سمي جي سهاڳ سان، تن ننگن نپوڙا؛
ڪوڙيون ۽ ڪؤڙا، سچا سمي سڀ ڪيا.

٢

رنگ ڪاري رُويون، هيون مڙني مَلاحَن جِيون؛
سي ڪنيون ڪارَن ۾ اَچن، دَرا ۽ دُويون؛
جِتي بيحد بدبُويون، اُتي الله عطر اوتيا.

٣

هڪ دَرا ٻي دُوءِ، پيون گوجان مارنِ گانگَتيون؛
تَن مون ڪِڪيءَ جِي اَچي، برابر بدبوءِ؛
اچي مُشڪ عطر جي، اَج منجهانئن خوشبوءِ؛
رنگ سوني جِيءَ رُوءِ، صورت انهين سُوهٽي.

٤

منهن مِتيءَ ميريون هيون، بيهوديون بڇڙيُون؛
گهِڻ گهڻ نورِيءَ گهنگِرو، چِم چِم تيون چيريُون؛
سمي پاڻ سهاڳ ڏئِي، هِي جي هُنَ هيريون؛
لوهاٹِيون لوريون، پارسَ لڳي سون تيون.

۵

پارس لڳي سون ٿيون، لَوھاٽيون لوريون؛
جَھلَ جھُڳن کي ھانـ ھا، وَريون ۽ ويريون؛
محلين رَھن ميرَ جي، مُھاٽيون ميريون؛
سمي ڏنا سُھاڳ کي، سَھجَ ۽ سيريون؛
ھوجھِن مان سھٽيون ٿيون، جھتي پَٽي جھپيريون؛
تماچيءَ تيريون، ھينجھر جون ھِنيون ڪٽِي.

٦

مُنھن مِٽيءَ ميرا، ھئا بيھودا بڇڙا؛
سمي جي سُھاڳ تي، ٿيا گاندرَ گُنيرا؛
ڏسو ڏھاڙي ڏئي، تو در تنين ديرا؛
ساجھُر سويرا، تا ڪائِن طعام خوشيءَ سان.

٧

تَرھو جَن تَريون، ٻيا ھونئر ھُڙھيون ھَڇ ۾؛
تَن اَڄ لَڙھان لَڙھن موتئين، پيون سنديون سون سريون؛
زيور اَئون پازيب ٻئا، زري بافَ زريون؛
ھِينجھُر ٻئِي پَريون، اُنھن کي انعام ٿيون.

٨

جَنين دُوءَ دَرا، ھَچين ھُمَ ۽ ھُوٽيون؛
سي مٿي پيرين بَرھنـ، ھئا گانَدرَ سَيُ گرا؛
اُھي پاھان پاڙ پَرا، ٿيا سمي جي سُھاڳ سان.

٩

جي کونئر پَرن کـُمَ، تن ناتو ناپي سان هئو؛
تَرِن جا تن تار ۾، تي رَوان ڪِيا رُم؛
پوءِ اچي تماچيءَ چام جي، پئي در تنين جي ڌُم؛
جي هئا گوشائتے گُم، سي پلءِ لڳي پَڌرا ٿيا.

١٠

بِهَ ڏوڏا جَن ڏاجُ، قوتے جنين کـُمَ کوٽيون؛
انهن جو اَحتياج، ٿو تماچِي کيڏو ڪدي.

١١

نـہ ڪنهن رُوءِ نـہ رنگـے، هئا بيهودا بُڇڙا؛
اَج پڻ انهن جي ٿيا، پيرن هيٺے پَلنگـے؛
مِياٽيون معافي ٿيون، نـہ اَبوابَ نـہ اَنگـَ؛
پَٽُے اوڍين اَڙِينگـے، سي سَمي جي سُهاڳـے تي.

١٢

پوءِ ڪِيُون لَسَ پَلا، تي مُهاڻن ماريا؛
لَکَ هزارين حاڪمين، تي ڪاڏا تَن ڪَلا؛
ڪُڙهِيون جن ڪَنڌن تي، سي تيا لِڱي ياڳَي يَلا؛
دمڙي تَن نہ دَستَ ۾، هئا نهريَل ڪين ٺَلا؛
اَج مَيئن جي گهر مالَ جا، تيا تَم تَلا؛
پَر هُيڙي اڪڙين ۾، ڪا جا مِيَي ڪَلا؛
ڪينجهُر گهُمن لاڏڪِيون، ڪَيون رسَ ڪَلا؛
اَگلا جي سَگلا، سَمي نانوَ سُڄاڻبا.

١٣

حَريران ۾ حُلا، ڏنا چام تہ چارِنِ وارئين؛
جي هيون اَڌو پنڌن ۾، تَن چوتِيون چُوڪُلا؛
ڪينجَهُر سَنديءَ جاءِ تي، تن بنايا بَنگلا؛
اَگلا جي سگلا، تا سَمي نانو سُڄاڻبا.

١٤

ڪينجهُر سنديءَ ڪَنڌئين، رهن پريون جي پَيُور؛
تن ميئن مٿي آئيا، سالو ۾ سالُورَ؛
چڙهيو سا چَوڏول، تي حُڪم هلائي حُورَ؛
راتو ڏينهان راءَ جا، تيا مَلاحين مَذڪور؛
سي حاضر منجهہ حضور، وهن تماچِيءَ چامَ جي.

١۵

تون سَمو سرتاجُ، آءُ ميئي مُهاڻي آهيان؛
لا تَئي پنهنجي لُطفَ سان، اسان کؤن اَحتياجُ؛
ڪينجهر سارو تو ڪيو، مون ميي ٔ سندو محتاجُ؛
تنهنجو مون ڏنهن راج، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙم جِي.

١٦

لانگوتيون لاشون، هيون وَهَ وَهلَ جي وچ ۾؛
سي پلءِ لڳي پوءِ چامَ جي، تيون خوراڪين خاشيون؛
لَعلَن ياقوتن جون، وَتن ڪينهن ڪَماشون؛
جن پاسا هِريل پَنِ تي، تَن فرشين فَراشون؛
تا پِي تماچيءَ کي، ڪن طرحين تلاشون؛
روءِ هيون راشون، پَر سمي چام سُهاڻيون.

١٧

هئا خامَ خسِيسَ، ڪينجهُر سنديءَ ڪَنڌئين؛
سي مورائو مَڇيءَ جا، هَمه ڪُل حريصَ؛
تڏيون تنؤريون تن کي، پاٽاريون سيج پيسَ؛
جڏهن تِي تماچيءَ جِي، ميئَن سان مجليسَ؛
سي سون رُپي سرسا ٿيا، لَٿن هڪ بِئي جي هيسَ؛
واتين ڪري تو اُن جِي، هر هر چامُ حديثَ؛
مهرَ آئون شفقت جي، ڏئي اُنهن کي آسِيسَ،
تَن سان ڪير ڪَريندو ريسَ، جي سَمي چام سُهاڻيون.

١٨

جن واتين وَهُ وهَلَ، بانس آئِي تي بُڇڙي؛
تَن ويهاري وَتِ ۾، ڪيا شاهه شُغل؛
اُهي چڙهيا پالڪئين، آهي سيءُ سَهَلَ؛
جتي جهَپيرن جهوپڙيون، تيا ماڙيون تِتِ مَحَلَ؛
سمو چامُ اَنگَلَ، اَچيو اُنهن سان ڪَري.

١٩

ڇيڇيءَ جي هُئي ڇَتَ، تي آئِي عام خلقَ کي؛
وَهِ وڃائي وَهَ ۾، ميئي مڃائي نہ مَتَ؛
نوري چام تماچيءَ سان، کِلي چڙهي هُئي ڪَتَ؛
سر لاڇو سَرپَٽ، مَلاحِڻَ مشرو ڏڪيا.

٢٠

جنِين ڦاتوڙيون هيون، گندیون گودڙيُون؛
تَن پيريون بافتن جيُون، جُنگ ڏئِي جوڙيُون؛
اُڇليو اُنهن ڏي وجهي، سون رُپو روڙيُون؛
پانوَ پاسي ميَي جي، ڦَناتان کوڙيُون؛
گهوڙا ۽ گهوڙيون، تو ويٺو ڏيهاڙيون ڏئي.

## داستان ٽيون

١

نوريءَ ڪيو نازُ، ڄِي ريجهائي راوَ کي،
نِتي نِتي چام نيازُ، ته اَچيوانُهن جو ڪري.

٢

تون تماچي چامُ، آءُ ميئِي مُهاڻِي آهيان،
ڏنو تو آرامُ، ڪينجهر ٻِن ڪنڌيُن کي.

٣

تنبوءَ جي طَنابَ، اچ کُتي ڪينجهُر ڪنڌئين؛
ناد وچن ٿا نادِري، ٻيا ڀِي رودَ رَبابَ؛
جِتي ڪِڪيءَ کوڙَ هئا، قيما تِتي ڪبابَ؛
وَتن مُهاڻا مستَ ٿيا، ماڇِي بي مهابَ؛
تَن تؤن سڀ حسابَ، مورائِين معاف ٿيا.

٤

ڀَلَئَ مون پاتوءِ، تون راجا لَڄَ رَهائيين؛
سَما سُڃاتوءِ، ڪاملَ پنهنجي قُربَ کي.

٥

ڏُٿُ جَنين ڏوڏا، ڀَهرڻ پاٻوڙا تَنين؛
پيٿا وَچن تن جا، گَپَ اندر گوڏا؛
سو پَٽن جي پِينگهُن ۾، تن لالُ ڏئي لوڏا؛
اُهي آٽيون اوڏا، تو وير وهاري وَٽ ۾.

٦

ڪوجهيون رنگ ڪاريون، منهن نہ موچاريون اُهي؛
سي ڪڍيو ڪالورن جِيون، سِر ڪَٽَن ڪاريون؛
ڪيئي ڪٽي اُن جيون، تو تماچِي آريون؛
سي اَڄ سالون ڍڪِن سِرَ تي، ڪُلهين ڪِيناريون؛
زور چڏي زاريون، تو تماچي تَنِ کي ڪري.

٧

لاڏڪيون لاڏ لُڏَن، ڪينجهر سنديءَ ڪَنڌئين؛
ڪاريون ٿِيون ڪُڏَن، سَمي جي سُهاڳ تي.

٨

ڏِليُن کي ڏولئين، چامَ تماچيءَ چاڙهيو؛
لَعلان زمردَ تَن ڏئي، تو جواهِر جهولئين؛
زريءَ ڪَلاباتَ جا، تَن چِڪمَ تي چولئين؛
چِٽڪائي چولئين، هيرا لَکان لَکنئين.

٩

هئا لانگوتِيا لَول، ڪوجها ڪنهين نہ ڪَم جا؛
تَڏي مَڏي ڪانَ تَن، سي ڪَن جهَروڪين جهُولَ؛
فَرش فُروش اَئون غاليچا، تو ڏئي تَنين کي طُولَ؛
مَڏيون مال ڏسي اُهي، غمزا هٽن غُول؛
قَدرُ تَن کي ڪهڙو، جي آهن اولَجَلُولَ؛
پيا اِهڙي منجهہ اَلُولَ، تِن چاريون چار وساريا.

١٠

ڪؤنر جَن ڪُڙھيون، ھُيون ھميشه ھَتّ ۾؛
سي لوڙھن جي لَڙھ لڳ، تي لُڙئي منجھ لُڙھيون؛
جھُڳن جھَل نہ اُن جي، ڪونتلَن ڪُڙھيور؛
ڪي وَتَن چيڪ چڙھيون، ڪي تازي طَويلن ۾.

١١

ھُيون لَسَ لانگوتيون، پاٽِيءَ پوندي جن جيُون؛
تَن مِياٽيون معافِي ٿيون، ٻِي چَر سَيا چوتيُون؛
اُن جون ڪٽي ڪيتريون، چام سَمو توتيُون؛
جو ميئون ريجھائي راوَ کي، ماٽَن سان موتيُون؛
ڪَريون جي ڪوتيون، تہ ڀِي پيون پلئ چامَ جي.

١٢

تي پُڙ ھُوءِ ھُپيون، پورھيو ڪَندي پَن ۾؛
لِيڙ نہ جن لِڱن تي، ٻاھين ڪَنين ٻُتيون؛
پَلئ لِڳي پوءِ چامَ جي، چِيھن ڪانءُ چِٽيون؛
اُنھن لانگوتِن لُتيون، تي مُھران لَعلان لاڏ سين.

١٣

بيھودا بي آب ھئا، اڳي ڪينجھَر ڪنڌئين؛
پَلئ لڳي پوءِ چام جي، تيا تنھن جا جوڙ جوابَ؛
ٻِيا سَيي حرفَ حسابَ، مَلاحَن معافِي تيا.

١۴

پيرين اُگهاڙي جي گهُميون، تن لڳيون سَو سُتيون؛
ساڻ جڙاوَ جُتيون، تي ڏنيون تماچيءَ تن کي.

١۵

مُهاڻيءَ مَرڪُ، جان تماچي طُريلُ ٿيو؛
مَٿي ميٖءَ گلابَ جو، تو اوتي پاڻ عرقُ؛
ڪيائين ڪونہ فَرقُ، پاڻ گڏيائين گاندرين.

١٦

جَنِ مَون بُڇڙي باسَ، آئِي تي عامَ کي؛
تن سان سَمي چامَ جا، تيا ايذائي اِخلاص؛
تي عامَ نہ ڏنو جن ڏي، سي تيا خاصاً خاصُ؛
عطر عَنبير ڪچور جا، اُهي وَڳين ڏيَن واسَ؛
لَکين ڪن لباسَ، زريءَ آئون زَربافَ جا.

١٧

تون سمو سُلطان، آءُ ميئي مهاڻي آهيان؛
تون مون ڏنهُن مِهربانُ، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙم جِي.

١٨

ڪَديو ڪالوڙا، تي آندئون اَڏوبَند ۾؛
جن پيرين لِتَر ڪونہ هو، سي ڪن جڙائو جوڙا؛
تن مُهران سون سَمو ڏئي، ٻيا رُپي جا روڙا؛
ڏيهن ۾ ڏوڙا، تئا سَمي جي سُهاڳَ سان.

١٩

تِي لانگوتِين لوڙَ، پِيو ڍويو ساريءَ ڍَنڍَ ۾؛
ناپي ۾ ڏُتَ ڏَپَ جا، آٽيو ڪَنِ اَروڙَ؛
تتي مُشڪَ عطَر تيا، هئا جِتِ ڪِڪيءَ جا ڪوڙا؛
سي ڪن ڪِينارئين ڪپڙا، پيا جواهِرَ جوڙ؛
مَتي پَنديءَ موڙ، گهِڙيو تماچِي تَن ۾.

## داستان چوٿون

١

مَڪَ برابر نہ ڏيان، توڙي پَرين موتئين ماڻِ؛
جو مون ڪميٽيءَ ڪاڻ، چارو چامَ ڪُلهي ڪنيو.

٢

چامَ ڪنيو چارو، مُرڪِي مَلاحن جو؛
تيلهان مَڪَ متي موتِن جي، ڏيان تِيٽو تُرارو؛
سيءِ ڪينجهر ڪنارو، مُهاڻن معافِي ٿيو.

٣

موتي متي مَڪَ جي، وٺان نہ ٻيٽا؛
پِي برابر نہ ڪريان، جي ٻيٽا ڪِي تِيٽا؛
اَسين تا هِيٽا، پَر چارو چام ڪُلهي ڪنيو.

٤

مَڪَ موتين تي نہ ڏيان، توڙي هُئَن ياتون ياتِ،
ڪوجهِي مان ڪَم ذات، پَر چارو چامَ ڪُلهي ڪنيو.

٥

پَلئي لِڳي آهيان، آهِيان اَياٽِي،
سَمي سُڃاٽِي، چرو چامَ ڪُلهي ڪنيو.

٦

هئا تولا ڪين توڪَ، پر نادر چام نوازيا؛
جَن ناپا لوڙهه ڪَلور پيا، تي ڦَڪيائون ڦوڪَ؛
سي اڄ ڪِيا وَتَن خمارَ ۾، اَنئِي پَهرَ اَلوڪَ؛
ڪِينجهُر ٻِن ڪنڌيُن ۾، ٿيا لانگوٽيا، لَڪ لوڪَ؛
پينگهن آئون سُڪ آسڻين، ڪَن جَهپيرا جهُوڪَ؛
هِڪُ ڪُلهين ڪونئر سئيل ڪَن، پيا منهن لائِن منهن سُوڪَ؛
چِچيءَ هاٿن چوڪَ، ڪيون مَرد مِياڻيون.

٧

جن تي ڦَڪيا ڦُڪَ، ٿيا ڪُلين قيمَن هيروان؛
اَڄ تَن دُشالا سِرَ تي، پيون شالون پنڌَن ٻُڪَ؛
زمرد آئون ياقوت جِي، تي لَعلين هيرين لُڪَ؛
سَمي سيپ معافِي ڪئِي، تَن ساتِن تان سَڪَ ڪُڪَ؛
لِتا ذِيل اُنهن تَون، ٻي ڪُلِي ٿِين چِرَ چِڪَ؛
عيبَ ڏِسي عامَن جا، ڪيائين ڪان اُپَڪَ؛
اُنهن چامُ اُڪُڪَ، موتي ماڻِڪَ تو ڏئي.

٨

هيڻ متي پوتِي، ماڳين مهاڻِن ڪي؛
پاڻيءَ پوندي تَن هُئي، چِڪَ جيهي چوتِي؛
اڄ گاندِر سِر گلابَ جي، ٻي عطر عنبر اوتِي؛
مُنهن لَڳُس موتِي، تان جهولي تِي جواهِرَ ۾.

٩

چارو چام ڪٽي، ته مُرڪيو مَلاحن جو؛
زريءَ آئون زرباد لَئي، تِي چِڳُير چَٽي؛
سَهجَون سون رُپا ڏِئي، ماڻِڪَ ميَي مَٽي؛
خِيما خوب قناتان، هيجَون تِتِ هَٽي؛
ڳاٽاتي نہ ڳٽي، ڏي جالَ جواهَر تَنِ کي.

١٠

تماچِي طُرا، تو سڏيون ٻڏائي اُن کي؛
سي شوق وَتن شِڪار تي، کنيو زور زُرا؛
ڪُڏائِين ڪُرا، سي ٻنهي ڪِينجُهر ڪَنڏئين.

١١

راتو ڏينهان ڏِيپَ، هو مَرَڪُ مَلاحن جو؛
تي ٻوڙيون وَهَ وَهل ۾، ڪِئي جَهٻيرن جهِپَ؛
هو روز جَنين جي رِٻَ، سي اَج ڪُلين حلون هيروان.

١٢

مُهاڻِيءَ جي من ۾، نہ هو گِيرَٻُ نہ گاءُ؛
نيئن سان نازَ ڪري، ريجهايائين راءُ؛
سَمو سَينِي ڪانءُ، وَٺي ويٺي پاڻ سان.

١٣

هُئِي ويٺي بازر وچ ۾، هُئا هٿ ڪِڪِيءَ هاڻَس؛
دَرن ڪاڻ دُٻَن ۾، تي پَنَ وِڌا پاڻَسِ؛
هُئِي مُهاڻِي ماڻَسِ، پر هِن سان ڪَرم ڪَريم ڪيو.

١٤

ٻيون پِي چار چُري هَليون، ٻڌي دعويٰ دانايُون؛
”هلي تہ ڪِڪِيءَ ڪوڙ سان، ڳچ ڪِي ڳالهايُون؛
مضمون چيا هي مَلاح جو، جنهن سان راءِ ڪٽي رايُون“!
نوريءَ اُڳيون ناز مَون، جڏهن چِٽِ اکيون چايُون؛
تڏهن سُهمجي سايون، ٻوليندڀون ٻاتِيون ٿيُون.

١٥

لَتو لانگوتين جي، پَکي جامُ جُلِي؛
مَنَهن مَنَهَنِ پيون مَسندان، جهُڳي پاس جهُلِي؛
ماڻِڪَ ۽ موتئين، چولِي چولِ چُلِي؛
ڪِنجهرُ سيءِ ڪُلِي، جَڻ اَصليءَ ڪنؤن اَهڙو هئو.

١٦

فارغ تِيَن نہ فِراقَ ڪَؤن، ويجها ڪين وصالَ؛
گُم تِيڻ ڪَؤن گم ٿِيا، نَڪا سُرت سنيال؛
اتي قِيل نہ قالَ، ”سچو“ صُمُ بُڪُمُ ٿيا.



# مارئي

## داستان پهريون

١

ساريَم اَچ سَنگهارَ، جن ڏٺي مون ڏينهن ٿيا؛
سي لَڪَ لَنگهي پيهِي ويا، پانورَ منجهه پَنهوار؛
هَٿِي ويٺا پَکڙا، هُتِ سُکِ ٿي اُجَڙوارَ؛
جن جي ساه سنيارَ، سي اَچ پَنهوارَ پَري ٿِيا.

٢

اَچا ڪالهُون ڪالهَ، هُيس مارن گڏ مليرﺫ؛
سي ڏينهن وِيڙا گذري، چَڙ منجهه خوابَ خيالَ؛
اچ پرئين ڪنڌئين پکڙا، جوڙي ويٺا جالَ؛
جن جي ساهَ سنيال، سي اَچ پنهوارَ پري ٿِيا.

٣

تڏهن مُڪئون جيڪَر، مون ڏي خاصا خابَرو؛
لَهَڙ سُڌ سَنگهارِ جِي، نَڪو پانڌِي پتيائُون؛
پَر پَري شايد پنهوارَ ويا، جو سُڌ نہ لَڌائُون؛
پَکا پانورَ ڪَنڌئين، نئين هيجؤن هَنيائُون؛
چِڏي مُلڪ ملير ويا، هُنَ تَرِ تيلهائُون،
اِئين اُتائُون، تہ هِتِ ڏَرُ ڏريجو ناه ڪو.

۴

ڪڏهن ڏيھ ڏنام، تي ساعَتَ ساعَتَ سومرا؛
مارو ڪالھ ملير ۾، پَر پَري اَج پيامِ؛
آهِن ڪينَ اُنهن رِيءَ، اَڪڙيون ۾ آرامِ؛
سَدا وتن سِڪنديون، پَر سانيڻ سُورَ تيامِ؛
سي پُڻ ڪين وِيامِ، جَن سان گَرهيم ڳالهڙيون.

۵

جي هوند اُتيئي، هئا ماروئڙا ملير ۾؛
سُڌ لڌائون سِگهڙي، حال بُڌي هيئِي؛
پَر تَر چڙهي ويئي، جيڪُسِ وَسئن ويڙهيچن جي.

٦

پَنهوارن پيغامَ، جيڪَر مُڪا تَڏهين؛
پَر مون ڪان اَج پَري تيا، ويڙهيچا وريامَ؛
تيلهان مون ڏي نـ آيا، ڏنهن سنگهارَن سلامَ؛
هئا ملير مُدامَ، پر ڪو سانگِن اَچي سانگـُ پيو.

۷

هِيءَ وَس چڏيائون، هُنَ وَسِ ويا واهَٽِين؛
پَکا پانورَ ڪَنڌئين، نَئين عُمَر اَڏيائُون؛
پَٽي اوريان پَکڙا، وجي هُنَ ٿَر هَنيائُون؛
پانورَ سَنديون ڪَنڌيون، وجي اُتي واسيائُون؛
چِڏي مُلڪ ملير جو، ويا ٿَريچا تائُون؛
اُڪنڊَ جن آئون، سي اَڄ پنهوارَ پَري ٿيا.

۸

ٿيا پنهوارَ پري، آءٌ ڪنِ کي ڏورايا ڏيان؟
اُنهن پاجهُون مارُئِي، ٿِي ميان هِتے مَري؛
نئين قبَر ڪَري، ڪو اوڏي اباڻَن کي.

۹

جي پيڪَنِ پوءِ پيامَ، سي تا ڏکيا ڏينهڙا؛
هِيئن نہ پائڻُ ڪا هُيَم، تا ڪي هيئن ڪندامَ؛
پَرَ وجِي ٿرِ ٿيام، سي سُڌ لَهندڙ سومرا.

۱۰

پري ڏينهن پيانِ، جيڪُس سانگِن ڪو سانگُ پيو؛
پکا پانورَ ڪَنڌئين، ٿرؤن ڏور ٿيان؛
هوند ڏورايا ڏيان، پَرَ پَنهوار پري ٿيا!

١١

پَري ٿيم پنهوارَ، جَن وري وَرَڻُ نہ ٿيو؛
ڏيان ڏوراپا ڪَن کي، ٿيا سِهج ڪاڻِ سنگهارَ؛
عُمَر اُپائون آهِ مون، جو دم تَنهنئون ڌارَ؛
اُهي اَجَڙوارَ، مانَ مِلائي مُون ڏٿِي!

١٢

پَرئين ٿَر پنهوارَ، جيڪُس وڏو وڇِڻُ ڪري ويا،
ڪڏهن ايندم اوڏڙا، سومرا سنگهارَ،
رڻُ چڏي ريدار، مَن ڪَرن مهڙ ملير ڏي!

١٣

پانورَ پاس پيا، وڏا ڏوٿِن ڏينهَڙا؛
ٿانهر وچي ٿَرَ ۾، ٿَريچا ٿيا؛
لَنگهي ملڪ مَلير جو، ويڙهيچا ويا؛
عُمَر ايڏي پَنڌ تي، ڪنهِين سانگ نِيا؛
قادر شال ڪِيا، مون کي ويجها واهَٽِين!

١٤

اَٿم سارَ سَندين، پَر اَج پنهوار پَري ٿِيا؛
مشڪل موٽَڻ تَن جو، جي هي لَڪَ لنگهِينِ؛
وري هيج ورينِ، جي سانگِنِ ڪو سانگ پيو.

١٥

جي لويُون ڏَکي لوءِ، ڪڍُهن اِيندا ها اَجڙي؛
اَڄ هٽي پَڪا پانورين، عُمَر ويٺا اوءِ؛
تَن پنهوارن پوءِ، موتِي اَچڻ نہ ٿيو.

١٦

جي هُوند اُنهِين جاءِ، هئا اَباڻا اوڏڙا؛
تہ هِنَئون اَڳي وَسَ ڪِيا، تَن منهنجي اَچڻ لاءِ؛
پَر اُتَن عِتابَ نہ آءِ، جي توري تَرِ چَڙهِي ويا.

١٧

جي اوڏا هوند هيام، ماروئڙا ملير ۾؛
تہ پڻ پيغام فراقَ جا، مارُنِ ڏَنهُن مُڪام؛
پَر پَرئين تَرِ تيامِ، ناهِ عِتابَ اُنهِن تي؛

١٨

لنگهي مُلڪ مَلير جو، ويا پَرئين ڏيهِ پنهوار؛
تَن موتي اچڻ جِي نہ ڪئِي، اَي سومرا سردار؛
هاٿي ساريو، هِتِ سَنگهار، ڳچ هِنياڻءِ ڳَريو پَون.

١٩

چا هُون چِڏيائون، نہ چاڻان مُلڪ ملير جو؛
پَکا پانوَرَ ڪَندئين، نئِين عُمَر اَڏيائون؛
اَتَئِي پَهَر اُباڻِڪِي، اُنهِن ري آئون؛
ڪو موتي ڪائُون، مَنَ ماڙهو مُلڪَ ملير جو!

٢٠

اَج نہ حوضين هُوءِ، مارو نانهِ ملير ۾؛
ايندا هئا اَجڙي، ڪَليُون ڪَنيو ڪُوهِ؛
جيڪُس مِيان پَرَ جُوءِ، اُهي ويا ويچارا واهَٽِين.

٢١

عُمَر اَباڻي پارَ جي، فانِي ڪَيَس فِراق؛
جي هُئا ريجاٽين رَهاڪَ، تَنِ تَرِ وجي تاٽا ڪيا.

٢٢

تي گَڏ ڪيَمُ گُذران، جَنِين جهانگِيئَتَن سان؛
ڪاتي اَج اُهي تِيا، سومرا سُجاڻُ؛
ڪاتي پيس آءُ اَچِي، آهِ اِهوئِي اَرمانُ؛
حَيرتَ ۾ حيران، آءُ اِنهينءَ تان آهيان.

٢٣

مُون جاليوسان جَنِ، موتِي تَن نہ پُڇيو؛
حالَ هِنَ جون خَبران، پيون، هُوندن ڪَن؛
پَکا پانوَرَ ڪندئين، توڙِ هنيان اَج تَنِ؛
ڏيان ڏوراپا ڪَنِ، جو سَنگهار ئِي ساٿيھ ٿيا.

٢٤

جيڪس سنگهارَنِ، اُهو ڏيھ وٿِي ويو؛
وري هيج وَرَن، جي سانگِن، ڪو سانگُ پيو.

٢٥

جيڪُس سنگهارَن، وري وَرَڻ نہ ٿيو؛
عُمَر اَباڻَن، هُو اَج ڏيهُ وٿِي وَيو.

٢٦

ويجهائِيءَ لَئہ وِجهُلان، سَندِيءَ اَباڻَن؛
اُهي هميش هُئن، جي سُڌ لَهن سيءِ حالَ جي.

٢٧

ڏينهَن اُتي جا ڪي، اَڄ اَچي مون ياد پيا؛
پَهُون پنهوارن جون، صبح ويلي سي؛
اُتيا اَچن آبَ لءِ، متي آنه اُهي؛
هئا اُدَل جهانگِي جي، تَن سانگن ڪو سانگِ پيو.

٢٨

آريُون اَباڻَن ري، بِئا تان ڪٽندم ڪير؟
هي جي ڳهَ ڳِچيءَ جا، ظالمَ يانيان زير؛
سَنگهارنِ ساويرِ، مِلان شال ملير ۾!

٢٩

ايندم اَباڻا، ڏُورِ لايا جَن ڏينهڙا،
ڪير سَهندم سومرا، ري مارئڙن ماڻا؟
هاڻي نه چاڻان، ته ڪا موتِي ملنديس مارئين.

## ڪافي

### ١

سومرا سائين توکي، وو،
ڳالهيون چونديس آءٌ حالَ جون، هوءِ هوءِ!

عمر اباڻي پارَ ڏي، ڪِرڙ ڪڪوريا ڪي، وو.
ڪوڪَڙ چوندبان ڪانڌَ سان، پٽ چڙهي پيڪي، وو.
سِگَرَ ڪِيَن سقڙا، سَئين جا سيڪي، وو.

## ڪافي

### ٢

جاليم جن سان تي، وو، تا مارو ڪيڻ ويا،
هوءِ هوءِ حالڙو ڪنهن سان ڪريان!

پَکا پتي اُتهون ويا، پَرئين پنڌِ ڪٽي.
راتو ڏينهان روح کي، اوڏنهن گهُرَ گهٽِي.
گهڙي جا هِٿ گهاريان، سا ويڙهيچن نـ وٽِي.
جهليان شالَ وڃِي، اُن پَنهنجن جِي بـ پٽِي.
مون من ماندو مارئين، چاٽي هڪـ ڏٽِي.
پکا پانورَ ڪنڌئين، هو ويتا حال هٽي.
جدائيءَ کَون جهانگيئڙن جي منهنجِي بابِ بٽِي.
”سچو“ سنگهارن جا هِتِ ويتِي ڪرڻ ڪٽِي.

## ڪافي

٣

ڪانگل ڏج سنيهڙا، مان ويراڳڻ آهيان!
اوهان ٻاجهُون آءٌ گهٽيري، مَحلَن ۾ مُسجان.
قسمت قيدالماءِ جي ايرادي آهيان.
چانور چيا چورمان، آچِن نِت نوان.
ڏَونرا پُسيون ڏيهَ جا، ساريون هِت رئان.
زهر پيالا سوز جا، اوتيون آءٌ پيان.
اوهان ٻاجهون سپرين، مَران آءٌ ڪِي جيان!
ڏکَن ڪارڻ ڏيهَ ۾، نِپايَس اوَهان.
”سچو“ اَکڙين مَؤن، ميان، هاري رتُ رئان!

## ڪافي

### ۴

متان منڌ مارُن تَون، وهين آسرو لاهي!

بَندُ تُنهنجي بابَ ۾، اَصلَ ڪؤن آهي.
سَڱُ اسان جو سومَرا، چِنَڻ جيهو ناهي.
پِرين نِيندا پاڻ سان، سڀڙ ڏي ساهي.
نِيَرَ هِي جي نِينهَن جا ڪير سگهي لاهي.
رکج منهن ملير ڏي، ٿاه نہ ڀِيو ٿاهي.

## ڪافي

۵

وري آءُ وطن، منهنجا ساريون نينڻَ سِڪَن،
موتي سلامتي سپرين!

اکڙيون اوهيرا ڪَري، واٽي ڏسيو وجهلَن.
پِريَن پرديسن لاءِ، جهوريءَ نينڻ جهجِن.
عمر اَباڻي پارَ ڏي، وچون ٽيون چمڪَن.
ميڙائي جا مِينهَڙا، ويجهو شال وَسَن.
الله آندا مون پرين، دارون درد مندن.
”سچل“ سِڪَ سبيل ٿِي، پارئون جا پرِيَن.

## ڪافي

٦

مون تان چيو تو اڳهين، نہ تون دل قاساءِ!
آهون دانهون چو ڪَرين، سَبَر سيڻ سَنداءِ.
ڪُڇ ڪنهين سان ڪينڪي، ٻولِي ٻي نہ ٻڌاءِ.
وچڙيا گَڏُ گَڏي پِرين، ڪو والي ورق وراءِ.
توري گهٽي ڏينهڙين، ڪندءِ ماڙ خداءِ.
سانگِي ويڙا سانگ تي، پنهنجي سانگِ سُٽاءِ.
پاٽُون جاٽِي پريت مؤن، ڪوهہ ڪَرين هاءِ هاءِ.
”سچو“ سُپرينءَ لاءِ، ڪوڙين ڪانگَ اُڏاءِ.
تو پئي ساريو جن کي، تن پِي سِڪَ سنڌياءِ.

## داستان پيو

١

عمر اَباڻن ۾، لَڏمَ لائون لالڙئين؛
کُھ موتِي مالَھڙئين، حال گھوريا هِن حالَ تي.

٢

جو ڏاڏاڻو ڏيھُ، مُونھؤن مور نہ وسري؛
سو ڏاتَر لَئہ ڏيکار مُون، سومرا ساڻيھُ؛
ريءَ پنھوارن پَرڏيھُ، هِيءُ مِڙيوئِي پائيان.

٣

ڏيھ ڏاڏاڻي، شل سِگھي ويندس سومرا؛
مون کي ماروئڙن ۾، چِڏ عمر اُماڻي؛
ڏينھن گُذري ڏکَ ۾، تو ڇاڻيندڙ جائي؛
سُکَ ڏُکَ سنديون ڳالھڙيون، وڃي اوريان اَباڻي؛
نہ تہ سُڌ لَھندڙَ سِگھڙا، اَللہ اُهي آڻي؛
جو هُن بِنا هاڻي، گھَڙِي هِتے نہ گھاريان.

٤

وَس نہ وِساريامِ، سُرھا وَڻَ ساڻيھَ جا؛
اُهي هيڪَند ڏينھڙا، تي گَڏجِي گذاريامِ؛
ياد ڪيون سي ڪيترو، سانگِي سنياريامِ؛
اوڏنھن اُڏاريامِ، ڪَلَ لَھَڻَ لَئہ ڪانگڙا.

٥

جهڙِي هُيس مَلير ۾، جي هِتے ٿيان تِهڙِي؛
پَرَ ڳالهه ڪَريان ڪهِڙِي، جو قابو رهيسِ ڪوٽَ ۾.

٦

هُيس ڪير ملير ۾، هِتے ٿِي آيَسِ ڪيرَ؟
جيڪُس پيڙَمَ پيرَ، فقط لَڳے فِراقَ جي.

٧

ڪاٿي آءٌ هُياسِ، ڪاٿي آيَسِ سومرا؟
هُتان هلي هِتِ اَچي، پورَن منجهه پياسِ؛
هنجن هابُ ڪِياسِ، وِچوڙي جي ڏينهڙِي.

٨

شال نہ رهن ڏورِ، هُئن اَباڻا اوڏڙا!
ميان تَن ريءَ مور، مون هِتے جالَڻُ نہ ٿئي.

٩

ڏوتِي ڏورئون ڏورِ، عمر اَج مون کي ٿيا؛
سُمهَڻ جاڳڻ سورِ، مون گذارَڻ آئيو.

١٠

جڏهن آءٌ چاياسِ، ڪنهن وِتِي، وِهَ جي نہ ڏني!
جڏهن ساماياسِ، تڏهن آيَس اوراتَن ۾.

١١

هي ساماڻِجڻ گھوريو، جنهن بتے ڪَيو بيرؤن؛
وجي شَلَ ويڙهيون، ڏِسان ڏوٿيَڙن جون.

١٢

ڏٺي ڏوٿيَڙن کي، گھٽا ڏينهن ٿيا؛
جالڻُ جُدائِيءَ ۾، جيڪي پَلَڪ پئا؛
سي وٽواند ويا، سارا سنگھارن ري.

١٣

هُتے ٿا لوءِ لُڇَن، سُڻِي ڳالهيون سومرا؛
پيهي ڪِئن نہ پُڇن، جي هُئن اَباڻا اوڏڙا!

١٤

پاڙو پاڙي ساڻُ، شَلَ هُئان اَباڻن جي؛
پکي تَن جي پاڻُ، آءٌ تا سُکيو پائِيان.

١٥

مون کي رَبُ رکي، شل پَردي ساڻ پناهَ ۾!
تہ هئان منجھ پکي، عُمَر اَباڻَن جي.

١٦

پَردي منجھ پناهَ، مون کي رَبَ رکيج!
اُڪنب هِن اَرواحَ، آهي اَباڻَن جِي.

١٧

ڏِسي ڪيتَ ڪَٽِي، ويا ماروئَڙا ملير مَون؛
پَڪا پانوَرَ ڪنڌئين، ويتا جالَ هٽِي؛
اڳي پنهوارن پاڻ ۾، تي اِها ڳالِھ ڳِٽي؛
هِتَ رَتِي رهَڻ ناهِ ڪا، جاٽي هِڪُ ڏٽِي؛
جا عادتَ زور ظلم جِي، هيءَ حَمير وَٽِي؛
رَعيتَ جي رَنجڻ جي، تيس گهُر گهَٽِي؛
هاڻ بَرسَر هِيءَ بَٽِي، سنگهارن تي سومرا.

١٨

پَلَڪ نہ تيان پاسي، شَل عمر اَباڻَن ڪَوْن!
گڏُ گَڏين ها سي، سين سان سي سومرا.

١٩

ڪاڏي اَج رهي، آءٌ ڪاڏي اَباڻان؟
هاٽي نہ جاڻان، تہ ڪا موتي مِلنديس مارئين.

٢٠

اَچا نہ آيا، سنگهارا ساٽيھ جا؛
ڏينهن جهَجها لايا، پانوَر پنهوارن پاڻ ۾.

٢١

جيڪس نہ آيا، سنگهارا ساٿيھ تي!
نہ تہ ڪيتن خابرو، تڏڙهئين هَلايا؛
تن ڏينهن وڏا لايا، وجي پانورَ ڪنڌئين.

٢٢

وچن تامَ پري، شل اَباڻن اوڏي هُئان!
جو سُڌِ لَهَن مون سِگهڙي، ذري منجھ ذري؛
اڪيون آبِ يَري، تي ويجهائيءَ لئہ وجهُلان.

٢٣

بيوسِي آهيان، هِن ماڙن ۾، مارو!
وِساري ويهي رهيؤ، چڙ منجهانئِوَ ناهِيان؛
لالچ نہ لاهيان، پَسَڻ پَنهوارَن جِي.

٢٤

موتِي شال اَچن، ماروئڙا تہ مَليرَ ۾!
اَچڻ سندي تا ان جي، ڪَر پوي مون ڪن؛
تا سيبئي سُڪ تين، گوندرَ وچن گُذري.

٢٥

ڏوراپا ڏيئي، ڪنهن هَٿ مُنجان مارُئين؟
تہ وساري ويهي رهيَوَ، حال بِڏي هيئي؛
مِڙي اَچو مون گهرين، آهيو جهانگيڙا جيئي؛
جي آهيو اتي ئِي، تا لَهو سُڌِ سنگهار جي.

٢٦

موتي ماروئڙن، سُڌِ نہ لڌي ساهَ جي؛
لاهي چڏيو دل کؤن، اَديون اَباڻن؛
ڪنهن ڳُٹؤن سنگهارن، جيڪُسِ ويڙسِ وِسري.

٢٧

ڪي ڏينهن هُيس قرار، مارُن گڏ ملير ۾؛
درد نہ هو ڪو دِل کي، هُيسِ مِتَن ۾ مختيار؛
ريءَ اَباڻن آرِ، هاڻي ڪنديس ڪَن سان.

٢٨

اَج ساريم سنگهاري، جَنَم لنگهايَم جَن سان؛
هيءَ وڇوڙي تَن جي، ميان هِتے ماري؛
عمر سيا مون سانگئين، تِي گڏجِي گذاري؛
منهنجي پار پنهوارَ جي، آهي تاڪون تياري؛
هاڻ لکي منجهان مارئين، هِيءَ حقيقتے ساري؛
ڏينهن هيترا ڏوتيو، ڪِيئن اوهان وِساري؟
جيڪُس ڏُرئون هُئِي ڏاري، تيلهان ويَڙَو وِسري.

٢٩

منهنجي مَن ميان، هِن ڳالهيون ماروئڙن جون؛
ڏُتِ ڏاڏاڻي ڏيهَ جو، وجي خوشِئون هُتِ ڪِيان؛
ڪائِي ساعت سومرا، جهانگِن ري نہ جِيان؛
وجِي تر تِيان، شَلَ سنگت سنگهارن جي.

٣٠

ويجها جڏهن هُئام، ماروئَڙا تہ ملير ۾؛
تڏهن ڳالهہ احوال جي، تَن ڪَنين ڪين وڌام؛
هاڻ وجِي ترِ تيام، اُهي سڌ لهندڙ سومرا.

٣١

تيا پنهوار پَري، آءُ ڏيان ڏوراپا ڪن کي؟
وَهندو شالَ وصالَ جو، ڪو پڻ واءُ وري؛
نَئي گڏ ڪري، سو مون کي ماروئڙن سان.

## ڪافي

١

مارن ڏي آءُ وڃان وڃان! هادِي اَلله، الو پلو!
لاوان لهنديس ڪيتے پنهنجي سان.

سرتيون ٽينديون مون چَيان چَيان.
ڪَڍ بندياٹي بند مؤن، ڪُرفے ڪڙا ٽِي پَيان پَيان.
واتےَ جنهين ڪؤن سانگِي ايندا، سائِي واتے مان وڃان.
"سچو" سائِل آهي اوهان جو، سِرُ سائينءَ اڳيون سَيان سيان.

## ڪافي

٢

لَڇايان نہ لوئِي، وو،
عمر آنديم جا اوڏاهون!

جي تا ملڪَ ملير ڏنهن، قاصِد اَچي ڪوئِي، وو.
سارو سنگهارَن ڏي، حال منجان روئِي، وو.
وجهان ٻَرنديءَ باه ۾، شالون پَٽ سيوئِي، وو.
ڪتِي ڪَنيَم ڪِيئن جي، اَتو ٻَند جا هوئِي، وو.
آنديم ڪٽِي ڪوهَ تؤن، آبِ ٻَري اوئِي، وو.
پِيَڻ ڪاڻ پنهوار جي، ڪَلي مُون تان ڌوئِي، وو.
اهڙي اڳي ڪنهن نہ ڪئي، جهڙي ڪيڙي توئِي، وو.
مون سان مدد ني ڪندو، ”سچو“ صاحب سوئِي، وو.

## ڪافي

٣

ويتا منهنجيون ڳالهيون ڪن،
هُتے ماروئَڙا ٻہ ملير ۾!

عمر آنديئي مارئِي، تاسفے ڏيئي تَن.
سَدا آهنِ سومرا، مارو منهنجي مَن.
مون جيڏيون ملير ۾، چانگن پاسِ چَڙن.
چِڏي پانور ڪنديون، مَنَهيون اوري اَڏن.
”سچوءَ“ جي سَريرَ ۾، ويڙهيچا تا وسن.

## ڪافي

۴

غم ۾ ڪِيئن نَ گذاريان، اَديون، تن وچؤن مون ڪي ڏينهن پيا!

ميان مُلڪَ ملير ڏي، ڪنيو نيڻ نِهاريان.
پَڪا پنهوارن جا، ساعِتے ساعِتے سنياريان.
راتيان ڏينهنان روح ۾، ساهيڙين ڪي ساريان.
وَسُ جي هو ڪو منهنجو، گڏ هُنِ پاڻ قطاريان.
پَتے پنهنجِي پاٽهين، پنهوارن سان پاڙيان.
ياد ڪيو سي ڳالهيون، پنهنجو پاڻ تي ڳاريان.
موڪل ڏينم متين مِڙان، گهڙي هِتے نہ گهاريان.
ٻَڪَر ٻاٻاٽن جا، چَهرائيءَ سان چاريان.
جي مون روحَ رڳن ۾، ويڙهيچا نہ وساريان.
جا لوئِي آنديَم لوءِ ڏنهن، عمر شال اُجاريان.
حال پَسي هِيءُ پانهنجو، ماروئڙن لڳے ماريان.
پَٽَے پٽِيهَرَ گهَوريا، طولَ ياپان تلواريان.
ڪَرَ لَهَڻ لَئہ ڪانگَڙا، اوڏنهن روز اڏاريان.
”سچو“ سنگهارن ڪَؤن، هِي سِر هڏ نہ واريان.

## ڪافي

۵

شالَ نہ وِساريـن، مارو مون کـي، شالَ نہ وِساريـن،
درد جنين جو آهي دل کـي!

اَنئِي پَهر اوڏهـون، نيڻَ تا نهارين.
پَهون پنوهَرَ پانهنجا، ويجها وهارين.
جوڙُ اسان جا جهوپڙا، ماڙيون تيون مارين.
هَردم طلب جون تَن ۾، تارون تنوارين.
سنگهارن جون ساه کـي، ڳالهيون تيون ڳارين.
"سچو" سارين جن کـي، سي پِي تو سارين.

## داستان ٽيون

١

جهانگيئڙن لَئہ جِيءُ، هِتے عمر آهہ اُباڻڪو؛
نَئِي ڳَڏائج اُن سان، حال منهنجو تا هيءُ؛
سانگيئڙن ۾ سيءُ، آهہ اَچا توڙِي تانهنجو.

٢

ڪونہ وري آيو، ماڻهو مُلڪَ مَلير جو؛
جو ڪِيئن جون ڏئي خبران، ساٿِي سَوايو؛
ڏورائيءَ ڏوٿِن جي، هيءَ مون کي مُنجهايو؛
ميان ماروئڙن جي، هِتے طعنن تپايو؛
ڪر سومرا سايو، تہ وڃان ويڙهيچن ڏي.

٣

قاصد آيو ڪونڪو، ۽ ڪو نہ لکيائون خط؛
جيڪُس هُيس ڪينڪي، ريگستانِن رَتُے؛
پنهوارن پاهَتُے، تيلهان مون سان نہ رکيو.

۴

قاصِد آيو ڪونہ، ريگستاني راجَ ڏَھُون؛
جو تو مون کي تارِ ڪيو، سومرا ۾ سونَ؛
ليھہ پتو روحَ کي، ھُتے ھَي ھَي جيڪس ھو نہ!
ڇيھون ھِتي چونہ، ٽيان اَھڙن عتابن سان.

۵

پنھوارن پيغامَ، اَج ڏِئي مُڪا مُون مَٽين؛
”ڪڏھن آيا ڪينڪِي، تو ڏنھن ھِتے سلام؛
”ڪائِي اتي محفوظُ ٽئين، طرحين طرحين طعامَ؛
”پيرُون چوندئي پَٽَے جا، ٽي ڪڏھِن لاڙيو لامَ؛
”ڏسي عيش اِنعامَ، اَج اُھي ويلان وِيَڙئي وسري“!

٦

پَري ٽين نہ شالَ، ھُئن اوڏائِي اَجڙي!
اُٽي ويني اُن جا، اَٽم خوابَ خيال؛
سدا سانگيڙن جِي، مون کي ساہ سنيال؛
ھِتِے مون ھھڙا حال، ھُتِے عِتابَ اُنھن جا.

٧

عمر مون ڏي آئيا، اَباڻئون عتابَ؛
”تيئن اتي تون مارُئي، ڪائِي خوش ڪبابَ “؛
هِتِ مون اڪيون پنهنجيون، جهليون روئِي آبَ؛
جهوريَس هِن جوابَ، ويڙهيچن وساريو.

٨

مُنجن هِيئن چِيون، مون ڏي مارو، سومرا؛
”وڃي عمر ساڻ تو، ڳالهيون ڪاله ڪيون؛
”سي پُڻ پنهوارن ۾، پَڌر هَتِ پيون؛
”اِهي پَچارون تانهنجون، ويڙهيچؤن نـ ويون؛
”ڪيتن هاڻ ڪنيون، پڪيُون ملڪ ملير مَون “.

٩

ڪو نئين نِياپو، منهنجو ماروئڙن ڏي؛
”مون ڏي اُوهان موڪليو، ڏيئي ڏوراپو؛
”تـ لوئِي لاهي سِر ڪَيُئي، سونَ رُپي چاپو؛
”مون ڪؤن وسري ڪين ويو، آهي جهڻ اُهو جهاپو؛
”اِينديَس سِگهي ايڏهين، لاهي لاڳاپو؛
مولِيٰ ميلاپو، ڪندو سِگهڙو سنگهارن سان “.

١٠

آءُ پُڻ چيا تہ چوان، موتِي ماروئڙن کي!
”هَئي هَئي هِن جي حال جِي، ناهي ڪَل اوهان“؛
هِتہ اُنهن ري سومرا، نِتہُ نِتہُ سورَ نوان؛
پَکي شالَ پهان، مان وچي پنهوارن جي.

١١

ڪٿي ساڻ ڪتِي، جا آنديم مُلڪَ ملير ڏنهن؛
سا اَڄ توڙِي تا سِر تؤن، لَحظو ڪين لتِي؛
لوئِيءَ سنديءَ لَڄَ ڪؤن، مون ڏکيا پتہَ نہ تي؛
هِتہ سُورن آهہ سَتي، اَئين تيون ڏوراپو ڏيو!

١٢

ايڏانهن اِينداياس، ڪنهن مهل موچاريءَ ماروئا!
جا لوئِي آنديَم لوءِ ڏنهن، سا چِن نہ چڏيندياس؛
توڙي تَهباران تِيئي، تہَ بِہ مور نہ متيندياس؛
اَچي ڏوتيڙن کي، اَجا ڏوراپا ڏيندياسِ؛
تہ ڪيئن وِساري ويهي رهيو، توراهِين تيندياسِ؛
مَنهيون، مَنهَن سان اِتي، آٿي اڏيندياسِ؛
ڳالهيون ڳرهينداياس، سرتن سان ساٿيهہ ۾.

١٣

الله اَباڻن سان، مون کي گڏُ ڪرئين!
جي ويا ٿَر پَرئين، سي موٽي آڻ ملير ۾.

١۴

عمر اَباڻن ري، آءٌ تان ڪوجهِي آهيان؛
هيءَ لوئِي نہ لاهيان، جا آهہ نِشانِي اُن جِي.

١۵

جا اَباڻن ڏني، سا لوئِي هَڏ نہ لاهيان؛
ڪنديس ڪين ڪِني، وڃي وينديس ويڙهہ ڏي.

١٦

عمر ڏيهہ اَباڻي، مون چڱا ڏينهن گُذاريا؛
هِتي اَچي هاڻي، پيو هِنيڙو هَلاڪ ۾.

١٧

عـمـر اَبـاڻـؤن وچڙي، ڪنهن اعراضي آنديا س؛
وجي خوشيؤن ڪائينديا س، پَڪا پيرون پانهنجا.

١٨

ڪائِي پلڪَ پَري، شال عمر اَباڻؤن نہ ٿيان!
ذري منجھ ذري، هُئن پچندڙ حال جا.

١٩

جڏهن هُيس اَباڻين، مَحل نہ ماڙيون مون ڏٺا؛
لَئي ۾ لاڻين، هيون پيهيون پنهوارن جون.

٢٠

ڦَتِي ڦوڙائِي، آءٌ مِيان ماروئڙن جي؛
ڏنيون مون کي تو هتي، آهن ماڙيون جوڙائي؛
ويهان وچ نہ انهين، ٻُڙو ٻوڙائي؛
هِن هنڌن ۾ سومرا، تو لکيو لوڙائي؛
جنهن آندم توڙائي، پکن مؤن تہ پنهوار جي.

٢١

ريگستاني راڄَ جِي، آءٌ ڳالهہ ڪريان ڪيهِي!
ڪَنِ پچارون پاڻ ۾، سي واريءَ تي ويهي؛
تہ ”ايندي ماروئين مارئِي، شل پَکن ۾ پيهي“؛
اُڪنڊ مون ميلاپ جِي، آهہ جهانگن کي جيهي؛
منهنجي تن تيهِي، آهي سِڪ سنگهارن جِي.

٢٢

مان اُنهن کي ساريان، هو بِي سارن مون؛
جي راضي ٿئين تُون، ڏي موڪل ماروئڙن ڏي!

٢٣

مان اَباڻن ساريان، هُتي اَباڻا سارين؛
واتان نِهارين، منهنجي اَچڻ سنديون.

## ڪافي

١

پَلپَل پونم پُور، عمر تن ماروئڙن جا.

دمدم منهنجي دل ۾، مارُن جا مذڪُور:
سرتيون سورن جا.
سانگيڙن کي سدا مان ساريان، هنيڙي هونم هُور،
پل پل پنهوارن جا.
منِ مَچائي "سچو" ويا سانگِي، دونهن جا دستور،
خاصَن کورن جا.

## ڪافي

٢

پاڙيچون نِي پرِين جو، مون کي پُور اڄ نِي پيو.

انتر جنتر مَون تي، هَي نيهڙي نيو.
جيڪي چيو نجوميءَ، سو تا صحيح ٿيو.
چرخو پَيي چيهاڙيون، مون تي ڪاڪيون ڪَيو.
هِن جان ٿئي جميعت، لالَن جي پائي ليو.
ڪو ڏس اچي پريئن جو، هِن ڏاهه کي ڏيو.
جي در اچي سو دلبر، تا جيءُ، "سچوءَ" جو جيو.

## ڪافي

٣

مارو مون کي نہ وسارين، آهيان اُنهن جي! ميان.

درد جنين جو دل کي، ڪَرم سين اُڪارين.
اٿي ئي پَهر اوڏهين، تا نيڻ نهارين.
هردم طَلبَ جون تَن اندر، تارون تنوارين.
"سچو" سارين جن کي، سي پڻ تو سارين.

## ڪافي

٤

هلي ههڙي حال، ميان،
وڃي ڏوتن کي ڏسان!

پيڪَن مون پهچائين، پلا پنهنجي پالِ.
منهنجو ماروئڙن ريءَ، جِيڻ آهي جنجال.
ههڙي وچوڙي جي، ڪنهن سان ڳرهيان ڳالهہ.
هُئڻ سدا خوش سومرا، مارو پنهنجي مالِ.
"سچوءَ" جي تہ سَرير ۾، مارن جِي آهہ قالِ.

## ڪافي

۴

ڏوتن ڪؤن نہ ڏور، آھيان جيڏيون.
آءُ اوڏي ان ڪي! سائين الا.

ناھيان ٻاھر تن ڪؤن، ميان، ھڪڙوئِي دم دور.
”اَلاِنسانُ سِري وَاَنَا سِرہُ“، دوسن جو دستور.
ھِي مڙيوئِي آھي تان، ميان، مارن جو مذڪور.
”سچو“ سا پُڇ ڳالھڙي، ميان، مارن جِي مَستور.

## داستان چوٿون

١

تون حمير هِتِي، آءُ تورياڻِين آهيان؛
جا لوئي آندم لوءِ ڏنهن، ويندس ساڻ وٺي؛
ڪڏهن تيندي ڪانه ڪا، مانهؤن شال مَٽِي؛
ڪتابت قولن جي، مون ڏي پنهوارن پَٽي؛
هيءُ بندُ بندياڻِيءَ کي، هو لکيو رات ڇَٽِي؛
اُن سانگِن ڪاڻ سَٽِي، مون مڙيائِي سومرا.

٢

ڪو بِي خيال نہ هومِ، هُيس مارن ساڻ مليرِ ۾؛
جان وچوڙو سومرا، کؤن تريچن تيوم؛
قسمت قيدالماءِ جي، ڏَسي ڏور وڌوم؛
تڏهن وڌو قدر پيوم، هَي ”سچو“ هيڪاندِ جو.

٣

ويتا ڳالهيون ڪَنِ، ماروئڙا ملير ۾؛
تہ ”اِجها ايندي مارئِي، وري هن وطنِ“!
ايڏي اُڪنڊ آهي، مُنهنجِي جا پُڻ جَنِ؛
آءُ سگهي سان تَن، وڃي گڏ گذاريان!

۴

قَرابتي ڪاتي تيا، آءُ ڪاتي آئِي!
قسمت قيد ڪتي ڪيو، آءُ ڪتي جائِي!
آهي منهنجي روح کي، ريءَ مارُن موڳائِي؛
اَتئي پهرَ اُنهن جِي، وات اَتم وائِي؛
گهٽي مدت مونجهه ۾، مون پڻ لنگهائِي؛
مَنَ سِگهڙي سنگهارن جي، ڪل پوي ڪائِي!
تہ ڪي آهِن آرامي اُتهين، جهانگيڙا جائِي؛
ڪِي ويا مُلڪ ملير مَون، ڪري اَجائِي؛
وجي پانورَ ڪنڌئين، ويتا وهٽائِي؛
اُتي تازا توانا تيا، ڏُٿ ڏنؤرا کائِي؛
ڪر سومرا سائِي، جئن تِيَن آسودا آجَڙي.

۵

جن گڏ گذاريوم، سيِ چَماندر سومرا؛
اَچي پَري پَيَس اُن کؤن، مُونجهہ اِنهيءَ ماريوم؛
ساريو سنگهار جي، ڳالِهن هِتِ ڳاريوم؛
جو مارو محرم حال جو، سو پڻ سنياريوم؛
ڏيهُ ڏاڏاڻو ڪَڏهين، وار نہ وساريوم؛
نِتُ نِتُ نِهاريوم، پَنهوارن جي پارَ ڏي.

٦

اَج پڻ ٿِيمُ اُداسُ، هِي مَن ماروئڙن ڏي؛
ڪر بندياڻي بند مَئون، خاوندَ لڳي خلاصُ؛
جو مَتي ڪيتَ ڏنارَ ڪي، ڪا پلنگين ڏينديَس پاسُ؟
ڪو وجهُ صاحبَ سومرا، اُنهن سان اِخلاصُ؛
جو هو ويچارا واهَڻين، تون ڪري ڏس قياسُ؛
زور تنين تا ناهِ ڪو، لوئِي جن لباسُ؛
اَٿئِي پهرَ اُنهن ڪي، آهي حَمِيرن هراسُ؛
تاڪُون تُنهنجي تابَ ڪَؤن، سهمِيون اَٿن ساسُ؛
چاڙهيو لِڳين ڪِين تَنين، ماسي قَدر ماسُ؛
تعديون تَنين تي ڪَرين، جن تو هَؤن ٿئي مَواسُ؛
ويڙهيچا وٽراهَ ۾، هُتِ وڻ وڻ وٿن واسُ؛
پاءِ پنهوارَ پياسُ، آهي راجا منهنجي روح کي.

٧

چَئي مُڪائون، هيئن ڏاڏاڻي ڏيهَ ڏنهن،
تـ ”جيڪس“ اِهي تو هُيون، مَنَ جون مدعائون.
”تان وجي پَلنگين پَترڻِئن، شَلَ چڙهان آئُون،
تو پڻ تيلهائون، هاڻ ويا ويڙهيچا وسِري“!

٨

چگّيءَ طرح چَئي، تي مُنجان ماروئَڙن ڏي:
تـ ”سُکين سانگيڙن کَؤن، پري آءٌ پَئِي؛
”قسمت قيدالماءِ جي، مون سان هِيئن ڪَئِي؛
وسري ڪينَ وئِي، سَنگت سنگهارن جِي.“

٩

ماروئڙا ماندي، آءٌ اوهان ريءَ آهيان!
سُکيا اَئين ساٺيهه ۾، هِت بَند رهي باندي؛
هِت قسمت قيدالماءِ جي، هِيءَ اَچانَڪ آندي؛
آهيان اوهان جي ڳالِهه کَؤن، ويل نـ ڪنهن واندي؛
چگّي تِي چاندي، اِينديَس لوئِي وٺِي لوءِ ڏي.

١٠

قاصِدُ اَڄُ ڪوئِي، مَنَ اَچي مارو‌ئَڙن ڏنهن!
تنهن تا چَوان حالڙو، سارو سيوئِي؛
ايڏنهُن آندي آهِ مون، لاڪيٽِي لوئِي؛
سا وٺي ويندي‌َس پاڻ سان، اَتم عهد اِهوئي؛
سرتِن سان روئِي، سِڪون لاهيندي‌َس لوءِ ۾.

١١

هِيءَ اُميد نہ هُئي، مون کي مارو‌ئڙن ڏنهُن؛
جو ڪونہ مُجندا مُون مٽين، پُڇَڻ ڪاڻ پَهي!
ڏٺم هڏنهِن ڏيهہ ۾، نَڪو ڳوٺَ ڳَهي؛
هاٽي وائِي وائندي، اها سيُمَ اَڄُ صحِي؛
تہ ”اَنا مِينهن ملير ۾، ويڙا راڄ رهِي؛
”چِڏي پانورَ ڪنڌيون، آيا هيٺ لهي؛
”جهجهو جهانگِن کي ٿيو، ڏِهيان ڏٿ ڏهِي؛
”ڪَڏيو پيَن پاڻ ۾، وڏيءَ مَهَل مَهِي“؛
ويندي‌َس ڪوڏِ ڪَهِي، آءٌ پَکي پنهوارن جي.

١٢

سَنگهارن جي سِڪ، آهي منهنجي مَن؛
شال سِگهوئِي سومرا، ڏسان ڏوٿيڙن؛
راتو ڏينهان ڪاڻ تِي، جهڄان جَهانگِيڙَن؛
پاٽهي پَنهوارن، اَڄ تان مونکي ياد ڪيو.

١٣

جهانگي جهڻ پياڪ، ناهِن شَربت هيروان؛
ڳاڙهيو ڪاريون لوئيون، پهَرڻُ تَن پوشاڪَ؛
لاهِج لوئيڙَن تان، الله لِڳِي اولاڪَ؛
جو رکن هَڏنهن ڪانڪا، عُمر بِي اِملاڪَ؛
ڪارڻ پرورَ پاڪَ، مون کي ميڙيين مارئين!

١٤

ڪيا کِوٽِن کيجَ، اَڄ ڏاڏاٽي ڏيهه ۾؛
پر ماٽو ماروئڙن ڏنهن، هَڏِ نہ آيو هيجَ؛
ڪالهه ڏٺا هُئم اُپي ۾، اٽِڪ ۽ اَتيجَ؛
اُتا مينهن مَلير ۾، تيا رڻَ سارائِي ريجَ؛
چانگن سان چِڙي ڪري، ڪَن چَنن ۾ چيجَ؛
آءُ پُڻ پِني ۽ پيجَ، ملنديَس ماروئڙن کي!

١٥

هي وٺي حالُ وجان، ميان ماروئڙن ڏي؛
آهي اُميد اَجان، جو خوشِي ٿنديس ڪيتي سان.

١٦

مينهن وسندي مان، ويڙهيچن ويندياسِ؛
لوئِي ساڳين لوءِ جِي، نال وٺِي نينديا س؛
وڃي تر تينديا سِ، ڏکَ سُکَ پائي سومرا.

١٧

ڏنارن ڪؤن ڏار، جي مون ڏينهن گذاريا؛
سي هئا قيامت جيهڙا، ميان سومرا سردارَ؛
الله ٿري اوڏڙا، "سچو" مَنَ سنگهارَ؛
تہ ٿريون ويهي ڳالهڙيون، هنيڙي جون هِڪوارَ؛
پَر پري ٿيم پنهوار، ڏيان ڏوراپا ٿَن کي!

١٨

جيڪي هُتِ هونديون، ساهيڙيون ساٿيھ ۾؛
سي پيرون چوندن پاڻ ۾، گڏ ڪيون گُونديون؛
ساريو مون کي سومرا، راتو ڏينهان رونديون؛
پيون پِي چا چونديون، اَچا عُمر الا جي آجڙيون!

١٩

ريگستانِن رنگُ، جي تون پسين سومرا؛
تہ ميان ماروئڙن تَؤن، ظالِم لاهين زنگَ؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ کؤن، جهانگِي واسِن جهَنگُ؛
نامِيا هي تون ننگُ، نيئي رسائين راڄ ۾.

٢٠

جي ريگستان رهيا، تَن سختہ نہ وڃ سومرا؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ کؤن، چَنن مَنجھ چپيا؛
سي ڪي پَرئين وسِ وهيا، وسَ چائيتا واهَٽين!

٢١

ڪري ياد قلبُ، تو منهنجو ماروئڙن کي؛
جو تيان هيڪاندي تَن سان، تئي سائينءَ ڏنهُن سَببُ!
ڪيڊ بندياٽي بند مؤن، تہ راضي هُئي ربُ؛
غازي لاھ غَضَبُ، ڪَر مِهر ماروئڙن تي.

٢٢

رچُون ريگستانَ، جِتي وطن ويڙهيچن جو؛
راحِم تي رکيج تون، تَن ماروئڙن جو مانُ؛
جهونن جهانگيڙن تي، ڪَر عمر تون اِحسانُ؛
تہ سارو جڳ جَهانُ، مَرُ تعريفان تنهنجيون ڪري.

٢٣

هيءَ خبر هاڻي، آئي ريگستاني راڄ ڏنهُن؛
تہ ”اتا مينهن ملير ۾، تيو پٽَنَ ۾ پاڻِي؛
گُلَ ڦُلَ گلزاريون ٿيا، رِڻَ سڀ ريجاڻِي“؛
تون پِي صاحب سُڃاڻي، موڪل ڏينم مِڙي مَران.

٢٤

مينهن وسندي مون ڏٺا، هي پڪا پنهوارن؛
ڳاڙهيون اَڇيون لوئيون، ڪيا سَهَج سَنگهارن؛
اُهي عام خلقَ کؤن، ٿا گوشي گذارن؛
منهنجي اَچَڻ سنديون، ٿا واٽون نهارن؛
سانگيڙا ساٿيه ۾، پيا نِتي نِتي سَنيارن؛
هي ڳالِهيون ٿيون ڳارِن، مون کي ماروئَڙن جون.

٢٥

مِينهن وسندي سومرا، اَج پُڻ پور پِيا؛
پَکا پنهوارن جا، سي مون ياد ڪيا؛
ڏٺي گهٽا ڏينهڙا، مون تَريچن ٿيا؛
وسِري تا نہ ويا، ڪا ساعت منهنجي ساهَ کؤن.

٢٦

هِتِ ڏيهي ڏسان ڪونہَ ڪو، جو ڏئي ڪيتَ خَبَر؛
هِيءَ قابُو رهي ڪوٽَ ۾، اُنهن ريءَ عُمَر؛
مَليران مَحضَرَ، ايندم اَجائِيءَ جا.

٢٥

مِينهن وسندي ياد مون، اَج ماروئَڙا آيا؛
قيدالماءَ جا ڏينهڙا، سي مون لنگهايا؛
موتي اَچڻ جا تِيَم، ڏي سنگهارن سايا؛
اُهي مولا ملايا، جي پنهوارن پَري ٿيا.

٢٦

ڪو جو وريو واءُ، اَج پڻ مُلڪ مَلير ڏنهن؛
جَڙُ آيم اَباڻاءُ، ماڻهو موٽائِڻ جو.

٢ے

مون کي راتے رسيون، ڏيه ڏاڏاٽؤ خَبران؛
”تہ ساٽيھ سَڀي سَرھو ٿيو، وڃون واہَ وَسيون؛
”تہ اچي ياد الله ٿو، ڦوڳُ ڦلار پَسيون؛
”برابر بادل ڪَيون، مُنِي لوءِ لَسيون؛
”ساول کائِي سبزيون، ٿيون سَڄيه سَسِيون؛
”ڳاڙھيون اَڇيون ڪاريون، لاھن غم گَسيون؛
”وُڙھيون ڪَسَ ڪَسِيُون، پُڻ آھِن تارِ تَرائِيون“.

٢٠

راتے وري آيا، ماروئَڙا تہ مَلير ۾؛
جو لڏم خوابُ خوشيءَ مون، چَڻ مولٰي مِلايا؛
وري وسايا، ڀلي ياڻَ ڀِٽُن جا.

٢١

وسَ چَري آيام، ماروئڙا ملير ۾؛
ڇڏي پانورَ ڪَنڌيون، ويڙھيچا وريامَ؛
عُمر اُميد ٿيامَ، پَسَڻَ پنھوارن جِي.

٢٢

جي ڏوٿي هُيَم ڏورِ، سي والِيءَ ڪَيَم ويجهڙا؛
هُئي جا پورڻ پُورِ، سا تا اڄ من تَون لَنگهِي.

٢٣

موٽِيا پارِ مَلير، سانگيڙا سانگُ ڪَري؛
جَنِ جِي سِڪَ سَرير، سي ئي عُمَر آئيا.

٢٤

لَٿو ڦوڙائو، وريو ورق وصالَ جو؛
وري وطَن آئيا، ريگَ لنگهي رائو؛
”سَچُو“ چَوي سائو، ٿيو موٽِي مُلڪ مَلير جو.

## ڪافي

١

مارو تر تيام، پلو ميان وو، ڏيان ڏوراپا آءٌ ڪَن ڪي!

سي پاريندیَس پانهنجا، ميان، جي هُتِ قولَ ڪيام.
چڏي مُلڪ مَلير جو، پَرينءَ وس ويامَ.
گهوريا پَري ڏينهڙا، جي پنهوارؤن پيام.
سنگهارن جي اَچڻ جا، ميان ”سَچو“ سَنيها سُيام.

## ڪافي

٢

روئان زارو زار، يار،
مانَ مارُن ڪي ملان آءُ!

ڏيان ڏوراپا ڪن ڪي، پَري ٿِيَم پنوهارَ، يارَ.
وٺِي ويڙا پاڻ سان، منهنجو ساهُ سَنگهار، يارَ.
اهو اٿم آسرو، ايندم اَجڙوار، يارَ.
ڪَندا مُهڙ مَلير ڏي، رڻ چڙڏي ريدار، يار.
سو دم گوندر گذري، جو دم اُن ريءَ ڌارَ، يار.
روئي رتّ اکين جا، جهونا ٿيا جهالار، يار.
وجي ٻُڌنديس اُتَهين، سندي پنهوارن پُڪار، يار.
رکي ويڙهيچا ويا، مونهين سر مَيار، يار.
پيڪين مُون پَهُچائيين، سومرا سردار، يار.
راتو ڏينهان اوڏهين، ”سچوءَ“ ساهَ سنيار، يار.

# ڪافي

٣

ساريان آءٌ تا لوءِ، پنهنجي جون لويون،
عُمر گهوريا هِي پَتَّ پتيهَرَ، ميان!

هُتے ويڙهيچا، وو، ويتا ورهائن ڏيهاڙيون،
سي ڏونرن سنديون ڏويون.

سنگهارن ڏي سوز سنيها،
آءٌ تي روزُ مُنجان رويون.

ڪنديون ڪوڪَڙ سَنديون، ميان،
ڳچيءَ پائن تا هِتے پيڪا پويون.

صبحَ سانجهيءَ ڪَتَّن خوشيءَ سان،
اُهي سي تا آبے پَريون اويون.

پاندين پائِن پُسيون، ساڳن سِگَّر سَنگهارَ،
"سچو" سي سويون.

## ڪافي

۴

گھوري هِيءَ جدائِي، اڙي ميان، پنھوارن پاجھُون پُورَ پيا!

صبح ويلي ميان سومرا، الا سائين، خبر اها مون آئِي.
لنگھي مُلڪ مَلير جو، ويَڙئي ويڙه سَيائِي.
پانورَ ڪنڌئين ڪينڪي، وهندا ساعَت سائِي.
ڪنَين ٻُڌان ڪِينڪِي، وري اِها شَلَ وائِي.
ڏوتي پنھنجي ڏيھَ مَون، ڪَندا ڪِيئن نِوائِي.
عمر اَباڻا ڏيھ ۾، سَرها هُونِ سَدائين.
موتِي نہ وچَن اُوڏهِين، جن جي سِڪَ سَمائِي.
هوءِ هوءِ هِن جي حالَ تي، پاڳيا ڪرن پَلائِي.
”سَچو“ سندن ساٿَ“ ۾، ڪَري مَرُ تہ گدائِي.

## داستان پنجون

١

جوڙي پَکا جُوءِ، اَچي ويٺا عُمرَ آجڙِي؛
سَدا سَنگھارن جِي، ٿي مَٿي حوضَن هوءِ؛
ٿيون گلزاريون گاهَن جيون، ٻِي خوبَ کُلِي خوشبوءِ؛
نَئِين رونق روءِ، ٿيو موٽِي مُلڪ مَلير جو.

٢

سدا هئَن سُکيا، ماروئَڙا ته مَلير ۾؛
شَل نه ڏينهن ڏکيا، اَچن آجَڙين تي!

٣

سدا سَرها هونِ، ماروئَڙا ته ملير ۾؛
مٿي پنهوارن پون، مِهَر جا شَل مِينهڙا!

٤

مِيان ماروئَڙن تي، مِهران وسَن مِينهَن؛
شَل نه ڏکِيا ڏينهن، اَچن آجَڙين تي!

٥

سدا سي ساٿيه ۾، سُکيا هُئَن سَنگھارَ؛
پکي مَنجھ پنهوارَ، شَل هُئَن هميشه سَرها!

٦

سائين سَنگھارن جو، رکج پَن پکي؛
ڪوئِي تا نه لَکي، هُئَن سَدائين سَرها!

٧

سنگھاري ساٹيھ، شَل ھُئن سَدائين سَرھا؛
وجَن نہ پَرڏيھ، خوش گذارن اُتَھين!

٨

ساٹيھ سنگھاري، سَرھا آھِن سومَرا؛
ويڙھيون ۾ واري، مَحلا ماروئَڙن جا.

٩

جاتِي واريءَ ڊنو، تاتي اَڏِن پکَڙا؛
پاڳين لَتا پَوَ، سدا رھن او سَرھا.

١٠

نِوڙن ۾ نُونڌيَن، مارو چارن مالَڙا؛
گوڙين ۾ کِونديَن، سَرھا تِيَن ساھَ ۾.

١١

جڏھن کِنون کِنوٽِيون، وَسَن مينھن مَلير ۾؛
نونديون ۾ نِوڙيون، تاتا سوئِن تاريُون.

١٢

پاڳيَن پَوَ لَتَا، جي وينا پانورَ ڪَنڌئين؛
اُتن مِينھن مَتا، آجڙين عِيدان ڪيون.

١٣

وري وَسايو، مالِڪَ مُلڪ ملير جو؛
سو اڳي ڪَؤن اُجرو ٿِيو، سائو سَوايو؛
آڳي اَگھايو، ”سچوءَ“ جو سوالُ ڪيو.

١۴

آهي سارَ سنيالَ، ميان ماروئڙَن جي؛
هِتِ هِھڙا حالَ، هُتِ عِتابَ اُنهن جا!

١۵

الله اوري آڻ، ماروئڙا مَلير جا؛
يا مُون کي ڪِدي ڪوٺ مَون، نئين مُلڪ رَساڻ؛
پِڄَندي وجي پاڻ، پِھان پنهوارن جي.

١٦

آڻ الله اوري، ماروئَڙا، مَلير جا؛
مون کي آندو اوچتو، هِتِ ظُلمَ جي زوري؛
آءٌ تَنهن گھڙيءَ تَؤن گھوري، جنهن هيڪانڊِي هِڪُ ٿِيان.

١٧

جي ريگستان رهن، تن کي سَخت نہ وٿج سومرا؛
جو تنهنجو زور ظلمَ جو، سانگِي ڪِينَ سَهَن؛
مَتان پَرينءَ وَسِ وِهَن، هو ويچارا واهٽِي.

١٨

جڏهن ويجها هُئامِ، ماروئڙا مَلير ۾؛
تڏهن ڳالهه اَحوال جي، تي تنهين کَن وِڌامِ؛
هاڻي وَڃِي تَر تِيامِ، اُهي سُڌِ لَهَندڙ سُومرا.

١٩

تِيا پنهوارَ پري، آءٌ کنهن کي ڏوراپا ڏيان؛
وهَندو شالَ وِصالَ جو، وارو کو وري.
سونيئِي گڏُ کري، مُئيءَ کي ماروئَڙن سان.

٢٠

هُيمَ جَن سان حالَ، سي اَج سنگهاري سِجکاڻ تيا؛
عُمَر اُنهِي پارَ جي، اَتمَ سارَ سَنيالَ؛
جو صبح اُتي ساجهُرين، مارو چيڙن مالَ؛
پِيَسَ پَري پنوهارن کَؤن، هَي جي تِيَم حالَ؛
آهي اُنهي کوٽَ ۾، جِيَڻُ مَنجھ جَنجالَ؛
سِگهَڙي وجِي شالَ، پهان پکي پنهنوارن جي.

## ڪافي
۱

هو جي ماروئَڙا پيهرَ مانَ مِلن،
شالَ الله اوراهون ڪَندن، سانگي سانگ سَندن.

ويٺي آهيان واٽ تي، مَنَ اَچو حال پُڇَن.
پَڪا پَڪَنِ سامهون، اوري آٽي اَڏنِ.
انهن ڪارڻ جيڏيون، منهنجيون اکيون رتُ رُئَن.
اَصل لاڪون آهي، ”سَچو“ سَگ سَندن.

## ڪافي
۲

مارو اُهي مِليامَ، عُمر چامَ، وو،
طَلَبِ جَنِين جِي آهي تَن کي.

ڪَرَم ڪَيائون ڪيترا، ڏوتِي هٿ ڏنامَ.
هِٿ جنهَين کي، هُٿ پِي تن کي پيو آرام.
پاڙِيائون سي پانهنجا، ميان، ڪَيئون جي انجام.
طالع وارا تن جي، گولن جا بہ غلام.
ڪاڏهن ”سچو“ سالڪان، ميان، تِئي طَلَبِ تمام.

## ڪافي
٣

ڏوراپا ڏيئِي، ڪنهن هَٿِ مُنجان، وو، ماروئين!

وساري ويهي رهيؤ، حال ٻُڌي هيئِي.
مِڙي اَچو مون ڳري، آهيو جهانگِيڙا جيئِي.
لَهو سُڌِ سَنگهار جِي، جي آهيو اَتيئِي.
”سچو“ ساريَؤ ڪِين سا، جا ويڙهيچؤن ويئي.

## ڪافي
٤

راتِ مُڪَم روئِي،
ساري سلامَ سنگهارن ڏي.

اڪيون اباڻي پار ڏي، بيٺيون جهُڙَ جهوئِي.
اَباڻن جي آسري، لِيڙون ٿِيَم لوئِي.
وندن ورچن پاڻ سين، ڏؤنرن جِي ڏوئِي.
لِکِي ڪاغذ مُون وڏو، پَکيءَ کي پوئِي.
ڪي ڏينهن ديوِيَم ڪيتَ سان، آبَ پَري اوئِي.
اَوهان پاجهؤن ڪونَڪو، ڪَل لَهي ڪوئِي.
مارو ملندو مارئِي، ”سَچَل“ کي سوئِي.

## داستان چهون

١

چَڱَرَ چارڙيون، ٻيا ڪِرڙيُون ڦوڳَ ڦُلاريا،
سي سنگهاريون ساٿيهہ ۾، وِهَن وارڙيون،
ٿامان ٿارڙيون، لاڙيون چِنِن لاڪڙان.

٢

وَروٿا ويرهيچن جا، اِهي موتئين مالهڙيون؛
رَس نہ اَچن روح کي، ٿالهہ ۾ ٿالَهڙيون؛
سَنگهارنِ جون سومرا، چَڱيون چالَڙيون؛
جو فَجُر ڦوڪي سَنديون، ڪن دانهَ دالَڙيون؛
وَرُ سي لويون لاڪَ جون، ٻَن شالان شالڙيون؛
اَنئي پَهر آهن اکيون، منهنجيون عُمر آلَڙيون؛
ڪامل تنهنجي ڪوٽ ۾، وجهان فَلَڪين فالَڙيون؛
شال سٽندو سو ڏٽي، مون نِڏر نالڙيون؛
وجي ڳجهيون ڳالهڙيون، ڪنديَس سَرتن سان ساٿيهہ ۾!

٣

هِتِ ڏسان ڏوتِيڙن جيُون، ويئي واتَڙيون؛
هُتِ پَون پنوهارن تي، مِنِيون ماتَڙيون؛
ياد اتي جون مون پيون، چوهُون چاتَڙيون؛
توڙي چار ڪُندان لوئِيءَ جون، هِتِ ڦاڪين ڦاتَڙيون؛
تان پِيي وچان اوڏهين، جتي ڪِنوٽِيون ڪاتَڙيون؛
مون ڪي لَوهِن لاتَڙيون، تَن لالن سَنديون سومرا.

٤

ٻُور پُچاٽُون ٻَير ڪَن، ٻَهون ٻيرڙيون؛
چاٽِن چوندن سي چڙهيو، ڏئِي ڦيرڙيون؛
پانوَ پيرڙيون، ڪن تماشا تِڪُن جا.

٥

هُتِ گهُمَن ڏوتِي ڏتَ لئ، ڪَيون تولا تولڙئين؛
چاٽِن لنبَ ائون مَڪٽِي، جهَلي جهولَڙئين؛
پيهَن پَچائن مانيؤن، ڦوڪي ڦولَڙئين؛
تون عمر اولَڙئين، ڪَري هُتِ چِڏيج مون.

٦

هُتے ريتے تہ اَڌو پَنڌِ، ڪَن لويون لاڪَڙيون؛
مَشَر مارُئَڙن جيون، سَچيون ساڪَڙيون؛
وَتين تورنِ ڪينڪِي، مَڪَڻ ماڪَڙيون؛
اَجان ڦُتنَ ٻاڪَڙيون، تہ ڪڙا آهن ڪوهَ تي.

٧

اَجان ڪِنون ڪِنوٽيُون، تہ سانگيُن ساه پوي؛
وَسي تَر تارِ ڪَن، نَيون ۽ نُوٽيون؛
جاتي هُئن جوٽِيون، تاتِي آجَڙي آرامِ تيا.

٨

اَڄ جوڙي ويتا جهَنگَ ۾، جهانگِي جهوپڙيون؛
ڏي نہ ڏوتيڙن کي، لائِق لوپَڙيون؛
راجا روپڙيون، گهَرين رکن ڪينڪِي.

٩

هُتے ڏِينِ مارو ڏاجَ ۾، چاڻِي چارَڙيُون؛
پَيون آهِن سيے کي، اُهي ويڙهيون وارَڙيون؛
سي چُوندن پيون پرهِ جو، نائي ڏارڙيون؛
وِجهَن گوندنِ سَنديون، ڳچيءَ ڳارڙيون؛
پوءِ ڪنيو ڪارڙيُون، وَڃَن لوئَڙِياريون لوءِ ڏي.

١٠

مون ڪَوُن وِسَرن ڪِينَڪِي، اُهي عُمرَ ويلڙيُون؛
چاريَم وڏي چاھ مَون، تي چيلا ۽ چيلڙيُون؛
تي ڪيڏيَمِ ڪيلَڙيون، سَرتِن سان ساٿيھ ۾.

١١

اَوس اَڏنِ سومرا، چوڌاري چَؤنرا؛
تَن ۾ سانيي رڪَن سامهان، ڏُٺ ڀَهون ڏونرا؛
ڏيِڪَ رکي ڏؤنرا، صبح ڪائِن خوش ٿِي.

١٢

ڪَرين چو ڪِلان، سانگِيڙن تي سومرا!
سارِهَ سو تِن تي، لاھ توڪان آئون ٿَهلان؛
هي جي مَوتَن جون مَهلان، تِي مَحلن مَنجھ گُذاريان.

## ڪافي

١

ڪاڏي ويَڙا، وو، پِرين پاڙيچا!

جاڏي هَليا، تَهدِل تاڏي، هَلُ تون هِنيڙا، وو.
محبن مون سين عَجَب جيها، ڪيئي ڳُڙِ ڪيڙا، وو.
گوندر گاڏائون ڏينهڙا، هِتي جالڻ جيئڙا، وو.
هِن اَجايا اُنهن ٻاجهون، جي پلڪ پيڙا، وو.
”سچوءَ“ سَندا سانوَل ٻاجهون، هي حال هَي تيڙا، وو.

## ڪافي

٢

آئين هَلِي هِن جاءِ، وي،
هِڪ ساعت ڪارڻ تون سانگِيڙا!

ڪا گهَڙي نيباهُ نہ جاڻج، پيچ نہ تَنهن سان پاءِ، وي.
”الدَّنْيَا سَاعَةٌ“ اِهو نُڪتو دل سان تون لاءِ، وي.
جاڏنهن آئين تون وٺجارا، وري وڃَڻ اوڏنهن آءِ، وي.
دنيا ۾ دَمَ ڪيئي گذاريئي، ”سچو“ سچڻ جي ساءِ، وي.

## ڪافي

٣

اوڏاهُون آيا، مون ڏي عتابَ اَباڻن جا.

هي ڏيهُ وِيَڙُءِ وِسري،

اِتي ڏينهن وجي تو لايا.

ياد اسان کي ڪِين ڪيڙئي،

منجهائينءَ مايا.

ڏينهن اسان ريءَ گذري،

ويَڙئي سيءِ اَجايا.

گهٽا مِينهن مَليرَ ڏي،

والِيءَ وري وَسايا.

تُنهنجي ڏسڻ لئہ،

هِتے سانگِي سِڪايا.

سائينءَ ”سَچو“ سِگهڙا،

مون مارو مِلايا.

## داستان ستون

١

مون جاليو سان جَن، موتِي تَن نـ پُڇيو؛
حال هن جون خَبران، پَيون هوندين ڪَنِ؛
تان پِيي مارو مَنِ، وارُ نـ ڪَڏنهن وِسريا!

٢

توڙي هو نـ پُڇن، آءُ گهٽو پُڇان تَن کي؛
عُمَر آءُ مَڇُڻ، تَن ڪَؤن وِچان وِسري!

٣

تي پُڻ وَسايامِ، ڪَڏهن مارُئين مينهَڙا؛
سي ڏينهن ڏاڏاٽي ڏيهَ جا، اَج ياد عُمر آيام؛
هِتِ پنهوارن ريءَ پاڻ کي، ڪيها لقَبَ لايام؛
هِن لحظي لَنگهايامِ، شال اِهي اَوسر ڏينهڙا.

٤

اِهي اَوسر ڏينهڙا، هِتِ جالڻ آيم جالَ؛
ڪَتيرا خوش حالَ، هُتِ ميان هون مليرِ ۾!

٥

اَج سنگهاري ساريا، مون مينهَن وَسندي سومرا؛
ڳوڙها ڳاٽاتي بنا، هِن هَنجُنِ مَون هاريا؛
ياد ڪَريندي تن کي، پارڻ جَڻُ پاريا؛
هِتِ "سَچوءَ" سَنياريا، هُتِ سنيارَ "سَچوءَ" جي!

٦

ساريم اَڄُ سَنگھارَ، مِينھن وسندي سومَرا؛
جيڪي ڏينھن هُئاسي ڳَڏُ ۾، دَم نہ ٿياسي ڏار؛
ڪاٿي اَڄُ اَسين ٿيا، ڪاٿي اَجڙوارَ؛
وڏو قِسمت قيدالماءَ جي، پَري ڪان پَنوهارَ؛
تيلھان مون اَڄُ آئِيو، روئَڻ زارو زارَ؛
پَلپَل هِتِ پَچارَ، هُتِ بہ سانگيڙن جِي!

٧

ڪَڏھن سانگِن ساڻُ، ٿي ڳَڏ وسايَم مِينھڙا!
اَڄُ قِسمت قيدالماءَ جي، پيو هِيءُ پَرياڻُ؛
هِتِ ڪَريان پُرزا پاڻُ، پَر ٿي لوئِيءَ جي لَڄَ مران.

٨

وِسري ڪِينَ وڃان، مِيان ماروئڙن ڪوَن؛
وسِرڻ سَنديون ڳالھڙيون، مُورؤن تا نہ مَيان؛
آهي اميد اَچان، پکي مَنجھ پَنھوار جي.

٩

شالَ نہ وِسارينِ، هُئان يادِ انھن کي؛
عُمر اَباڻن جيون، ڳالھيون ٿيون ڳارين؛
ساھ رِڳون سارين، مَن پَھچان پنھوارن کي.

١٠

لويون رنگارنگِ، ڪَن ساهيڙيُون ساٿيھ ۾؛
سي اَساوريُون اَگِريون، عُمَر پَهرِن اَنگِ؛
تاڪون تنهنجي تابَ ڪؤن، جهانگِي پيئا جهنگِ؛
هِن ويچارا واهَٽِي، تن ڪي وِٺُ نہ تنگِ؛
سي ڪِيئَن ڏِيَن پيرُ پلنگِ، حال جني جا هِهڙا!

١١

پَئي جيءُ جَنجال ۾، ساٿيھ سنياريُون؛
وسِرن اُهي ڪين ڪي، جي مَهلان موچاريُون؛
پَر قسمت قيدالماءَ جي، ڪَيون هي ڪاريُون؛
ڪاتي اَجُ آءُ تيس، ڪاتي سَنگهاريُون؛
اوڏنهن نِهاريُون، وجان سا وهلُور تِي!

١٢

عُمَر شالَ نہ لائِيان، لَقَبَ لوئَڙئين؛
پاٽِي پِيَن پَتَ ۾، اَبُون اوئَڙئين؛
ڏؤنرا ڏوئَڙئين، ونڊن ورهائِن پاڻ ۾.

١٣

شالَ نہ لَقَبَ سومرا، لوئَڙئين لايان؛
پَتَ مَتي هِيءُ لوئِي، مُور نہ مَتايان؛
جا ڪَتِي ڪيتَ ڏنارَ جي، پِلِي سا پايان؛
مَري مَلهايان، سارو مُلڪُ مَليرَ جو.

۱۴

عُمَر اچا ڪَپڙا، ڪاٺياريُون ڪَن ڪِيئَن؟
جِهڙي آيَسِ جِيئَن، شل تِهڙي مارُن ڏي وڃان!

۱۵

ڪِيئَن ڪاٺياريون ڪَن، ڪَپڙا اَڇا عُمَر چام؟
تِين پَنهواريون پَـتَـڻِ ۾، مِـهـٽـي هـابُ مُدامَ؛
آهيان سومـرا تو سامَ، تـہ لوئِيءَ جي لَڄَ رهي.

۱٦

هِن لوئِيءَ جي لاڄَ، شالَ رهجي اَچي سومرا؛
تـہ مَــرُ پُـڏي خـوش تِيـن، ريگستانــي راڄَ؛
سا نـہ ڪائي ڪاڄ، جا قـيـد ڪَئِي تـو ڪـوٽَ ۾.

۱٧

توڙي لوئِي هِتِ ڇِڇِي، وڃِـي تَهباران ٿئي؛
تـہ پِي پِهنديَس پَنهوارن جي، عُمَر پاڻِ پِڇِي؛
جهانگِن لاءِ جِهڇِي، مان اَتِ مُئِي تِي آهيان.

۱٨

توڙي هوءِ ڇِنِي، تا پِي لوءِ لوئِيءَ سان وڃان؛
اَچِي عُمَرڪوٽَ ۾، ڪَنديَس ڪِين ڪِنِي؛
سائِي سانديَم ساهہ سان، جا ڏاڏاڻَن ڏِنِي؛
اُها نينديَس پاڻِ پِنِي، مِينهن وَسندي سومَرا.

١٩

اَبَر ٽِيا ۾ اُڀَ، ۽ واءُ لڳو اوڀارَ جو؛
”سچو“ چوي ٽيا سومرا، ڇَڳا سانگِن سُڀَ؛
پَر ڇِڄي اَندرَ ۾ ڇُڀَ اَٿن تنهنجي زور ظُلم جا!

## ڪافي

١

اِهي نِياپا ڪو نيئِي، منهنجا مارُن ڏئي!

اَچڻ اَوهان جي وسَ وڏائِي، ڪوڙين سي ڪِيَڙم ڪيئِي.
ڏکَ ڏوراپا تا منجو اسان ڏي، حالَ اَسان هِتَ هيئِي.
قسِمتَ ڪو جو قلَم وَهايو، پَري اوهان کان پيئِي.
لوءِ اوهان جي ڏنهُن لوئِي جا آنديم، لِيڙان هِتَ تِي ويئِي.
ڳالهيون سَنگهارن جون سُڻ "سچو" ري، ساهُ سِيباٽيُم سيئِي.

## ڪافي

٢

ڪانگڙا قريبَن جا، توکي ڪالَهه اُڏايو ڪَن،
وَتئُون وِيڙهيچن!

آسروندي آهيان، مَن ڪو پيرو ڪَن،
وَتئُون ويڙهيچن!
پَکا پَکَن سامهون، اوڏا مانَ اَڏِن،
وَتئُون ويڙهيچن!
"سچوءَ" جي بہ سَرير ۾، دونهان روز دکَن،
وَتئُون ويڙهيچن!

## ڪافي
٣

اِهي اولانبا آيا،
مون ڏي مارُن جا، ميان!

ڏيهُ ڏاڏاڻو ڪِيئَن وِساريُئِي، ڏينهَن اِتي تو لايا.
ڪَهڙِيين ڳالهيين ويڙهيچن ڏنهُن، مُنهن ڦيريُئِي مايا.
پَهَر پنهوارن ريءَ ڪِيئَن تِي گهارين، عُمَر ساڻُ اَجايا.
تُنهنجي ڪارڻ راتو ڏينهان، سانگِي سي هِتِ سِڪايا.
وَسُ نہ مُنهنجو سُڻُ ”سچو“ ري، ڏکيا مون ڏينهن لَنگهايا.

## ڪافي
٤

آيَم راتِ عتابَ،
ڏاڍا سختِ سَنگهارن ڏنهَن!

مون کي عُمَر ماريو، جهانگيَرَن جي جوابَ.
”ويتينءَ اِتي مارِئِي، ڪائِي خوب ڪَبابَ.“
هِتِ سارو ڏيهُ ڏَکائِيو، عُمَر جي تِکَ تابَ.
مولِيٰ تا معافِي ڪيا، ”سَچو“ سَيِ حِسابَ.



# مومل راڻو

## داستان پهريون

١

آءُ راڻا ڏي رَنگُ، موتِي ھاڪ ھَنڌن ڪي؛
لاھيج لَڳِي خداءِ جي، ذرو پُرزو زنگُ؛
ناميان پاڙج ننگُ، مھٽي ھابَ مَتان ھَرين!

٢

مومَل مِهٽي ھابُ، راڻا ھر نہ راءِ تون!
جوئِن ڪي جوابُ، مرد نہ ڏين مينڌَرا.

٣

مون ڪي مِهٽي ھابُ، ھَيُئي ميان مينڌار؛
ھَر نہ خان خرابُ، ھامِل ھاڪ ھنڌيُن ڪي.

٤

ھِڪَ جُوءِ ٻِي جوءِ، مرد نہ چِڏن مينڌرا؛
تو پُڻ پرين پوءِ، ھوهُ لڇايو ھاڪ ڪي!

٥

ھِڪَ جُوءِ ٻِي جوءِ، چِڏَن ھِين جوانَ؛
اُھي ٻِي انسانَ، جي ننگَن تي نِثارُ تيا.

٦

آءُ راڻا رَنگُ لاءِ، موتي ڪاڪ ڪنڌن ڪي؛
نامِيان ناءِ خداءِ جي، پير وري هِتِ پاءِ؛
سودا سَنديئِي ساءِ، آءُ ويٺي ڪانگَ اُڏايان.

٧

آءُ راڻا رکُ رازُ، مون هِن نماڻيءَ سان؛
توکي ڪريان ڪيترو، ناميان نَر نِيازُ؛
جو تي ڪَيَڙم نازُ، تَنهن مِهٽي هابُ ڪري ڇڏيو.

٨

مون تَوَن مِهٽو لاهه، مولِيٰ ڪارڻ ميندار؛
تون تا صاحبُ آهيين، هيءَ ڏوهارڻ ڏاهِ؛
توڙي ٽِيس بيراهِ، تہ پي ڳَل تنهنجي آهيان!

٩

ڏي ڪو رنگُ وري، ڪامل ڪاڪ ڪَنڌِن ڪي؛
مُنهن ڏيکارج ميندار، وچان تا نہ مَري؛
بَخِشج ذوقَ ذري، مِهٽي هاب مَتان ڪَرين.

١٠

چَڙهنديسانءِ چِڪي، نہ تہ مُنهن ڏيکارج ميندار؛
آندو مون کي هِتهين، ڪَنهِن لاَرَ لِکي؛
چاڙهيو مون کي ڏاگهَ تي، تُنهنجي عِشق تکي؛
مَرُ پيو ڪو سِرُ سِکي، اُنهيءَ جي اولاڪ جو.

١١

هِي جو ڏِيَٺو هو، سو اَکرُ ميٽِيندو ڪونڪو؛
هِيرو زهرُ زبانَ سانڻ، هِنِ ڳالهيين ڪِيَٺو هو؛
نا تہ پاڙئؤن پِهَٽو هو، مون کي زير زمين جي.

١٢

ڏکُ نہ ڏيٺو هو، تو مون کي مينڌرا؛
نامياڻ پنهنجي نَنگَ کيَ، تو نيبه نِيٺَو هو؛
زهر پيالو پُر ڪري، مون کي تڏهن پِيٺَو هو؛
جِي نہ جِيٺَو هو، مان کؤن هِنَ مِهٽي وري.

١٣

سوڍل سِڪائِي، آءٌ پُڙ گهٽو آهيان؛
راتو ڏينهان تانهنجِي، واتِ مون کي وائِي؛
ڪَر اُها ڪائِي، جو ڪارَنهِ لَهي ڪاڪ تؤن.

١٤

ميان آءٌ ماري، ڏادي ڏنوَ ڏهاڳَ جي؛
مِهٽي هابہ مَتان ڪرين، تہ ڪاڪِ نہ ٿئي ڪاري؛
ڪر سوڍَلَ سَتاري، ڏوهَنَ ڏي نہ ڏِسيج تون!

١٥

آءٌ سوڍا ڪر سَچُ، لاهي مُون تَؤن هِي مِيهٽو؛
جهيڙو جهڳڙو نِڪري، مون مَنَ اَندران مَچُ؛
الله ڪارڻِ اَچُ، ماڳَ وسائِج مينڌرا!

١٦

اچين جي اوطاقَ، مُنهنجي ميان ميندرا؛
تہ عيبن کَؤن آجي تيان، ڪوجهِي ٿئي نہ ڪاڪَ؛
هيرَ اِها هيراڪَ، مَتان مَتئين ميندرا.

١٧

موتَڙُ مَرڪ نہ تنهنجو، هو سودَلَ سياڻا؛
وسائِج وِلهيءَ جا، ڀينگَ پيَلَ ياڻا؛
پَري ڪري پاڻا، مون کي مارِيئِي ميندرا.

١٨

آتَڙ اُجهائي هَلِي، پرين پُڇاڻو؛
ڪِين گهتايو گهوٽَ سان، پرتِ هِن پاڻو؛
ظاهر زالاڻو، پر باطن بِرهہ بلي هُيو.

١٩

ڪاتِيءَ ريءَ ڪُهِي ڇڏيو، راڻا تنهنجي رَنجَ؛
سُکون ۽ سَهنج، سويا ساڻ کَٽين وئين.

٢٠

سويا هِن سَڙيءَ جو، لَهِي وڃُ سماءُ؛
ويرن وڏو وڃَ ۾، آهي ويرُ وڏاءُ؛
مون تي لڳندو ڪونڪو، پيارا پاڻيءَ پاءُ؛
هيڪَر هيڏي آءُ، تہ پِيرولي پَڌر ٿئي،

٢١

ڍوليا تو لئہ ڍَڪَ ۾، آءُ وتان ويڳاڻِي؛
راتيو ڏينهان اوتيان، پنبِڻيُن مان پاڻِي؛
لَڙا مون لِيڙون ٿيا، هيءَ پوتي پُراڻِي؛
تہ بہ راڻي جي راڻِي، سَرتيون سَڏن ساٿيهَ ۾!

## ڪافي

١

آءٌ تا روز روئان ساريون،
سودا تُنهنجِيون، وو، ڳالهڙيون ڪيتَريون!

ٻُڌي ورج، وَلها، زور منهنجيون زاريون.
سِڪَ سَنديَوَ ڪَيون، جِيءَ اندر جاريون.
راڻا رُسَڻ تانهنجي، ڪُوڪان هِتے ڪاريون.
ويٺِي ڳَرهيان ڳالهڙيون، هَنجون هِتے هاريون.
جيڪي جايون جِيءَ ۾، وِره تنهنجي واريون.
”سچو“ سَهندا سُپرين، عاجِز جِيون آريون.

## ڪافي

٢

حالَ منهنجي هاءِ هاءِ،
تو ريءَ لَهَن هِي ڏينهڙا !

آهي هن اَحوال تي، وَلَها تان واءِ واءِ.
دوستَ تنهنجي ديسَ جي، اُڪَنڊ اَسان کي آهِ.
ڏِسيو ڏهاڙِي روئان، جاني تُنهنجي جاءِ.
ڪاڪ نہ لڳي ڪَس مون، سوڍَل تنهنجي ساءِ.
سوڍا سَتاري ڪري، پيرَ اَگَڻ مون پاءِ.
درد مَندن جون دانهڙيون، والِيءَ لَڳِي ورناءِ.
سوالَ ”سچوءَ“ جا سُپرين، تون لالَن دل سان لاءِ.

## ڪافي

۳

ميندرا، آءُ ميان، هِتي ويٺي ڪانگَ اُڏايان!

تو سارينديءَ سُپرين، هِتي سودا ساهُ ڏيان.
راڻا رتِي راز جِي، ڪا جا آهي هِيان.
ڪامِلَ ڪَنديءَ ڪاڪ جي، آءُ جانِي ڪيئن جِيان.
شال اوهان جو اَڳتي، ”سچو“ نِيهُن نِيان.

## ڪافي

۴

راڻي سندو رازُ، مون سان ڪيڏوئِي آهي!

ڪاڪيون آڏو ڪاند جي، نتو وٺي نازُ.
پانهان پانهِن جان پَڏي، ڪَرڻ نِتي نيازُ.
هي هي آهي حُسن جو، ماريُون، غَمُ غمازُ.
”سچو“ پِريائِڻُ پِرينءَ جو، آهي ساڻُ ايلازُ.

## ڪافي

۵

مون کي تنهنجي سارَ سنيار، وو،
ڇَڏ رساما تون،آءُ منهنجا يارَ، وي!

ڏوهُ نہ ڪوئِي تو ڏيان،آهي مون ٿِي سِر مَيارَ.
سِڪَ سور اخان مون ڪيا، هِينئڙي مَنجهِ هزارَ.
موٽُ مَران تي مينڌرا، بِرهِي چاڙهيئي بارَ.
ويٺي ڪري ڪاڪ ۾، هيءَ ويچاري ويچارَ.
”سچو“ سي ٿِي آئِيا، جي دل گهُريا دلدارَ.

## ڪافي

٦

منهنجو سوڍل سارئِي ساه، وو،
راڻا رُسامَن سان ماريئِي!

ويٺِي ڪَڙهان ڪاڪِ تي، آڻيندوءِ الله.
هِن مُئِيءَ جو ميندرا، توکي ڪيهو پَرواهُ.
سندو اَچڻ تانهنجي، روز نهاريان راهُ.
گهَڙي اوهان جي تِي گهُران، چِتَ اَوهان جو چاهُ.
مِهر مَٿو تو ناهِ ڪو، جيڪُس منهنجو بَختَ سياهُ.
ڪوڏئون قُربانِي ڪري، "سچو" ساهُ پَسَاهُ.

## ڪافي

٧

پئِي پيش پرينءَ کي پاڻَ،
آءٌ چوندیَس هَلِي حالُ هي!

تو تَؤن آهي مينڊرا، ڪاڪ ساري قُربان.
دل کي ديوانو ڪيو، ڀڄڻ تنهنجي ٻاڻَ.
نامِيان ڏِسجِ ننگَ ڏي، آءٌ تا تِيسِ اَچاڻَ.
آندم هيٺِ عتابَ جي، مون کي پنهنجيءَ چاڻَ.
"سچوءَ" سَندي ساهَ کي، تانگھ ايڏاهِين تاڻَ.

# ڪافي

٨

مون کي ڪانڌَ بنا هيءَ ڪاڪ،
ڪوڙي آهي، نِي وو، ڪاڪيون!

سوڍلَ ٻاجهون سرتيون، هيءَ مَري ٿي مُشتاق.
منهنجو ساهُ سُڌير ٿئي، اَچي جي اوطاق.
سَڦري آهي سونَ کَؤن، خاصِي ڏِٺَ جِي خاڪ.
سُڌ اَچِي لَهُ تَنهن جِي، جا چُور ڪَئِي چوطاق.
وِجهي ويچاريءَ ويو، اَديون ڙي اولاڪ.
تَنُ ”سچوءَ“ جو عِشق اوهان جي، چِيري ڪَيَڙو چاڪ.

## ڪافي

### ٩

آءُ تا ڏيهاڙيون، زارو زارُ، ساريو روئان تي هٿ ڳالهڙيون،
گهٽيون گهٽيون!

ڪڏهن هُئڙوَ سُپرين، پاڇياڻيءَ سان پيارُ.
ڪامِلَ آهِيان ڪاڪِ ڪَؤن، تو بِنا بيزارُ.
اِيندو هئين اَڌ راتِ جو، ڪاهي ڪَرهُ سوارُ.
ماري مون کي ميندرا، وَلَها هِيءُ ويچارُ.
وَسي تنهنجِي وره جو، بادل هِتِ بِسيارُ.
ڏسي وڏ وڙائِي تانهنجِي، هو ڏکِيءَ کي ڏهڪارُ.
”سچو“ سگ اوهان جو، تنهن ڏي نيڻَ کڻو نِروارُ.

## ڪافي

۱۰

وَلها وِري آءُ،
مون ڪَؤن موٽُ نـ مينڌرا!

ميان مون سَان نـ مَتين، سوڍل سائين ساءُ.
رکي شريعت شانِ سان، هيءَ ڪميٽِي ڪاءُ.
هو جي اَچي ڏِٺَ ڏنهُن، وَٽي اُهو مون واءُ.
هَي هَي هِن حالَ جو، لَهُ سائينءَ لِڱِ سَماءُ.
”سچو“ ڪنداسي سِگهڙو، پاڻُؤن چاڙِي پَرچاءُ.

## ڪافي

۱۱

اِڙي جيڏيُون منهنجو جِيئڙو، وٺيو سَجَڻ وجي!

چَرخي مُنا تاڙيون، پينَر سَيڪائِي پَيي.
درد منديءَ جِي دل اهائِي، مَتَ نـ ڪَنهنجَڙي مَيي.
طَرفِ تُنهنجي يارَ ”سَچُو“ ري، سوز نـ پنهنجڙو سَيي.

## داستان پيو

۱

ڪاڪِ پُڇندا ڪاپڙي، ويا اَڏو پَنڌ؛
وڃي رسيا اُنَ هَنڌ، جتہ ”مون تون“ آهي ڪانڪا.

۲

ڪاڪ پُڇندا ڪاپڙي، وڏيءَ ويلَ وِيا؛
لُڊاڻون لَنگهي ڪري، ڪنهن پَرئين پَنڌ پيا؛
اُتي ڏاڪِ ڏِيا، جِتي ”مون تُون“ هَڏنهن ناهِ ڪا.

۳

لَنگهيا لُڊاڻو، آءُ ڪاڪِ چَڏيائون پوءِ ڏي؛
ڏاڏي وڃي رَسيا، جاڏي مومَل نہ راڻو؛
نَڪا مَسجد ڏَڪيو، اُتہ نَڪو ڏِڪاڻو؛
ڏاڏي ڏِيُن ڏاڏو، جِتي ”مُون تُون“ ناهِ ڪا.

۴

ڪاڪِ لُڊاڻو لَنگهيا، اَڄ لاهوتِي لال؛
اوري هَڏ نہ اَڏِڪيا، ڏِيا پِرئين خيالَ؛
حدون پَڇي هليا، جن ڪي حَد پَڇائِي حالَ؛
تن سُرتہ نہ ڪا سَنيال، وڃي ويجها ڏيا وصالَ ڪي.

۵

ڪاڪِ نہ ويا ڪاپڙي، نَڪِي لُڏاڻي؛
نَڪِي ڍريا ڍَڪَ تي، جِتي رنگ رکيو راڻي؛
اُهي مِڙئِي نابود ٿيا، تَن سامِڻ ساماڻي؛
ٿاڪ ٿيا ٿاڻي، جاتي ”مون تون“ ناهِ ڪا.

٦

هِيءَ ڏوهارڻ ڏاهِ، تون ڍولِيو ساري ڍَڪَ جو؛
ڪامِلَ تِڪو ڪاڪِ تي، چڙهِي ڪرهَلُ ڪاهِ؛
ڪاٽيون ڪَنڌيُون ڪاڪِ جيون، ٻِي لَڳي باغَن باهه؛
اِهو مُون تَوَن مِهٽو لاهِ، ڪا مِهر پويئِي ميندرا.

٧

چِڱِي ڳالهہ چوَانءِ، سا سُڻ ميان ميندرا؛
”آءُ تنهنجِڙي آهيان، تون منهنجَڙو آنءِ،
”هيءَ نِڌر تنهنجي نانءِ، آهي وڪاڻِي وَلها“.

٨

ولها وڪاڻِي، آءُ دِر تنهنجي آهِيان؛
تُنهنجي ڏسَ ڏهاڳَ ڪئي، هيءَ نامِيا نماڻِي؛
هيءَ مَرئِي تي هاڻِي، تنهن مُنهن ڏيکارج ميندرا.

٩

مومَلَ ماڻڻ هليا، ڪاپِڙي ڪَل دارَ؛
وچ ۾ آتش دودَ جا، آيَن ٻُهتے ٻُخارَ؛
ڪي سَڙيا تنهن سوزان ۾، ڪي نَر چِليا نِروارَ؛
ماڙِي ڏسي پَنيِلِيا، خود کَؤن خَبردارَ؛
ڪي ويا ماڙيءَ کَؤن نِڪري، پِرتے نہ جِتے پَچارَ؛
نَڪا صورتے اُتهين، نڪا تارَ تنوارَ؛
نَڪو ڏسڻ وارو هو، نڪا سُرتے سَنيارَ؛
تَن تي چَڙهِي آئيا، بيخُوديءَ جا بارَ؛
ڪين ڏنائون ڪاتَهين، روءِ نَڪا رُخسارَ؛
"اَلانَ ڪَمَا ڪَانَ" تَحقِيقاَ تَڪرارَ؛
لَتا شورَ شُمار، هَمَہ تا حَقُ ٿيو.

# ڪافي

## ١

تو ڏي هُيَن ڪا تياري،
اِجهي اَڄُ سي اِيندئِي، ميان!

رکج وڏو آسرو، جي تو محبت ماري،
اُهي نال تہ نيندئِي، ميان.
اَچِي اَڱڻَ تانهنجي، ڏيندئِي سي دلداري،
سَنوان طالِع ٿيندئِي، ميان.
وٺي گهَٽي يارَ کي، زور نہ زياده زاري،
وري پوءِ نہ ويندئِي، ميان.
آهي هَٿِ حَبيب جي، ڳالهہ "سچوءَ" جِي ساري،
ڏايا ڏاڻ سي ڏيندئِي، ميان.

## ڪافي

٢

هيڏي اَچَڻ جِي آهه، ڙِي، پانڌي يارَ پِرينءَ ڪي!

پِريان رِيءَ پَرديسَ ۾، آهي اَسان سان هاءِ هاءِ، ڙي.
وِهَڻ ڪارَڻ يار سَڄَڻ جي، چِتَ ۾ جوڙِيَم جاءِ، ڙي.
پوتيون هِتَ پتايان، لَڪَين لالَن لاءِ، ڙِي.
سِڪ سَڄَڻ جي ساهَ ۾، ساتِي تا نه سَماءِ، ڙي.
سالَ ”سچوءَ“ ڪي آهي ئي، دوسن جِي واءِ، ڙي.

## ڪافي

٣

رويو حالُ چوان، اَلا! جي اَوتِي آيَم اوڏاهون!

پايو پاندُ ڳچيءَ ۾، آءٌ پيرين تَن پَوان.
سَرتيون اِنهيءَ سوزَ جِي، ناهي سُڌ اَوهان.
سُڪن مَتي ڪينڪِي، آءٌ مَتيان سورَ سَنوان.
سَڄَڻ سَڄَڻ تِي ڪريان، ٻيون لاتيون ڪِين لَوان.
جوشَ تَنهن جا جان ۾، مون ڪي آهِن نِتُ نَوان.
”سچو“ اڪڙين مان تِيا، ريلا رتَ روان.

## ڪافي

۴

پِرين مُنهنجي اگڙ، الله توکي آڻيندو!

اَچڻ سَندي اُن جي ٿيندِيون واڌايون، مبارڪَ جَڳُ ڏيندو.
وري وسائج پنهنجِيون جايون، ٺورو مون تي لڳَ ٿيندو.
پَلو پنهنجا هٿڙا ڪري پلايون، لِڳِين مون لائِيندو.
خَبران ڪِيئَن جون اَسان ڏسي آيون، توکي پِرين ساڻُ نِيندو.
ويو فِراق فَنا ٿي وصلَ ٿيون وايون، ”سچو“ نانوَ سَڏيندو.

## ڪافي

٥

آئين سو ڳالھ سُڻائين،
وَنھيا ڪانگَل، تون ڀَلِي آئين!

خط جو آندوئِي يارَ سَڄَڻ ڏھون، ھلِي سو نال پَڙھيائين.
آءُ تہ جوڙيئين جاءِ اکين ۾، اَڄ اوڏاھون آئين.
سِگھڙو سِگھڙو آءُ اَسان ڏنھُن، ڏينھن گھٽا ڇو لائين.
اَڇو اَڇو تون ڇو نہ اَچين ٿو، محرم راز رلائين.
نانوَاَللہ جي يارَ "سچوءَ" کي، محبن ساڻُ مِلائين.

## ڪافي

٦

وعدو ڪِيئن وساريُوَ،
ڀَلا سائين، ڪيئي ڀِڳالهيون ڀِڳالهيون!

اَسان نماڻن سان يارَ پيارا، ڪو ڏينهن مانَ گُذاريُوَ.
ڏکَ ڏيئي وَئين اڳي ڪَؤن اَڳرا، وري نہ پوءِ نهاريُوَ.
هيڏانهن هوڏنهن چِني اَسان کي، پنهنجِيءَ ڪَڏَ قطاريُو.
آتڻ چَرخو ويني چوريُم، ڏيئِي سو عِشق اُڏاريُوَ.
سيي ڪنهن ساعت سانول سائِين، ”سچوءَ“ هِتِ سَنياريُوَ.

## ڪافي

٧

جو تو پير ڀَري آئين،
تنهنجي ٿوري هڪ نَٿِي پُڄان... اَلا، ميان!

عاشقَ هِتي لَکين هزارين، لَئون اسان ٿو لائين.
عَيبَ اَسان ۾ آهن اَپارين، اِهي ڀَلا ڪيو ٿو ڀائين.
ڏوهَ ڏنگايُون ڏسي اَسان جون، چِتُ نه اَسان تَؤن چائين.
راتو ڏينهان يارَ اَوهان جا، ڳُڻَ "سچو" ٿو ڳائين.

## ڪافي

٨

اَڙي اَلو اَلو، رانوَل آيو راڄَ ۾!

ويَڙا سورَ سندو ڪري، اَڄُ پينَر ٿِيَڙم پَلو.
جنهن ساعت گڏيا سُپرين، سا ساعت ڪنهن نہ سَلو.
ڳالھ نہ ڪريو ڪا ٻِي، هاريون اَوهين هَلو.
ڏهاڙي ڏسڻ ڪَؤن، وارُ نہ پَوندو وَلو.
اَصل آهي اُنهن سان، روحَ منهنجي جو رَلو.
”سچو“ گڏيو سَڄڻَنِ، ڪَرَن لَڳو ڪَلو.

## جهولڻو

جاني آءُ ڙي جاني، ميان،

آءُ تا روز پُڇان ٿِي پانڌيؤن.

تنهنجي اَچڻ ڪاڻ هِتي، پوٿيون ٿِي پتايان،

سَنجهي صبح سَرتيون، ٿِي پانڌي پُڇايان،

ڏاها تنهنجي ڏيهَ ڏي، ٿي ڪانگلَ اُڏايان.

پِرين تُنهنجي پارَ ڏنهُن، اچي قاصد جي ڪوئِي،

حالُ سڻايان پانهنجو، تَنهن رهَبر کي روئِي،

جانِي جال اسان جي هاڻي هجر ۾ هوئِي.

دلبَرَ تنهنجي ديس ڏي تِي ڏسان ڏيهاڙيون،

نانؤ تنهنجو سُپرين اَسين وَس نہ وساريون،

ڳچيءَ پائي ڪپڙو زور ڪريان ٿي زاريون.

اُتي ويني اوتيان آءٌ پنبڻين مان پاڻِي،
اَچي ڏِسج سپرين تون حال منهنجو هاڻِي،
درد مَنديءَ جي دل ۾، تنهنجي سِڪَ تا ساماڻِي.

تاڪَؤن سَچَڻ تانهنجِي هِينڙي حيرانِي،
ڏيئِي ڏکيءَ کي وئين تون نِيهُن تہ نِشانِي،
سدا "سچو" آهي، ميان، تُنهنجي پِچِيءَ ۾ پِگانِي.



# هير رانجهو

## داستان پهريون

١

چڏي ملڪيت مال، رانجهو رِڻُ چڙهي هليو؛
قسمت ڪَيُس ڪنگال، نہ تہ حاڪم هو هزار جو.

٢

حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال؛
مسڪينيءَ جو مردَ کي، خطرو نڪو خيال؛
محبت مستانو ڪري، هِمڙو ڪِيَڙس حال؛
پُڇي جهنگ سيال، حُب نہ تخت هزار جِي.

٣

مالڪ اُنهيءَ مُلڪ جو، رانجهن مان راجو؛
الفت کان عطا ٿيو، ڏکن جو ڏاجو؛
عشق ڪَيم آجو، دنيا جي ڪُلَ دردَ کان.

۴

مالڪ تخت هزار جو، رانجهو آءُ راجا؛
ڪانِ‍ي مون کي قلب ۾، قربَ هئين ڪا جا؛
ڏکن جا ڏاجا، لکيا هُيَم لوح ۾.

۵

شاهِي هُيم شان، دلبر پنهنجي ديسَ ۾؛
اُتان آيس اوچتو، کٽِي سورن جو سامان؛
چا منجهارؤن چا تِي آيس، اهو اتم اَرمان؛
حيرت ۾ حيران، مون کي هِير هِتي ڪيو.

٦

رانجهو هُيس راءُ، مالڪ پنهنجي ملڪ جو؛
اديون عشق انڌو ڪيو، پَيَرّم ڪِين سَماءُ؛
گُهورن ڪيم گهاءُ، هِتي اَچِي هِير جي.

٧

اَچڻ اوکو مون هُيو، هاريون آندم هِير؛
پنهنجي لِکِئي پاڻَ کي، پاڙڻ پَئي تقديرَ؛
ڪانڌ هلي تدبير، قسمت قيد الماءَ سان.

٨

جوڳيا ويسَ ڍڪي، لاٿم سڀ لباسُ؛
پَٽ پٽيهرَ بافتا، نپٽ ڪيم ناسُ؛
ڪيو نينهن نِراسُ، دنيا جي درد ڪان.

٩

مون ڪي ماءُ ڪيو، چوچڪ ڏيءَ چريو؛
عقل هوش نيو، منهنجو محبت وارئين.

١٠

چوچڪ ڏيءَ چَريو، مون ڪي ڪيو ماءُ؛
پَيَڙم ڪونہ سماءُ، آيل عشق اندو ڪيو.

١١

شاه هزارِي هوت ڪي، محبت ڪيو ميهارُ؛
عاشقن ڪي عارُ، ڪهڙو آهہ قريبَ ڪان.

١٢

مور نہ محبت کان مُڙان، هتي اَچِي هاڻ؛
ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، ڳئون چاريندس ڳوٺ جون.

١٣

ڳئون چاريندس ڳوٺ جون، ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ؛
اها روح رهاڻ، مَنَ پِيي ميلي محب سان.

١٤

ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، ڳَليين ٿِيس ڳنوارُ؛
من مون ملي يارُ، لَهنَ ڏولا ڏيل جا.

١٥

نورنگ ندورو، ڪيڙو وجهان ڪوهَ؛
رانجهو منهنجي روحَ، سدا وسي ٿو سرتيون.

١٦

ڪيڙي نا ميڙي، موليٰ مون ڪي جيڏيون؛
جهنگ سڀو جهيڙي، تہ بہ رانجهن منهنجي روحَ ۾.

١٧

ڪيڙو وجهان ڪوهِ، نورنگ ندورو؛
دل اَتم ديرو، هزاريءَ جي هوت جو.

١٨

واحدَ شالَ وجهين، چڱي چوچڪ چت؛
پَرور رکين پَتِ، سدا سِڪَ وارئين!

١٩

ريجهي روح رانجهي سان، ڪيڙو ڪَپَڙتالُ؛
وِڌؤن وجهي وچ ۾، چوچڪ ڏسُ چندالُ؛
مادر مِهٽا ڏئي جهجها، جهيڙي جهنگ سيالُ؛
مٿو مون مِهوالُ، مون مور نـ وسري.

٢٠

هَر هَر ويٺو هِير جي، رانجهو ڏسي راهَ؛
ويٺو وڃائي وَنجهُلِي، چاهون تي چناهَ؛
سانديو وتي ساهَ، ”سچل“ سور سڄڻ جا.

## ڪافي

### ١

جو جوڳي زلفن وارو،
سو سامِي مون تان ڪين سُڃاتو!
ڳَل ڪئي ڪفنِي دستے پَهوڙا، مشعَل مُنهن مُوچارو.
انگ ڀڀوت بنائي آيو، بيک پِئي وٹجارو.
ٻئي لباسَ ڪو رانجهو اِيندو، ڇڏي تخت هزارو.
سببَ انهيءَ ڪَون ڪين سُڃاتم، ماريو مُئيءَ لئہ وارو.
"سچو" سُڃاتو رانجهو آهي، جڏهن جمال سَلياٸين سارو.

## ڪافي

### ٢

جو اگڻ پيهِي اَچ آيو،
سو سامِي مون تا صحيح سُڃاتو!
بيراڳيءَ جو بيک ڪري، تنهن ڪيڏو هنر هلايو!
سَر جهَتائون جوڳن واريون، تنهن لِڱين بسمو لايو.
مُرليءَ مستے آواز اُنهيءَ جي، منهنجو روح ريجهايو.
رانجهو تخت هزاري وارو، مولٰي آڻي ملايو.
عطر عبير اِنهيءَ جي ڪارڻ، مون تا مُشڪ مَلايو.
پياري هِي سِر پاٹون جاٹي، "سچوءَ" کي سمجهايو.

## داستان پيون

۱

لوڏي ڪَڍيائون لوءِ مان، رانجهَڻُ رمزدار؛
جاڙي هليو جان تي، جوڳن جو جنسار؛
مُرلِي مَٽيادار، چوريون وتي چاهَ مان.

۲

اَلستِي آواز ڪو، منهنجي ڪَن پيو؛
هِردي اندر هِيرَ جي، آهي ڪوند پيو؛
مُرليءَ مستڪ ڪيو، جوڳيڙن جي جيڏيون.

۳

ڪاريهَر قتِيلَ، گودين وڏا گودڙئي؛
مَنديو وتي مَندن سان، نانگ نسورا نِيلَ؛
رانجهَن جي رسِيلَ، مُرلِيءَ مستانا ڪيا.

۴

مُرلِيءَ تي تنهن مَردَ جي، ڪنيا ڪاريهرن ڪَرَ؛
بِرَ چڏي ٻاهر ٿيا، نِيلا نِڪري نَرَ؛
زهري منجهه زهَر، جوڳِيڙي جهَتي وتا.

۵

جن کي اَديون اوچتي، ڪاتيو ڪاريهَر؛
تَن جي خاص خَبَر، جاچيو جوڳيڙن ڪان.

٦

جاچيو جوڳيڙن ڪان، تن جي خبر خاصُ؛
نانگن ڪيا ناسُ، سِنگهَڻ سان سَوَن مٿي.

٧

پِرَ مان پاهر نڪري، ڪاري ڪنيا ڪَرَ؛
ڏَرُ اِنهيءَ جي ڏَر، جهِين ڏَرُ نـ ڏيهَ ۾.

٨

سَڀ سُڃاتئون ڪين ڪِي، جوڳَن ماري جڪَ؛
جَنين سِنگهيو ڪَڪَ، سياڳا سي ٿِي ٿِيا.

٩

ڪُنڊَلَ ڪَنَن ۾ وجهِي، خان ڇڏي خانِي؛
جوڳيسَرُ جانِي، راوِيءَ طرف رَوِي هليو.

١٠

راوِيءَ طــرف رَويو، جــوڳيسَرُ جـوان؛
هيڪـر هِيرَ اُڪيرَ ۾، مَرد ٿيو مستان؛
سورن جو سامان، ”سچل“ ساڻ ڪٺِي هليو.

١١

چيڏي چاه چنابَ جو، راوِيءَ ڏانهن رويو؛
مُرليون سُرليون، ونجهَليون وڄائيندو ويو؛
تانِيڪو ٿيو، سو نانگو نورنگ پُر ۾.

١٢

جوڳي آيو جُوءِ ۾، مَرڪـٽو مَٽدار؛
مرلي مستانا ڪيا، جنهن جي لڪ هزار؛
ڪاريهر ڪَردار، نِيلا ناڻَ نوائِيا.

١٣

منڊَڙا، مَڙهي، جوڳِي آيو جوءِ ۾؛
پڙهيو سو پڙهي، مَنڊَڙا محبوبن تي.

١۴

ٺُنبيون ٺـــَـن ٺَـٽي، جــوڳي آيو جـــــوءِ ۾؛
ڪـنهن جي قربَ ڪـٽي، رانجهو روليو رُڃَ ۾.

١۵

نـيتِيءَ نـــورنـــگَ پور ۾، ويـهـڻ وهـُ ٺـيـو؛
ڏوراپا نـ ڏيو، جنهنجو چاهـُ چناهـَ سان.

١٦

نيتيءَ نورنگ پور ۾، ويهڻ ٺيو وهـُ؛
قسمت ڪاريا ڪـَمَڙا، مانديءَ لڳو مِنهُ؛
ورهَـوُن ڪَـڍي وهـُ، ورهـَ سندي واسِينگ جو.

١٧

هاريءَ ٻڌي هيرَ، مُرلِيءَ ڪَـئي مَـگَنُ؛
”سچو“ وسري ڪِـين ڪِـي، ويچاريءَ وَچَنُ؛
لانگوٺيءَ لَگَنُ، لِکيو جنهن جو لوحَ ۾.

١٨

هُـٺي ڪـير هُـيس، هـٺي آهيان ڪـيرُ!
سالم اهي سيرُ، ”سچل“ سِـڪَ ڪَـرائِيو.

## ڪافي

آءُ اسانجڙي ديري،

توکي گهٽو سارين تي.

نا تہ مُحب مَران تي.

تون تا ميڏا، مين تا تيڏي،

ڪُهِ گهتان سيے ڪيڙي،

هِتے گهُنگهَر گهارين تي.

اَگڻ ساڏي آءُ پيارلَ،

لَهِ پَوَن سيے جهيڙي،

تولئ هَنجُون هارين تي.



# سارنگ

## داستان پهريون

١

مون ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان؛
بجلِي بادل سان، آهي جيئن سُپريم.

٢

سارنگ سندا ساڻَ، سرتيون ساتِڙَ آئيون؛
ڦيريو راڳن تاڻَ، وِڄُن ويس وَس ڪيا.

٣

پورب سندي پار جا، ڪڪر ڪارونيار؛
وِڄُن ۽ وَڄڻ سان، چڙهن ٽا چوڏار؛
اُپي ڪي آبِيندي، لڏئون سِنڌُڙِيءَ سار؛
ساوا ٽيا سَنگهار، موليٰ سَنديءَ مِهرَ سان.

٤

موليٰ سَنديءَ مِهرَ سان، ساوا ٽيا سَنگهار؛
ڏِلهي ڇڏيو ڏُٺ سان، ڏوٽيين ڏِيار؛
ترايون تجل جون، ٽيون تارون تار؛
سَو راهين سنوارَ، صاحب سَٽائي ڪئِي.

۵

ٻَهه ٻَهه ڪندا آيا، ٻيهر ٻَڪَروالَ؛
ڪڪرن جي ڪڙڪاٽ ڪان، ويا ٿِهي مالَ؛
آهُن ۾ اچِي پِئي، چونگن سندي چال؛
منداِئتي مندل ڪيا، جر اُتا جالَ؛
پَلَر سان پُسِي پيا، پنهوارن پِلال؛
جهُري پيون جهوپيون، جهانگيڙن آجهالَ؛
نَنگو ڪَج نہ نِدر ڪي، نِماڻن نَنگ پالَ!
جَنِ جا هِهڙا حالَ، تن پَرور پَتِ رکيج تون!

٦

مِهرَ سَندا مِينهَن، شاهہ وسائِين شَل!
جهُريَلَ منهنجي جهوپڙي، بنا جهَلي جهَلَ؛
ڪاهِلِ تي ڪَهَلَ، ڪندين شالَ ڪريمَ تون!

٧

وِچُن وِڪَ وَڏائِي، وَسَڻَ وَسُ ڪيو؛
وَچَڻَ واچا واه ڪيا، پَلُر پوءِ پِلِتيو؛
”سَچا“ سائو ٿِيو، سيڪو سارنگ آئي.

٨

نازڪ سندو نينهُن، آهي اِئين جيڏيون؛
پنهنجي رائِي ريج ڪَري، جيئن ساون مِينهُن؛
راز رکي ٿو ريهُن، مَن ۾ محبوبيءَ جو.

٩

راتاڪو ريھُن سان، رڻَ ڪيائين ريجَ؛
پَٽَن مٿان پَلِٽيون، ھِيرون مَنجھان ھيجَ؛
بَرن ۾ بھارَ ڪَئِي، گلزاريءَ جي گيجَ؛
”سَچل“ سارنگ سيجَ، سونھين ساوڪ وچ ۾.

١٠

سارنگَ رنگ ڪيا، پوياڙيءَ پَٽن تي؛
ٻَڪَر ٻاپاٽن جا، پَلَر پِي ڏيا؛
ڏيھان ڏرت ويا، مولىٰ سنديءَ مِھرَ سان.

١١

عالم کي آگاھ، سارنگ ڪندو آئيو؛
گُڙَ جيئن گوڙيون ڪَري، ڪاھيون اَچي ڪاه؛
وايوءَ سان وارا ڪري، ٿاھيو اَچي ٿاه؛
وَسايائِين وَڏَ ڦڙو، واٽن تي واه واه؛
گلزاريون ۾ گاه، پَٽَن تي پڌرا ٿيا.

١٢

اَج پڻ پورَبَ پارَ ڏي، ڪَڪر ڪَڪوريا؛
سارنگَ سُرَ سُرائتا، ساجھُري سوريا؛
سُر منڊل ۾ سارنگيون، چَنگ چِگا چوريا؛
اُپَ اُتي اوريا، طَبَلَ تارون تيج سان.

١٣

وسِي پيو وَڏ ڦڙو، پِنيون پِٽَي پَريون؛
پَتاريون پِٽُن تان، وٽاٽين وريون؛
کِيرن جو کَريون، چاڏيين ڏنئون چاه مان.

١۴

چاڏئين ڏنئون چاه مان، کيرن جون کَريون؛
وهائيندڀون سي آئيون، ٽَٽن مان ٽريون؛
پَتاريون پريون، آيون وسائي وَڏ ڦُڙا.

١۵

والي وسائيج، درد منديءَ جو ديس؛
پِرين مون پرديس، اُتِي اِيندم اُوڏڙا!

١٦

مُندون موتي آئيون، جهڙُ جهجها جوتيون؛
پَلَرَ ساڻ پُر تيا، پوتا ۽ پوتيون؛
پَسِي مِينهن مهر جا، ميهيُون اَڄُ موتيون؛
چَريو اچن چوتيون، وٽاٽين ولَر ٿيو.

١٧

والي وري تون، وطن تي وسَ ٿرين؛
مِنهن وسندي مون، سچڻ ساريم سُپرين!

١٨

ديسا ديس وسِي پيا، رحمتَ جا درياه؛
گلزاريون ۾ گاه، پوٺن تي پڌرا ٿيا.

١٩

سارنگ سعي ۾ اَتِي، ”سچل“ سستِي ڇڏ؛
مٿان ايندءِ اوچتو، هاڻ نہ مُڙندءِ هَڏِ؛
اَجھاپِي کـا اڏ، وسَڻَ ڪان اڳي وڃِي.

٢٠

سارنگ ساري رات، رٽن مٿي ريج ڪيا؛
پَکن پرڙا سوئيا، پره ڦٽيءَ پرڀات؛
پَٽن تي پڌرا ٿيا، گُلَ ڦُلَ ياتون ياتِ؛
وائِي سڀ ڪنهن وات، ”سچل“ سارنگ سائي جِي.

٢١

سارنگ صبح آئيو، گوڙيون ڪري گاجَ؛
هاري هَليا هاجَ، ڪُڙمين هَر ڪُلهي ڪيا.

٢٢

پينر نا پانئيو، تہ بوندنِ ڪَئي آ بَس؛
اِجهوڙِي آئيو، وِري ويتر وترو.

٢٣

اکين آبِ وهائِيو، سرتيون سارِي راتِ؛
وهائِن وڏ ڦڙو، پرچن نا پرڀاتِ؛
پينر ڪان برساتِ، اَکين اوتڻ سکيو.

٢٤

هِڪ وسَڻ پيو وچَڻ، تيون لَهي پيو سيءُ؛
جهوري وڏئين جهوپيون، چَن وڏائين چِيءُ؛
رنُن جو رڻَن ۾، واهَ وسيلو تِيءُ؛
حال جنين جو هيءَ، تَن پَرور رک پناهَ ۾!

٢٥

اَول آنڌي آئي، پويان جهُڙ جهَجهو؛
نڪو اولو آسرو، نڪو اوتَ اَجهو؛
ڏهيلين ڏجهو، تَن پروَر رک پناهَ ۾!

٢٦

اَول آنڌي آئِي، پويان تي برسات؛
رعد جي رڙين ۾، ييٽي نہ هُئِي بات؛
ويچارين ورن جي، وائِي هُيَڙي وات؛
متان وسَڻ هيئان چِڪڻ، سيءَ مُيون سپي رات؛
پِرهہ ڦٽي پرِيات، ڪٽڪان ڪاڏين گڏيون.

٢٧

اَج پوربَ پار ڏي، ڪَڪَرن ڪيا ڪوڙَ؛
صبح ويل سويلَ جو، سارنگ لاتِي سوڙَ؛
وچن واچا واه ڪيا، مينگھ ٻَڌا اَجُ موڙ؛
لوڪان لاتِي لوڙَ، مولٰي پنهنجي مهر سان.

٢٨

اُتَران اوري، بادل بَرسِي آئيا؛
سُرَ سُريلا سوز جا، سارنگ ٿو سوري؛
گھوري مان گھوري، اجھو اڱڻ آئِيا.

٢٩

اُتران اوري، ڪئِي چِمڪٽي چَمڪاٽَ؛
اُتان ڪيائين اوچتِي، لس ٻيلي تي لاٽَ؛
منڊلَ ٿيا مَڪرانَ تي، گوڙن جا گڙگاٽَ؛
ڪَڪَرن مٿان ڪيچ جي، ڦڙڪِي ڪاڻا ڦاٽا؛
وري ورتَئون واٽَ، "سچل" سائي سنڌ جي.

٣٠

سچلَ سائِي سنڌ جي، وري ورتائون واٽَ؛
جھُڙ ڦڙ جھُلِي آئِي، جھتِڪو ڏيئِي جھاٽَ؛
وسِي پيا وڏ ڦڙا، گھيڙ پُسائي گھاٽَ؛
لاتِي اج اُساٽَ، سارنگ سنگھارنَ جِي.

٣١

سارنگ آيو صبر ۾، بوندن ڪئِي بَس؛
رنگا رنگِي رسِ، قَزح ڪَڍي نيل تــــي.



# سنڌي پورب

۱

گَنگا ڪانءُ گُذرُ، آهي ڪنِين ڪاپَڙين جو؛
ڪڏهن لوڪ نہ لڌيا، سدا تَن سَفرُ؛
آهي نامُ مَشَرُ، اُنهن اڌوتِين جو.

۲

جوڳي آهن جي، گوش گنگا ڏي تَن جو؛
آهِن ڪوڏيا ڪاتَ جا، پُڻ ڪاپَڙي ڪي؛
سِرُ سنباهِن سي، جنين ناتو ناٿَ سان.

۳

جوڳِي جال ڏنامَ، پر ڪو ڪو لَيي ڪاپڙي؛
هي ويهي وستِن ۾ ويا، هو نہ لوڪِ لَڌيامَ؛
تنين ڪاڻ تِيام، هَي هَي هِهڙا حالَڙا.

۴

جوڳِي جالَ ٻُجهَن، پر ڪونہ لهان ڪو ڪاپڙي؛
تن ڳُٽن يَرين جِيون ڳالهڙيون، تيون ”سچل“ ساهَ سُجهَن؛
لوڪِ نہ ٻئي لُجهنِ، ٻِگَر نالي ناٿَ جي.

۵

جوڳن اوري جُوءِ، جي لوڪان لعل لِڪي ويا؛
لاھوتِي لنگھي وڃِي، حُر پيا ۾ ھُوءِ؛
راسِخَ روبروءِ، وڃِي ٿيڙا ناٿَ جي.

٦

جوڳِي آھن جالَ، پر لاھوتِي لنگھي ويا؛
ھي مِڙ مِڙ ڪَنِ مَٽِيَن سين، ھو ڪڙا متي خيالَ؛
سي لانگوٽيا لالَ، پيِنَر ياڳِ ملن مون.

٧

لوڪين لاھوتِي، ڪنھين پَر نہ پرپِيا؛
سي پنھنجي رڪِي پور ويا، سالِڪَ ثابوتِي؛
اُھي اڏيءَ آڏوتِي، نانگا ويَڙم نِڪري.

٨

ڪري لنگھيا لوڪَ مؤن، لاھوتِي ڪوڙا؛
گھوڙا ڙي گھوڙا، جو مون من مستانو ٿيو.

٩

پُورب چَڏي پوءِ، آڏوتِي اَڳي ٿيا؛
ويا اُڪنديا اڳنان، نہ ڪنھن لَڙيا لوءِ؛
رِجائي رتُ روءِ، ويٺي واتَڙيَن تي.

١٠

جوڳي جالَؤن جالَ، پر لاهوتِي لنگهي ويا؛
هو هلي ويَڙا حالَ ۾، هي قابو متي قالَ؛
هَي هَي مُنهنجي حالَ، جو حالُ نہ پيو هَٿِ مُون.

١١

جوڳِن هِتے جايون، جي هُنَ لوءِ لِکي ويا؛
تپش تيش تَن کي، وجَن لاهوتِي لايُون؛
ووءِ ووءِ واٽِ وِجهي ويا، وَيراڳي وايُون؛
آڌُوتِن آيُون، خَبران کاتِي کُسَڻ جِيون.

١٢

جوڳِن آهہ نہ جنگِ، هِن سُلوکي سيءَ سان؛
جيجان هن جهانَ ۾، هِن طُريلا تَنگِ؛
کنهن جي رتا رنگِ، ماٺِک مُنهن مَشعلان.

١٣

لاهوتِي هِنَ لوءِ، آيلِ آهن اَڄُ پِي؛
ووءِ ووءِ اجان پَوندِي، پوربيَن جِي پوءِ؛
اِنِ کاپَڙيَن کي کوءِ، سَڱُر مَنجهہ صَحِي کري.

١٤

لاهوتِي مَون لوکَ، تورا کري لنگهيا؛
سدا سامِيَڙن تي، محبتَ وسي موک؛
سي زائِر منجهُون ذوقَ، کَندُ ڏيَن تا کاتَ تي.

١٥

ڪاپڙِي مون ڪالَهه، اچان ڏٺا ڏيهَه ۾؛
هَي هَي منهنجي حالَ، جو ساٽن ٽِيَسِ نه سنگتِي.

١٦

هُو جي ڏٺا ڏيهِه، ڪالهه اَچا مون ڪاپَڙي؛
سي اَجُ لنگهيا لوءِ مَون، دانهَه چَڏي ديهِه؛
هاريُون هُوءِ هَڏيهِه، موتَن ڪِين مَڪانَ تي.

١٧

پُورب پَنڌُ نه آهه، ڪڏهن ڪاپڙيَن کي؛
جِتي ماٺهو ميڙاڪو ٿئي، سا جُوني جوڳين جاءِ؛
سامِي سِرَ سواءِ، سودو ڪن نه ڪو ٻيو.

١٨

پُورب آهه نه پَنڌُ، ڪڏنهن ڪاپَڙيَن کي؛
سي ڏيندا ويراڳي وڃِي، ڪاتَنِ متي ڪَنڌَ؛
هوءِ سَندنِ هَنڌُ، جو لُڙ گڏجِي لَعل ٿِيا.

١٩

پُورب رڪِي پيرُ، ڪَن پُڄَ پَراهين پنڌَ جِي؛
ٻيو ڪو وڃي اتهِين ڪاپَڙين ريءَ ڪيرُ؛
جنهن کي ڦِڪَلُ نه ڦيرُ، ڪنڌُ ڏيندو سو ڪاتَ تي.

٢٠

پُورب پنڌ نہ ڪن، ڪنھين ويلي ڪاپَڙي؛
ڪوڏِ ڪَپائڻ ڪنڌَ جو، توڙؤن آھي تَن؛
"سچل" سدا سامھون، آڏي آڏوتَن؛
سي وڃِي ڪاتِ ڏينِ، گَردنون ڪنيو غار ۾.

٢١

جاڏي پُورب پنڌُ، تاڏي آءٌ نہ وڃڻو؛
ھي ھِنن جو ھنڌ، منھنجو ھنڌُ ھِنگلاج ۾.

٢٢

پُورب پُڇيائون، پَر پيرُ رکيائون پَرنان؛
اوريان پَريان پنڌڙا، سي لَس لنگھيائون؛
اِئين اُتيائون، تہ گُرَ اَسين نہ گَڏيا.

٢٣

پُورب ڪانءُ پري، نانگَنِ نظر آھ تا؛
نِگھ وجھن ناڙَ تي، پريَون پير پَري؛
مَنجھؤن ذوق ذري، گُرَ گَڏيا وڃِي گودڙيا.

٢٤

پُورب پَير ڏرن، ڪن وِچَڙَ پارھين پنڌ؛
تي؛ قدم رکي ڪاتَ تي، ڪنڌُ قربان ڪَرن؛
ڪوڏؤن ڪاپَڙن، "سچل" سِر صدقي ڪيو.

٢٥

مٿي ڪاتَ قَدمُ، ڪاڪيون ڪاپَڙين جو؛
سنسو ميٽي سروپ ۾، ”سچل“ ٿيا سي سَمُ؛
سدا ساميڙن جو، دَمامين سان دَمُ؛
آديسِي عَدمُ، ٿيا نالي اَندر ناٿَ جي.

٢٦

ويا هَتَؤن ويهِي، اَچا ڪالھ ڪالھوٽي ڪاپڙي؛
آيل آڏوتِن جِي، ڳالھ ڪريان ڪيهِي؛
”سچل“ ساري سڪ مان، ڳاروڙي گيهي؛
پُوربَ ۾ پيهِي، وڃِي واصِل ٿيا وصالَ کي.

٢٧

هَي هَي ڪالَھ هِتاءُ، اَچان لاهوتِي لانگھيا؛
ڪونَ وڃَڻ جو مون ڏنو، ساميِڙَن سماءُ؛
تا ڪو پَوي پِرياءُ، مَن لاهوتِن جو لوءِ مَؤن.

٢٨

ويا لاهوتِي لالَ، لورا ڪري لوءِ مَؤن؛
ڳالھ نـ ڳَرهَڻ جَھڙي، مگر مُنھن مَشعال؛
هَي هَي هِھڙي حالَ، ساريون سي سَڏ مَران.

٢٩

جو پَنڌُ جوڳيڙن جو، سو آڏوتِن آجاءِ؛
گنگا ۽ گرنار ڏي، جوڳن پَنڌُ جُڳاءِ؛
پنڌُ اُنهِين کَؤن پَرنان، آڏوتِن کي آءِ؛
تان تان تِين نـ جاءِ، جان جان ريجهَنِ نـ رامَ سان.

٣٠

ڪوڙين قربانِي، آءٌ تا ڪاپَڙين تَؤن؛
ڏيئي ويا جي ڏيل کي، هَي هَي حيرانِي؛
ماريون مِهمانِي، آءٌ تا سِرُ ڪَريندِيس صَدقو.

٣١

ڪري لورا لنگهيا، هَي آڏوتِي اَجُ؛
مون هَئون اَمان پَچ، جو آءٌ بـ ويندِيَس اَن سين.

## ڪافي

١

آءُ ڪوڙين ٿيان قُربان، جوڳِيڙن جي جاتِ تَوِن!

ڪاڪيون ڪاپَڙِيَن جو، ڏاڍو آهي مون اَرمان.
آيل آڏوتِن جو، آهي گنگا ۾ گذران.
نانگن سَندي ڳالهڙي، هِتِ پورب ۾ پَروان.
”سچو“ ناتِ نِهارِين چو تو، ٻئي هندِ تي تُون مِهمان.

## ڪافي

٢

ساڃي مون تا سڃاتو،
اُهو جيڏيون يار منهنجو!

اَصل لاڪَوِن آهي انهيءَ سان، هن نماڻِيءَ جو ناتو.
تہ ڪو تي ڪري جوڳي اِيندم، چاڙُ نہ هِيئَن مُون چاتو.
ڏسِي صورتَ ساري سُهڻِي، عشق اُنهيءَ سان مون لاتو.
هِيءَ نماڻِي عيبَنِ هاڻِي، پيچ پاڻهي تَن پاتو.
سَهَو ”سچو“ ري ڏسي اَسان جي، چِتُ نہ دلبر چاتو.

## ڪافي

۳

جِيجان زلفن واري،
اُنهيءَ ساميءَ مَن موهيو!

باه بِره جِي اَندر اَسان جي، ويو سو ڀَڙڪَي ڀاري.
هِجر فراق پِيو وو يار اسان کي، ڪُوڪان ٿو هِتي ڪاري.
جوڳِي ڪِيَڙُو جيءُ اسان جو، مونجهه اُهو ٿو ماري.
اَچڻ سنديون يار اوهان جون، "سچو" واٽان نِتي نِهاري.

## ڪافي

۴

ماري ويو ڪالهه راتي،
سونهن پريو سو تا ساميَڙو!

راتو ڏينهان روح کي، طَلبَ تَنهن جي تاتي.
ڪينَ سُڄاتم سرتيون، تا ڪهڙي آهي ذاتي.
سور نـ جهلڻ جِهڙو، هاريون ڙي هيهاتي.
اَنئي پهر تنهن جِي وائِي، "سَچوءَ" کي آهي واتي.

## ڪافي

۵

جو هوم ورونهن وارو،
جيجان گڏيم سو تا جوڳِيَڙو!

اَڳينءَ پوئِينءَ ڳالھ جو، خيالُ سَليائين سارو.
سُورن جي سوغاتَ سان، آيو اوڏانهُن وٽجارو.
پَسڻَ سان پيدا ٿيو، سيني مَنجھ ستارو.
صورتَ تنهن جِي سقِري، مَشعل مُنهن موچارو.
جڙِي ويٺو جان ۾، بِره اُنهيءَ جو بارو.
آهي ”سچوءَ“ جو سرتيون، اِهو اکين جو اُجارو.

## ڪافي

٦

ڪهڙي ڳالِهيؤن يارَ، ڪِيتُئِي بيراڳِي اسان کي!

درد منديءَ جي دل تي، باري چاڙهيئي بار.
اَصل کَون آرام وڃايا، جانِي تنهنجي جار.
مون کي يار جدائِيءَ ماريو، آءٌ روئان زارو زار.
ڪيئِي دانا ءَ ديوانا ڪِيَڙا، تنهنجي حُسن هزار.
غمزي ساڻُ غلام ڪياسي، ”سچو“ ري سردار.

## ڪافي

٧

هَي هَي هِن حالَ وي،
سَڱَر تيس نہ سامِيڙن جي!

منهنجو آهي ڪم ڪاپڙين ۾، نا تہ جوڳِي آهن جال.
ويمَ ويساهي نڪري، اُهي راتے لانگوٽيا لالَ.
ڳوليان قوليان واتڙين تي، جي ڪُهِي ويَڙم ڪالھ.
ڪاتَ اُتي ڪَنڌ آڻ ڪَپاوڻ، لاهي جيءَ جنجالَ.
منجھ گوداوريءَ من گڏجن، جن جا خواب خيالَ.
راتو ڏينهان آهي هوتن جِي، ”سچوءَ“ ساهَ سنيالَ.

## ڪافي

٨

اُڌر پَکيڙا پار پرينءَ جي، خبر مون آٽي ڏئين، لا!

ڪِين ڏنئِي سي سُپرين، واتے تا ڪنهن بيءَ وئين.
پاڙي ويهي پِرين جي، وجِي تون واقفے تِئين.
سُڌ سيائِي مون ڏئين، جڏهن پاٽِي اَکين جو پئين.
سوز ”سچوءَ“ جو پاڻَ سان، ادا ڙي نازڪ نِئين.

## ڪافي

٩

عاشِقُ ڪِيتُئِي اُداسِي، وهواه ڳالھ خاصِي!

روز ازل ڪؤن لؤن لؤن منهنجي، واءَ ورهَ جي واسِي.
دِلڙي اسان جي سُهڻا سائين، پهريون ڪِيَئِي پياسِي.
هيڏي هوڏي ڪين وياسي، باسَ اِها اَسان باسِي.
بيخوديءَ مون باغ بهاران، خوديءَ ڪانءُ خلاصِي.
بِره آنجي ڪيو بيراڳِي، ”سچو“ رنگ سنياسِي



# جــوڳي

## داستان پهريون

١

ڏوٽِيءَ منجهه ڏيانُ، آهي اَڏوتِن جو؛
ڳُم ٽِي ڳُرڳم گودڙيا، ڪن گروڙي گيانُ؛
اَصل ڪان اَشنانُ، گنگا جمنا تَن جو.

٢

پورب پَنڌ نہ وڃڻا، ڳِرنارِي گمنام؛
ويچاري ٿي واٽ تي، ڪَرن ڪين وسرام؛
سيني ۾ سَنگرامَ، سَچا سَنياسن جي.

٣

پوربَ سندا پيرَ، لاهوتي لَٽي ويا؛
ڳِرناري ڳُنير، سَچا ڳُم ڳُر گياتہ ۾.

٤

ورلو ويرڳي، گِيانِي، ڏٺم گودڙيو؛
ڀُليا ڏٺم ڀيرَ ۾، ڀوڳِي ۽ ڀاڳِي؛
طالبُ تِياڳِي، لَکن ۾ ڪو هيڪڙو

٥

جوڳين جتائُون، جوڙي جوڙيون جان تي؛
چَمتا ٻڌي چيلهه سان، تُنيون تَٽيائون؛
جَنجيرن سان جهان تي، ڪِشتا ڪَڙيائون؛
گروڙي گائون، پورب پنڌ پُڇِي ويا.

٦

جوڳي ياتون يات، پَر منهنجو اَڏوتِن سان؛
سَفر ويا ساجهري، رهيا رُڳِي رات؛
طلبَ تنين جِي تات، راتيان ڏينهان روح کي.

٧

آهِن اَڪيچارَ، اَنتر مُک اڏوتَ؛
پورب سي نہ پُريا، نہ ڪِي ڪَن پرچارَ؛
اَٺ ئي پهر اَچَ ۾، رهن سي گُم گار؛
سَچَل سَنسڪار، سَنسا تِن وڃائيا.

٨

اَجا اڏوتِي، آهن اڪيچارَ؛
اَوديا اَهنڪار، پَڇِي جن پورا ڪيا.

٩

ڪاپَڙي ڪَن ڦاڙَ، آيل اَڄ لنگهي ويا؛
مَستِ ڪري ويا مَن کي، مُرلين سان مٺيارَ؛
تَن جوڳيڙن جي جاڙَ، مون ڪان مُئي نـ وسري.

١٠

ڪاپڙِي قَنديلَ، ڪنيو گهُمن گودڙيا؛
ڇَپَتِ ڪري ڇَپَن ۾، وتن ڪاريهرَ ڦتيلَ؛
مُنڊن مُرلين سان اُهي، آڏوتي اَصيلَ؛
”سچل“ سِڪ سَبيل، جيءَ ۾ جوڳيئڙن جِي.

١١

لاتِي لاهوتين، ڏرم جي ڏوٺِي؛
پَنبِ جي پوٺِي، ساڙي سنياسِي هليا

١٢.

جهونا ڳڙه جي جوءِ ۾، جوڳين جوڳُ اَجوڳُ؛
يوڳين يوڳُ اَيوڳُ، پاڻُ وڃائي پانهنجو.

# ڪافي

١

محبت جي مَي ماريو، ڙي مون کي،
ڪاڪيون ڪنهن سان وره ُوراهِيان!
عقل علم سيپ چوڙ ڏتو سي، عشق ڏنو اولارو.
اکيان کول تہ ظاهر ڏيکين سير سچڻ جو سارو.
پُرجهي پير ايڏاهِين پايو، هوتہ اَتَوَ هاڪارو.
محبت مون منصُور وجهايو، ڳچيءَ جي وچ ڳارو.
سَنبرُ "سچيڏنا" چوڙ سانباها، وره َڪيو جان وارو.

## ڪافي

٢

ياڪِي تيو يار اَسان ڪؤن، دل نماڻِيءَ جِي ڪَسي!
ويئي ڏِسان واٽ اوهان جي، مانَ ڪو رهبر رسي!
اَچڻ هِن جو ايڏا هين، ڏيهہ سندئِي ڪو ڏسي!
سِر ”سچوءَ“ جي يار سدائِين، ورهَ جو مِينهڙو وسي.

## ڪافي

٣

ڳالهيون ڳارن تِيون، ميان، دل کي دوستن جون، ميان!
ياد اچن جي ڳالهيون، اُهي ڪوڪان ڪارنِ تيون.
هو جي ڪيائون ڳُجهہ ۾، اُهي ماماں مارن تيون.
ڳُڻن واريون ڳالهڙيون، اُهي پارڻ پارن تيون.
پَسَڻَ ڪارڻ اَکڙيون، صاحب سارن تيون.
پاڻِيءَ گاڏون رَتِ جا، هنجو هارن تيون.
اکيون ڏسَن نہ غير ڪو، واحد وارن تيون.
”سچو“ اُهي ڳالهڙيون، نِتِ مون کي مارن تيون.

## ڪافي

۴

تنهنجِي آهيان آءٌ، پنهنجي ڪري ڄاڻ!
ڄاڏي تاڏي توهين دلبر، ڪاڏي ڪاهيان آءٌ.
هونديس اوهان ساڻ.
آءٌ ڪنيزڪ تون تان سائِين، سَگھي نہ ساهيان اءٌ،
ڇيتڪ ڪَيس اَڃاڻ.
سِڪن ڪيئِي تو لَئہ سانولَ هِڪ تا چاهيان آءٌ،
صدقي ڪيمُ پاڻ.
تو هَئون ٻاهر سُڻ "سچو ري، ڪنهن دم ناهيان آءٌ،
پنهنجو جهَلج ٻاڻ.

## ڪافي

### ۵

تنهنجي ڪارڻ ڪاريو،
هوءِ هوءِ هولِيَڙو!
ڪنهن سان ڪريان سُپرين، تنهنجين ڳالهين ڳاريو.
ڪنهن در ڏيان دانهِڙي، تنهنجي محبت ماريو.
آڳ عِشق جي اَندر اسان جي، ڏاڍو ٻارڻ ٻاريو.
آءُ اوهانجڙي آهيان، والِي ڪِيم وساريو.
پاڻئون پاسي نہ ڪريو، سڳ "سچو" پنهنجو ساريو.

## ڪافي

٦

سُهڻا توکي ڪيهو هاڻِي هاڻي،
ڏوراپو ڏيان، پلو مَن موهڻا؟
وس ويچاريءَ جو ناهه اَصل ڪَون،

تون پرين پاڻهين جاڻِي.
اندر منهنجي وو آهي اوهان جِي،

ڏاڍي سا سِڪ ساماڻِي.
اَوهان ٻاجهون ويٺي اوتيان،

پنبڻين مان پاڻِي.
”سچو“ اَوهان جو آهي اَصل ڪَؤن،

پنهنجو سو سڳڻ سُڃاڻِي.

## ڪافي

۷

چو تو چڏين، مون ڪي هاٽِي،
آءُ تا تُنهنجِڙي آهيان!
پاڻُ پنهنجو پاٿهين ساڻُ غريبن گَڏين.
پڪا پڪن سامُهان، اوري سي دلبر اَڏين.
”سچو“ نهاري واتڙيون، ايندين صاحب ڪڏهين.

## ڪافي

۸

رهجِي اَچي منهنجِي يارَ، توسان!
آءُ چا چاٹان عشق منجهارؤن، بِرهي والڙا بار.
طرفے بئي ڪنهين خيال نہ پانيان، آهي سدائِين يار.
هوندين هميشہ گڏ اسان سان، نيٹن وهايم نار.
بانهن ”سچو“ جِي سُهٹا سائِين، پرتِي اَتئي سردار.

## ڪافي

### ٩

تون تا ڪڏهن ايندين يار،
تُنهنجِي روز نهاريان راه!
سِرَ تي چاڙهيا سُپرين، بِرهَ تنهنجي جا بارَ.
راتو ڏينهان روح کي، تنهنجِي سارَ سنيارَ.
وهَن ٿا واڪا ڪَيو، نيڻن سَندا نارَ.
آءُ تا هڪڙو ناهيان، تنهنجا عاشقَ لکَ هزارَ.
سورَ سَندءِ ميان سُپرين، مون کي ڪوهِ هڻن قهارَ.
پِرين پارج پانهنجا، جي ڪيئِي قولَ قرارَ.
ڏوهُ ڏيان ٻئي ڪنهن کي، آهي مون ئِي سِر مَيارَ.
اَندر منهنجو اَڏ ڪيو، جانِي اِنهيءَ جارَ.
اَٺ ئي پَهَر ٿِي وڃي، تُنهنجِي تَند تنوارَ.
مُئِيءَ کي ماري اِتهين، تون وئين ڏنهُن وٽڪارَ.
”سچو“ سَگ اوهان جو، ٿو روئي زار و زار.

## جهولڻو

ساٿِي ساري سَنيها،

چئج پُنهونءَ کي،
بيراڳي آهييان، وو!

حالُ ڏسيو تو جو وچين،

سارو عرض ڪَرين، وو،

دلاسو ڪو دوست ڏنهن،

وٺي جلد ورين، وو.

ڪارو ڪَج نہ ڪيچَ کي،

ڇَپَر تا نہ ڇڏين، وو،

ٻانهي جاڙِي پانهنجِي،

گولِن سانُڍ گَڏين، وو.

توسان عمر گُذاريان،

جان ڪِـي هِـتـ هـُئان، وو،

ڳالهين تنهنجِن ڳاري آهيان،

جان تِـي رتـ روئان، وو.

ڏوريندي مون ڏونگرين،

گهٽا ڏينهن تيا، وو،

پـڌا هـوندا هـوتَ تـو،

جي ”سچوءَ“ سَڏ ڪيا، وو.



# مالڪوس

## داستان پهريون

١

لوڏيندي لامون، ڏاهو ڏار چڙهيو چوي؛
آندو اَتـــم پاڻ سان، نينهن پَريو نامو؛
توڏي ساريو سچڻان، ڪَيم راتيان روانو؛
پڙهِي پروانو، مون کي جلد جواب ڏي!

٢

ڪانگل آيم اَڄُ، پريان سَندي پارَ ڏهُن؛
ڳالهيون ڪيائين سچڻان، سي روح ٻُڌي ڪيو رڄُ؛
پَکيءَ ڪيو نا پَڄُ، ظاهر ڪيائين زبان سان.

٣

ڏاهو اَڄ ڏسو، جي ويڙهي ويڳاٽو وتي؛
پورن مَنجهئون پانهنجي، تو ڏئي حالَ حِصو؛
سَرتيون سُورَ سُٽِي ڪري، هِنَ خيالؤن ڪين کِسو؛
ڪو قريبَن قِصو، تنهن سيکاري موڪليو.

۴

ڪيون وڪاٽيون واتِ، اَجُ ڏاهي ڏارَ چڙهي ڪَري؛
سُٽڻ سان ڪي سَرتيين، لِڳي چُپُ چپُاتِ؛
آتَڻ واريون اتهين، لوٽياٽيون سان لاتِ؛
روئڻ ساري راتِ، هَي هَي سو ڪانگو ڪيون.

۵

گهٽا ڏينهن لڳاءِ، چاهون ڪانگ قريب جا؟
ڪي دم آڏو دوستن جي، پَلِي ڪري پيَڳاءِ؛
هاٺي ڪِي تا تَنُ تڳاءِ، متان جهوريءَ منجهه جهجِي مران.

٦

وات ڪري وائِي، اَجُ پُڻ ڪانگ قريبَ جو؛
ڪِي جو چيائين چُهنبَ سان، تنهن لُچ ڏادِي لائِي؛
اندَر ڪي آئِي، چَڻ چَر چيري سندڙي.

٧

لَئي لامَ لَتو، ڪِي جو ڪانگ قريب جو؛
تنهن لاڪِيٽي جي لاتِ جو، پَوي ڪوند پتو؛
ڪاڪِيون ڪِيئن ڪَتو، پَر اَڻ سُوريون آهيو!

٨

ڪيهي ڪَمَئون ڪانگڙو، اَڄ تو ويڙهي مَنجهه وتي؛
پَسِي تنهنجو حالڙو، ڪاڪيون ڪامَ ڪتي؛
تنهنجي لاتِ لتي، تو جيءَ کي جياپو ٿئي.

٩

اڄ لاتيون ڪانگ لَتيون، سي ڪي سٺو سرتيون؛
جو ڪَهَڻ سان ڪُهيو وجهي، ويڙهي منجهه وتِيون؛
سنديون راز رتيون، تو پُڻ ڪري پڌريون.

١٠

رويو رويو رتُ، تِي پکيءَ پارانيا ڏئي؛
تہ ’پيرين وجهانءَ گهنگهرو، سي چمڪائيندو وتُ؛
’کيئڻ ونِي خطُ، سِگهڙو ساٿيڙا ورين‘!

١١

جو تو ڪانگ چوي، سو سُٺيجو سَرتيون!
وڏيءَ ويل صبحَ جو، تو چڙهيو لامَ لَوي؛
اُلڪي ﷺ نہ آهي، آتڻ، ڪَٺون اِتهون.

١٢

ڏاهو چڙهِي ڏار تي، تو ڏئي ڏوراپا؛
پڌرا ڪري نہ پرينءَ جا، اهو نازڪ نياپا؛
آٽيو اوراپا، ڳالهيون ڳوريءَ کي چوي.

١٣

تِرُ نہ هِڪ توڙي، اَجُ لامين لاکِيٽو لَئي؛
وينو آهہ وڳوڙجِي، کنين کي کوڙي؛
ڳالهہ ڪرڻ کان ڪاڪيون، مُنهن گهٽو موڙي؛
پَر پنهنجا توڙي، چڪيون ڏئي تو چهنب سان.

١٤

سٽيجو سوئِي، جيڪي چوي ڪانگڙو؛
هئين سان هنڊائجو، سرتيون سيوئِي؛
ڪنديون ڪُندن سان وجهان، پکيءَ کي پوئِي؛
جانب ڏنهُن جو ئي، آٽي نياپا نينهن جا.

١۵

آءٌ ڪانگل ڪائِين، تا توتي عطر اوتيان؛
اَچڻَ ٻاجهون تانهنجي، آهيان اُباٽڪ آئِين؛
ڏاها گهٽا ڏانهڙا، متان تون لائِين؛
پير اگڙ پائِين، تہ منهنجو ساهہ سڌير ٿئي.

١٦

ڪانگل آيم ڪالهہ، وٺِي سنيها سَچَٽان؛
محبت ريءَ مقالَ، ڪانہ ڪيائين ڪڏهين.

١٧

ڪي جو ڪانگ ڏسي، ڪالهہ اوڏاهون آئيو؛
پيُس هنياءُ قِسِي، ڳالهيون ڪندي سچَٽين.

١٨

مالهان موتين جون وجهان، پَکيءَ کي پوئِي؛
پِيرين سونا گهِنگهُرو، تا ٿئي سوايو سوئِي؛
سيندو سيڪو ئِي، مَرُ تنهين جو نہ ٿئي!

١٩

پَکيءَ سندا پَر، ڪريان مُرصع موتيين؛
جو آٽي عجيبن ڏنهُن، ڏئي خوب خَبرَ؛
پينر ڙي مون پَر، شال وينو ڪري وائِيون!

٢٠

سنيها جي سچڻان، سي ساري ڏنائين؛
اِئين اُتائين، تہ ’پاڻ‘ نہ آئِج وچ ۾‘.

٢١

اَدا اِيندو تيءُ، وتِي سُکَ سنيهڙا؛
جاءِ ئي تي مون جيءُ، ڏاها جڏهن ڏسانءِ تو.

## ڪافي

۱

ڪالھ جو ڪانگ اُڏاڻي،
پلو، ڪيئن وئين پرين وٽ؟
گھٽي تو سان ڪا ڪَئي، اِگيون يارَ سِياڻي.
پِرينءَ ڪِي تا پُڇيو، ڏيج دلاسو ھاڻي.
ساري مون کي ڏيج سَنيھا، الله ڪارڻ آڻي.
پِرين سندي پارَ ڏي، عاشق چو نہ اُماڻي.
ائين اڏامي اوڏھُون، "سچو" ساھَ سيباڻي.

## ڪافي

۲

لؤن وڃِي ڪيئَن لايَم، پِرين نہ جاتُم پَرديسي!
پُرجھُيم ڪين سَھيلون،
تيلھان آڏو ڏک آيم.
ڏينھن گذريا غم تنھن جي ۾،
ڳالھ جنھن جِي تي ڳايَم.
دانھون فريادون ڪريان،
چو سِڪ "سچو" سيبايَم!

## ڪافي

٣

لَؤن مون سان جا لايَوَ،
يارَ، ويڙهي هِن ويهِي!
دردمنديءَ جِي دِلڙي، دلبر گهُوٽَ اکين سان گهايَوَ
ڳالهه ڪَريان ڀِي ڪيهِي.
مُشتاقَن کي محب مارين ٿو، تَڪَ اِهائي آيَوَ
جيهِي وٽيَوَ ڪَيَوَ تيهِي.
ڳالهه اِنهيءَ جِي سُڌ نہ مون کي، پاڻ پِرين پُرجهايوَ
رمز ڳُجهِيءَ دل ريهِي.
پارؤن پنهنجي ڪيئي قاصِدَ، هِن ڏي هوتَ هلايَوَ
ڏيهه گَڏيا جَڻُ ڏيهي.
دل ”سچوءَ“ جي دلبر سائين، ديدن ساڻ دتاريَوَ
نينهَن اوهانجڙي نيهِي.

## ڪافي

۴

ڪيئي ڏڪ جا ڏينهنڙا لنگهايم،
سُڻ تون مُنهنجا سائين!
ڳالهيون ڪندي مون ڪيئي سِرَ تي ڏڪ جا مينهڙا وسايَم.
پرين اوهان جي پار جا، تي ڏهاڙِي پنڌڙا پُڇايم.
سِڪ اَوهان جي سُپرين، ميان سارا ڏِي سورَ سَلايم.
”سچل“ سي ڏِي آئيا، جَن لَئي فالان روز وجهايَم.

## ڪافي

۵

تون تا پنهنجو پاڻَ پَساءِ،
شوقُ تنهنجو مون کي يار شتابي.
اَچي اکڙين ۾، جوڙي ويهِج جاءِ.
ناميا نانوَ ڏَٽِيءَ جي، پيرَ اَسان وٽ پاءِ.
اَڳي پوءِ پِي آسرو، هوت اَسان کي آهِ.
اَڄُ پِي واٽَ نهاريان، لالن تنهنجي لاءِ.
آءُ اگڻَ آسروند جي، ”سچوءَ“ ڪيم سِڪاءِ.

## ڪافي

٦

هوتَ ڏنئِي هيڏي اِيندا،
ڪيئن ساتِي، مون کي سَچُ چَئو!
هُتئُون پَتِي پَڪَڙا، هِتِ ڪي آڻي اَڏيندا!
پنهنجي وڙؤن پاڻَ سان، هيءَ غريب گَڏيندا.
ڏکَ پائِي سي سُپرين، تورياڻيءَ سان تيندا.
دردمند جي دل تي، دانهَ دستَ ڌريندا.
ڏوڙا طالعَ مون تِين، جڏهن ”سچو“ نانُو سڏيندا.

# ڪافي

٤

يارَ پانڌي، ڙي ميان،
مِيَر ساٿِي، ڙي ميان،
ڪيچيڙا، ٻيليڙا، ڪڏهن اسان وٽ اِيندا!
هوندا اسان وٽ يارَ هميشہ، ڪِي ڏڪَ ڏيئي پوءِ ويندا؟
اِهو اَٿم آسرو، چوري تا نہ ڇڏيندا.
صاحبُ پنهنجي ساٿَ سان، هيءَ غَريبُ گڏيندا.
پَڪا پنهنجا، چئو ڙي ساٿِي، ڪي هِتَ عَجيبُ اَڏيندا؟
”سچو“ توکي سُپرين، پاڻَ اچي هَٿُ ڏيندا.

## ڪافي

٨

تون آهين صاحب صورتَ جو، هِي آهه غلام تنهنجو؛

آهي ذوقُ شوقُ سُهٽا، مون کي مُدامُ تنهنجو.

جي آهن اصل اوهان جا، سي نا وسار جو، ميان،

مون تي آهي مُقرر، سائِين سلامُ تنهنجو.

راتو ڏينهنان روئڻ ۾، هنيَڙو اُداسُ هُيَڙو،

رهبر آڻي رساڻيو، پِريَم پيامُ تنهنجو.

دلگير تون مٿان ٿئين ڪر دور درد کي، ميان،

اول آخر اسان وٽ هوندو مَقام تنهنجو.

رد ڪر فنا فِڪر کي اُميدوار تِي رههُ،

هِت هُت يقين ڄاڻج، آهيان اِمام تنهنجو.

تون آهين اَصل اسان جو، آهيون اسين سي تنهنجا،

آهي قبول ڪُلِي "سچو" ڪلامُ تنهنجو.

## ڪافي

۹

ڏي دلاسو دوستَ هن کي، اَصل تنهنجو آهه، ميان!

هِتَ تي گُذاريان ڏينهڙا، سانولَ اوهان جي ساءِ، ميان.

غصو نہ ڪر غمناڪ سان، نا تہ حالَ هِنَ هاءِ هاءِ، ميان.

دلبر اوهان جي در بنا، جاٽي نہ مُون بِي جاءِ، ميان،

جنهن کي نہ تنهنجي دوستي، آهي اُنهيءَ واءِ واءِ، ميان.

ڏسِي اسان جو حالڙو، تون پير اسان وٽ پاءِ، ميان،

پاڇِي وٺي هيءَ پانهنجو، لالَن پنهنجي ڳل لاءِ ميان.

مطلب اهو محبوب ڪر، طالب نہ هيئن تَرساءِ. ميان،

آهي دم اسان ديدارَ جو، ڪنهن وار تون ورساءِ، ميان.

راتو ڏينهان هُو تا تنهنجِيون، ڳالهيون ويٺو هِتَ ڳاءِ، ميان.

نيڻ کَڻُ نالي ڏٺيءَ جي، هي سگ ”سچو“ سَرچاءِ، ميان.

## داستان پيو

١

پينڻَ ڪِيئن پِنو، هِي جو نامو نيهَن جو؟
جيڪس خُمار ڏنو، هُو جو آيس عَجيبَن ڏنهُن.

٢

پڙهندي پرزو پرينءَ جو، پَلو ڪِيئن پِنوس؟
جيڪس خُمار ڏنوس، هُو جو آيس عَجيبَن ڏنهُن.

٣

روئِي زارو زارُ، پنو لِڪِيُس پريَنءَ ڏي.
ڏِنس خَطَ خمارُ، اَوليءَ عبارَت ۾.

٤

آڻي عبارتَ، اَچا لِکڻ لِڳي پِرينءَ ڏي؛
روئندي پَريون رتَ، اوتڻ پَئِي اَکِيون.

٥

عبارت آڻي، اچا لِکڻ لِڳي پِرينءَ ڏي؛
دِيدن دردائي، اَچِي اوتيا اُتهين.

٦

نِيهُن منَجهؤن نامي، معلوم ٿيو محبوب کي،
تہ بہ پانڌي، پيغامي، وِرهُ وڌائڻ آئيو.

٧

آيو اوڏاهُون، اَج ساڻِي سلامن سان؛
ماريون ڙي مان هون، اها ويل نہ وسري.

٨

نامو راتِ نيو، قاصد پار قَريب جي؛
پورن مَنجهہ پيو، هُتِ وا چِيندڙ ورق جو.

٩

جارؤن لکيم جو، ڪاغذ قريبن ڏي؛
حقيقتِ جا حال جِي، وا چِڻ وينو ڪو؛
پڙهندي پَنو سو، تنهن کي اَنڌيون آئيون.

١٠

عريضو آڻي، ڏنو قاصد قريبَن جو؛
هن ويلي هاڻي، هِيءَ سِر ڪَريان صدقو.

١١

نامو نيندي ئي قاصد واٽَ ڪِري پيو،
تنهن ويلي ويندي ئي، ورهَ وڪوڙيو نڪٽيان.

١٢

پڙهندي پرزو ئِي، وا چِيندڙ وهلور ويو؛
لِڱين لَرزو ئِي، اَچِي پيس اوچتو.

١٣

قاصِدُ ايندي ئي، پيو شوڪارن ۾؛
نياپا ڏيندي ئي، ساٿِيءَ ساهُ مَتي ويو.

١۴

نامو سارو نيهَن، جو پُڙ لِکيو سَڄُڻين؛
راتے برابر ڏِينهَن، مون کي گوندر گذري.

١۵

ڪا جا ڪتابَتَ، لِکِجي آئِي پرينءَ ڏَنهُن؛
”سچو“ سا ثابتے، مون هون وا چَڙ نہ ٿِئي.

١٦

پَني ۾ پيغامَ، ڪي لِکي مُڪا سَڄڻين؛
سي نہ سمجهن عامَ، جي آهن مَنجھ اشارتان.

١٧

ڪِي جو لِکيائون، پني مَنجھ پريتے جو؛
اُهو پَسِي آئون، بيخود ٿِيَڙس سَرتيون.

١٨

ساٿِي ٿِي سونهون، وا چِيندو وَرَق کي؛
سو مَنجھ مطالع مون هون، خونِي خط پِرينءَ جو.

١٩

لِڪُيون لَسَ لَڙهان، ساجَنَ سَلامَنَ جون،
اهو پُرزو پاڻ پَڙهان، ٻُڌايان نہ ٻين کي.

٢٠

مُنجان ڪِيئن لِکِي، ڪِتابتے قريبَ ڏي؛
متان ساٿِي واٺَ سِکِي، ٻڌائِي ٻين کي.

٢١

مــون ڏنهن اَڄ لِکِي، جانيءَ جدائِيءَ مَؤن،
کنئون ترار تِکي، هُئِي ڪتابَتے قريب جِي.

٢٢

لَڙهان لَسَ لِکيون، پِرينءَ پيغامن جون؛
سي رقيب سِکيُون، تو ٻڌائي ٻين کي!

٢٣

رَتے اکين رويو، تِي ساٿِيءَ سَنيهڙا ڏئي؛
نَهريون نچويو، جارؤن جَرُ هاري گهٽو.

٢٤

نِچوئِيندي نُنهَن، تِي پاٽي ڪَدِي پڌرو؛
وجهي ساٿِيءَ سُنهَن، تہ ’تون ڏيج سِجدو سَڄُٽين‘.

## ڪافي

١

ڪوڙي ڪَيئِي ڳالهہ پنهنجِي،
ڪالهہ ڪانگا جا چَيئي مون کي!
جيڪُس ڪِين ڪي ڏُر وئين تون،
واٽَ ڏسِي مُوتيين آهنجِي.
عجيبن جي آڏو وري تو،
ڪَچِي ڪَئِي سا ڪنهن جي!
وري برار وئُون اوڏانهين،
سائِين ڪندو شال سَهنجِي.
تنهن کي سوئِي توڙ رساڻي،
وٺي جو دامَن ڪنهن جِي.
اَصل لاڪُون "سچوءَ" سَيائِي،
طاعت مَچِي آهي تُنهنجِي.

## ڪافي

٢

پِرينءَ هِي پيغامَ، ساري ساٿيا ڏيجو!
ٻانهون ٻڌِي يارَ سَڄَڻ کي، ڏيجو سي سَوَ سَلام!
’ڪڏهن ڪندؤ پارِ اَسان جي، اچڻ جا اَنجام‘!
’درِ اوهان جي يارَ رَسڻ رِيءَ، ٿِئي نہ طلب تمام.
’شوقَ اَوهان جي شورُ مَچايو، ڪياسين هُل هَنگام.
جيهو تيهو آهي اَصل کؤن، ”سچو“ سو گولو غلام.

## ڪافي

### ٣

آءُ اصلَ ڪؤن جو آهيان، گولو غلام تنهنجو!

مون سان وعدو ڪَيَڙئي، ويهي، ڪالهه پَڪي هنَ پيهِي،

ناهيان ڏور اوهان ڪَؤن ڏيهِي، ڪن لايان ڪلام تُنهنجو.

تنهن ڏينهن لاڪون اَجُ تائين، منهنجو ساهُ سِڪي تو سائِين،

پيو اوچتو هَنڌَائين، هن دل کي دام تنهنجو.

چڱ سيي لاڳاپا لاهي، اهو وچڙ تہ واجب ناهي،

اِهو فرض اسان تي آهي، سجدو سلامُ تنهنجو.

ڏايا خوني نيڻ خماريئي، سي ڏاڙي ڪارڻ ڏاريئي،

نيٺَن سان مُلڪَ ماريئِي، هر جا حُڪام تنهنجو.

آئِي سائينءَ ڏهون وراٺِي، پيا خيال ويا اُڪاٺِي،

تون تہ سرور نبي سُياٺِي، ”سچو“، آهي امامُ تُنهنجو.

## ڪافي

۴

اَج تا خبران آيون، دوستے اَوهان جي ديسئون!

وري وسائيندو سِگهڙو،

جاني سو پنهنجيون جايون جايون.

تہ ڪَرَ ويندين نِڪري،

هيئن پُلي ڪينَ پانيون پانيون.

ڏکُ وڏوئِي ڏيلَ منهنجي کي،

وئين تون لالن لايُون لايُون.

راتو ڏينهان روحَ پنهنجي سان،

ڳالهيون سنديوَ تا ڳايون ڳايون.

اَچڻ اوهان جوُن، طَرفے ”سچوءَ“،

جي، شالَ وري ٿِين وايون وايون.

## ڪافي

### ۵

منهنجي اِگهين لِڳي، نہ تہ هاڻي لِڳي،
دل، اَلو، اَلو، تنهن يار سان!
روز اَزل ڪؤن اکيون لايون سي، دوستَ مٺي دلدار سان.
ڪيئِي داناءُ ديوانا ڪيائِين، چشمن جي چَمڪارَ سان.
دوستَن جي در اَچي پيَس، اَصل سَچي اِعتبار سان.
جيڪي ٿئي ٿو جوش وارن سان، سو نہ ٿئي هُشيارَ سان.
ناز نياز جي نيهَن وارن کي، تَڪ ڪيو تَلوار سان.
سِرُ "سچوءَ" ڪيو صدقي سائِين، عقل چَڏي اقرار سان.

## ڪافي

٦

آهي اَنهن اکين کي خاصو خمار تنهنجو!
ويٺو وٺِي آهيان هِتِ، ڪامل قرار تُنهنجو!
هن کي اوهان جي ٻاجهون آهي نہ ماڙ ڪائِي،
هِي تا غريب آهي، اُميدوار تنهنجو.
"تِي ۽ پاڻَ ڪان پَري تون" فرمائيو اوهان جو،
آهي جميل اَصل ڪؤن هي اعتبار تنهنجو.
هِنَ تي ڪَرم وڏو ڪيُوَ، جو درد دل ٻچايُوَ،
ساريان لطف سنياريان، نِي بيشمار تنهنجو.
چاهَون ٿِيو اَوهان جو، دامن لڳي جو آهي،
"سچو" غلام چاٽي، جو داغدار تنهنجو.

## ڪافي

ے

لنگھي ويون ڪالھ قطارون،
ڪونجڙين جو ڪيچ وٺن ڏنھُن، ميان!
ڪنديون ويون ڪيچَ ڏي،
ميان الا! طرحين طرحين تَنوارون.
ويچاريون، ميان الا، ولَرَ ڪيو وڙڪَن،
ڦُٽِي ٽيون سي ڦارون.
ولَرين ڪونجَڙيون، ميان الا،
ڪنھن اَندوھَ اُڏاريون.
اُنھن جي افسوسَ جون، ميان الا،
پونديون ويون پچارون.
اُتَن ڳانا پيتَ جا، ميان الا،
موتين مَڙھيون مَھارون.
”سچو“ ھليو سوز ۾، ميان الا،
لاھِي لوڪَ مَيارون.

## ڪافي

٨

ڳلِي ڳلِي مون تي ڳولِي ڳولِي،
يارَ سچَڻَ تنهنجي ڪارڻ!
ڇڏي لاڳاپا لوڪَ جا، اسان تا ٻانهپَ ٻولِي.
تيَس ديوانِي دوستَ اوهان لئہ، ڪري ڇيهاڙيون ڇولِي.
اچِي اَچانڪ اندر اسان جِي، حُبَ مچائِي هولِي.
اصل لاڪُون آهي اوهان جِي، هيءَ غريبِ سا گولي.

# ڪافي

٩

مون وٽ يارَ پيارا، آءُ تُون پاڻ سُڄاڻِي!
حال مڙيوئي معلوم توکي،
دنيا سا ڪوڙ ڪهاڻي، آءُ تون پاڻ سُڄاڻِي.
ٿيندِيَس گولِي، در در ڳولِي،
جانب ڪاڻِ جوڳياڻي، آءُ تون پاڻ سُڄاڻِي.
سِڪندي تو لئہ سُهڻَل سائين،
روئندي سا راتِ وهاڻِي، آءُ تون پاڻ سُڄاڻِي.
”سَچلُ“ آکي سَهي ڪِيتو سي،
پِرتِ جي ناھ پڇاڻي، آءُ تون پاڻ سُڄاڻِي.

## داستان ٽيون

١

ڪــــي جـــو لکيائين، ســو مُلان وچِي وا چيو؛
هڪ سِتَ پڙهيائين، ٻِيءَ سِتَ سُڌڪن ۾ پيو.

٢

ڪي جو مُحب لِکيو، سو مُلان وا چڻ نہ آئيو؛
پَر هُئڙو اڳے سُکيو، جنهن مطالع نہ ڪيو.

٣

ڪوليو ڏئي خطُ، آيس جو عجيب ڏنهُن؛
روئي اکين رتَ، ڪري مطالع من سان.

٤

پُرزو پڙهڻ آئيو، اُتي مُلان مَسيت منجهاءُ؛
سُورن سندو ساءُ، آيُس سَيڪنهن سِتَ مَون.

٥

هِڪ سِتَ پڙهيائين، تنهن ٻي وا چڻ نہ ٿئي؛
اِئين اُتائِين، تہ هيءَ چَر جيري نہ جهليان.

٦

نامي مَون نِروار، ٿِي هيءَ جَرَ جيري سَندي؛
تنهن پَلڪ پڙهڻ وارَ، ٿيو سَڙِي ڪارو ڪنگرو.

٧

رقعي منجهان رازُ، مڙيوئِي معلوم ٿيو؛
تنهين منجهه نيازُ، طرحين طَرح لِکيو.

٨

پهرينءَ سِتِ سَماءُ، ڏنو وا چِيندڙ کي؛
اُنِهيءَ خطَ منجهاءُ، چِيِيون جيري ڪڍيون.

٩

ڏوڙو ڏکُ پيوس، پَني جي پَڙهڻ سان؛
وچئون ساهُ ويوس، هَي هَي ڪندي هاڪيون.

١٠

جو نامَن منجهه لِکيو، سا هُئي جيري جِي چَر؛
منجهون سيءِ شهر، وا چيندڙ کون لَيِي.

١١

پَنو ڪيرُ پَڙهي، جو پُڻ مُکو سچٽين؛
لکيو منجهه لَڙهي، متان بُڏندڙ بِڏِي مَري.

١٢

وا چيو جنهن ورقُ، جو پُڻ لکيو سَچَٽين؛
سو جَڻ ٿيو غرقُ، دردن جي درياهه ۾.

١٣

سگھي ڪيرُ پڙھي، ھو جو نامو نِيھَن جو؛
سِرئون سِر چڙھي، موجَ متو تنھن ناهِ ڪو.

١۴

وٺِي خطُ ھليو، ساٿِي سلامن جو؛
وڃَ ئي منجھ جھليو، ورھَ ڪُوڙيو واٽ تي.

١۵

وٺِي ھليو خطُ، پانڌي پار پرينءَ جي؛
روئِي روئي رتُ، تنھن ھلندي حال وڃائيو.

١٦

آلو ھُيڙو عشق جو، سو ساٿيءَ ساڻ نِيو؛
اُھو ڪامِي پاڻ پيو، جو ھو خونِي خط پِرينءَ جو.

١٧

ھُن پانيو نامو، پر شعلو ھُئَڙو شوقَ جو؛
جِندُ سارو جامو، تنھن جو سيے سڙِي پيو.

١٨

پِريَن ڏانهہ نيو، تنهن ڪو خط خَبَر جو؛
پڙهندي ڏسُ هِنيو، تنهن ڦڙڪندي ڦاٽِي پيو.

١٩

ڪو نامو نيهَن نِئين، پِريان سندي پارَ ڏي؛
هَلي ساڻ هِئين، مانَ اُنهن کي ارمان ٿِيئي!

٢٠

رهبر روانو ٿيو، پريان جي پارَ ڏي؛
شَل پهچي پَروانو، سلامت کي سَچُڻين!

## ڪافي

١

اوري ڪانگل آءُ،
ڪِيئن جِي خبَر ڏي ڪاءُ!
پريان سَندي پارَ جو، لهي اڄُ سَماءُ.
ڳالهِن تنهُجِن موَن سَريرَ ڪي، اچي منهنجي ساءُ.
مُنهنجو تئي هِتِ ڪينڪِي، پاجهون هوتَ هَلاءُ.
سُورَن ڪارڻ سُڻ ڙي ساتِي، جيڪُس جَٽيم ماءُ.
”سچو“ دوستَن جي دَرَ جو، اَصلون آهہ غريب گدَاءُ.

## ڪافي

٢

اَڄ سَجَڻ پاڻ اِينديِ،
جَن لَئي نِهاريَئي تي واتان!
مَتان لاهين آسرو، حال پائِي اچِي ڏِيندَئي.
عجيبن جي اچڻ جون، مُبارڪون ڏيندَئي.
پَکا پَکن سامُهان، آٿي دوستَ اَڏِينديِ.
مَتان ماندي تون ٿِئين، گوشي پاڻ گَڏيندئي.
توکي جاڻِي پانهنجو، ”سَچو“ ياءُ سَڏيندئي.

## ڪافي

٣

پانڊِي پيغامَ پُهچاءِ، مُنهنجا محبن ڪي، ميان!
اَڪَڙين ڪي اصل ايڏنهن جو، وڏو اوسِيڙو آهـِ.
ڏاها وڃج ڏيهـَ اُنهِيءَ ڏي، جاتي جانِبَ جاءِ.
اَداڙي ساتِي پارَون اسان، پاندُ ٻَچِيءَ ۾ پاءِ.
راتو ڏينهان آهي ڏهاڙيون، هِنيَڙي ڪي هاءِ هاءِ.
دوستَن سَندي درَ جو، اَصلون "سچو" سگـ سَڏاءِ.

## ڪافي

٤

منهنجا واقفَ يارَ،
سدائِين تون جِيئندين!
راتو ڏينهان روح منهنجي ڪي، تنهنجِي سارَ سَنيارَ.
تُحفو هِن ڪي آهي اهوئِي، تنهن جي پيرن جِي پيزار.
اَچڻَ اوهان جي جِي وينا وجهايون، فقيرن ڪَون قار.
ڳالهيون سَنديُوَ ساريو، "سَچوءَ" ڪي اچي تِي اُچنگار.

## ڪافي

### ۵

ياد مونکي اُهي آيون، وو
يارَ ڪَيئِي ڳُجهِيون جي ڳالهڙيون!
اوهان جي پِي، وو، اَچڻَ جون، ٿيون وَري هتِ وايون.
دردمنديءَ جي، وو، دِل کي، وِرهَ وجي ڪِي لايُون.
نانوَ سائِينءَ جي سُهٽا سائين، چِتُ نہ وَڃُ مُون تان چايُون.
آءُ تا ڏينهَڙا گڏ گذاريون، هِتِ ويٺا وِرهَ وَسايون.
ڏوهَن ”سچوءَ“ جن ڏي نہ ڏسو، هِتِ ٿا سَندوَ سَڏايون.

## ڪافي

٦

پورَ پِرينءَ جي هَي ماريان،
عِشق سَچَڻ جي چاڙهيان!
دوستَ بنان درماندِي، دَمُ هِتي ڪِيئن گهاريان.
سِرُ سَچَڻَ تَون صدقي، واريو آءُ واريان.
ڳالهيون ڳُجهَ اَندرَ جون، آءُ پِرين سان پاڙيان.
سِگهو موتِج سپرين، ڏهاڙيُون ويٺِي نهاريان.
محڪم محبتِ وِڌيون، جاڙيءَ متي جاريان.
هو جي ڪَيَم پاڻ سان، ڳالهين اُنهِن ڳاريان.
مَجلِس محبوَبَن جِي، ساعتَ ساعتَ ساريان.
"سچيڏنا" ساهڙَ ريءَ، ڏَمَ مِڙيئِي ڏاريان.

# ڪافي

٧

ٻن جِيَڻ مُنهنجو جيڏيون، سُکَ ڪيها سَچَڻ ري!
سُکَن وڏيَس سَرتيون، آءُ پِريَن ڪانءُ پَري.
ڏُکَ چڱيرا دوستَ جا، جي قادر ڪَرم ڪَري.
سوئِي عاشق ڪوٺجي، جو محبت مَنجهِ مري.
ڪاڪيون مون کي ڪِينڪِي، ٿي ساجَن ريءَ سَري.
جيڪا اَديون عشقَ جي، آئِي هيٺ اَري.
تَنهن جان جُٺو قربان ڪَيو، زُدَون مَنجهِ ذري.
”سچو“ سوز اُنهن جي، ڳاري منجهِ ڳَري.

## ڪافي

٨

هوت ڪڏهن هِتي اِيندو؟
ڪَهڙُ ڪانگا ڪَل ڏي ڪا!

چئہ ڪِي ويهَندو هتهين، ڪِي ساڻ نماڻِي نيندو؟
هيڪندِ اَچي هوتُ مُون، هِن ٿَڪيءَ سان ٿيندو.
پاڻُ پنهنجو سُپرين، ساڻ غَريبِ گَڏيندو.
پَڪا پاڃاٺين ڪي، اوڏا يارُ اڏيندو.
هوتُ پنهنجا هَتڙَ، هن ڏکيءَ کي ڏيندو.
سَنگَتِ پنهنجيءَ سُپرين، ”سچوءَ“ کي بہ سڏيندو.

## ڪافي

### ٩

زار روئِي ڪيم زاري،
دوستَ ڙي توريءَ تا نہ سَري.
محبت تنهنجي، وو، ڪِيَس مستانِي، بارُ بِرهُ جو باري،
دوستَ ڙي چوي لوڪ چَري.
هِن بنديءَ کي، وو، بخش بلوچا سائين، هوت اَچِي هڪ واري،
دوست ڙي سَندءِ ذوقَ ذري.
ميلائي لَڳي، وو، محب اَوهان جي، واجهہ وجهي ويچاري،
دوست ڙي وجان تا مَ مَري.
آهي مِڙيوئِي، وو، توکي معلوم سائين، حال حقيقت ساري،
دوست ڙي وج مَ يار وري.
جيڪِي آهين، وو، سو تا تون هين سائين، حڪم سندءِ آهي جاري،
دوست ڙي پيڙم خَبر کَري.
”سچو“ آهي، وو، اَوهان جو سائين، ڏجو تنهن دلداري،
دوست ڙي وڃن ڳَچَ ڳَري.

## داستان چوٿون

١

ڪاغَذ لکي ڪالَ، مُڪم جو محبوبَ ڏي؛
ڳالهيون سنديون حالَ، ڏِينديون پڙهڻ مان پڌريون.

٢

آيو راتِ رقمُ، مون ڏي محبوبن جو،
تہ ’دوستيءَ وارو دم، ڪڏهن تون نہ وسارئين‘.

٣

لکيو موتي مُون، ڪاغذ قريبن ڏي،
’اَتَم تون هِي تون، ٻئي جو ناهم آسرو‘.

٤

حَبيبن ڏانهُن هِيئَن، اَديون لِکجي آئيو،
تہ ’تون مون سان جيئَن، آءٌ تيئَن تو سان آهيان‘.

٥

نَئون لِکيو آيوم، پريان سندي پار ڏنهن؛
سو لُونءِ پَريو لا يومِ، وٺِي حال هيانوَ سان.

٦

جيڪر لِکي موڪليان، هَي خط هزارين؛
پڙهي مانَ مهنجا پِرين، هِي سگ سنياريِن؛
شَل وار نہ وسارين، اهو اَتَم آسرو!

٧

لکي خط مُنجان، هِي پِريان سندي پارَ ڏي؛
تہ 'منهنجون لکـ هُجان توسان آهن تو جيئن'.

٨

پانڌي پَهچائي، ورُ عَريضو عجيبَ ڏي؛
قاصِد ڪونچائي، متان سورَ وجهين ساهَ کي.

٩

چَئو ڪِيم تِکو، مون کي پارئون پرينءَ جي؛
سرتيون سيې سِکو، جيڪر لائڻ لُونءَ ڙي.

١٠

ليلائيندو آئيو، پانڌي اَڄُ پَراءِ؛
ورتس دردَ ڏُراءِ، جو مَتي وجائي آئِيو.

١١

اَڱيَئون مُحبِ مَتِي، متان ڪا منهنجي ڪَرين؛
وهندو ورُ وتي، ساتِي خبر ڪيئِن جي.

١٢

وچِي ڏيهہ ڏتو، ڪِي تو سندو سچٽين!
چڱِيءَ طرح چِتو، پانڌِي ڏنئِي پِرينءَ کي؟

١٣

سوزَ پري سِڌِ جا هُئِي، سا ساتِي ڪين سِڪيو؛
تـ متان ڏئِي، لَهسَ لِکيو، جو پڻ مُڪو سچٽين.

١٤

سندو رازَ رقعو، آيو جو عجيبَ ڏنهُن؛
سا سِڌَ پڙهندي سَريتون، ڳالهائڻ چِڪو؛
عاشقَ جي ارواح کي، جڙ لِڳو تِير تُڪو؛
مون ڏي مُحب مُڪو، جڙ ساتِي سلامَن جو.

١٥

حَبيبَن هيڪارَ، آئين ورِي موتئيين؛
پاپِيهَلَ پيهارَ، اَچي ويه اکين تي.

١٦

وري ڪانگ وريو، پريان سندي پارَ ڏنهن؛
لامين لِڳِي لُونءِ جو، تنهن ڏاڍو سُر پريو؛
ڪاڪيون ڪنِ ڪريو، جو تو ڏئي سنيهو سَچَٽان.

١٧

سنيها ساري، منهنجا چَوي محبوبَ کي؛
’پرين تُنهنجي پارَ جِي مدت مون وڏماري؛
’مُنج ڏهاڙي مون مَٽين، اهو ڏاهو ڏياري؛
’مَرُ سِگهَڙو سَنياري، ڏئي سِڪ سَنِيهڙا‘.

١٨

سنيهو سان سُورَ، چوي تو چهنبَ سان؛
پَون پاڙيچن پُور، ٻولِي ٻُڏي تَنهن جي.

## ڪافي

١

آءُ ڪانگا ڪا پِرين جي ڳالهه ڪَر
وعدو ڪَيُئِي ڪالهہَ سو پَرحال ڪر!
ڪِيئن ڏٺو تو دوستت منهنجو ديس ۾،
خوش ڏٺو هو ئي يار ڪهڙي ويس ۾؟
سا خَبر مون سان وري في الحال ڪر.
ڪِي پُڇيائون خَبر مهنجي حالَ جي،
ڪي ڪَيَئي آگاهہ هِن احوالَ جِي،
سو مون سان ڏاها اِهو اَحوال ڪَر.
هت فراقَ آهي ماريو، مان ٻيو چا چوان،
سور منهنجي ساهہَ کي نِت نِت نوان،
آءُ ادا خاطر مهنجِي خوشحال ڪَر.
ڪِي اُڏاٽو هُئين پرينءَ جي پارَ ڏي،
ڪِي نياپا هِي نِيا هُئي يار ڏي؟
ڪا مَدد مُنهنجِي ادا الحال ڪر.
دوستن جي منجهہ حضور حاضر ٿئين،
زاغ زاريءَ مَون نياپا هي نِئين،
لِڱ سائينءَ سارو، ”سچوءَ جو سوال ڪَر.

## ڪافي

٢

اي پِرين تُون پاڙ پنهنجا، قولَ جي تو ڪالهه ڪيا!
مَنجهه جدائِيءَ تانهنجي، هِتي اَسان هِي حال ڪيا.
مون تا مِلڻَ لئہ تانهنجي، ڪوڙين ڪهڙا تي خيال ڪيا.
حالَ مُنهنجي ڪي ڏسي، ڪيئن پلا تو پالَ ڪيا.
سڏ ”سچوءَ“ سڪ سوزَ مون، جاني اوهان ڪي جالَ ڪيا.

## ڪافي

٣

مُنهنجو هاڻي مون وٽ اِيندو، هاريون واقف حالَ جو!
ڪينَ ڇڏيندو ڇَپَرين، نال نِماڻِي نيندو.
شالَ مقام مُئِيءَ جو، تَر وچِي نِي ٽيندو.
درسن سندو دائما، ڏاڻ ڏکيءَ کي ڏيندو.
”سچو“ پار پرينءَ جي، وره وارو ڪو ويندو.

## ڪافي

۴

هِن غريبَ جو حالُ، توکي مَعلوم آهي!
صدقي ڪنديَس سِر سائِين تَون، ٻيو سيڀ مِلڪ ۽ مالُ.
دوستَ اَوهان ريءَ ديس ۾، جيَڻ آهي جنجالُ.
چَئي ٻُڌايان ڪيترو، آرياڻِي اَحوالُ.
مَج ”سچوءَ“ جو سُپرين، سائينءَ لڳي سوال.

## ڪافي

۵

پرديسِي گَڏيا دوستَ لَتو هِجر هلاڪِي،
آيا اڱڻ مُنهنجي، جن ڪيو هو فراقِي.
جَن ڪاڻِ سڪيَس سالَ، ويٺي واٽڙين تي،
مون ساڻ اَچِي پاڻ، تيا محبَ ملاقِي.
پَرديس لَڳ مون تي، پانڌي روز پچايا،
مون کي ڪانَ پَئي خَبرَ، اَچِي سي تيم اوطاقِي.
پيغامَ پَهرِيئون پانڌن هَٿَ پاڻ مُڪائون تي،
هاڻي هڪُ تيا مون سان، جي يارَ هئا ياڪِي.
آهي سَڳ ”سچو“ دوستَ جي در جو اصلَ کَون،
تنهين ڏيَڻ ڏوراپو، ناهي مَستُ ميثاقِي.

## ڪافي

٦

تون تا وسين مُنهنجي مَن،
ميان تو کي چِئِي پڏايان چا!
هوتَ سنديوَ آءُ حاضِري، پيون سي ڏنڙم پَن.
مقصد منهنجو تون ٿئين، پيا ڪَعبي نيتَ ڪَن.
آءُ گهٽو گهورِي تَن جِي، ڪيو سرُ صدقي جن.
عرضَ الاهُون عاجزن، ڪوهُ نہ ڪرين ڪَن.
اَڪيُن عامُ نہ آوُڙي، تو کي جانِي ڏِنو جَن،
آهي ”سچوءَ“ کي سدا طَلَبَ توهان جِي تن.

## ڪافي

٧

يارَ اسان کي ٿيون مارين،
تنهنجيون اَلغرضايون!
انهُون دانهُن تي، سائين هِي ڪميٽيون ڪارين.
باهيون تنهنجي بِرهَ جيون، پارڙَ دل ۾ پارين.
ڪِيئَن جو ڏنئون خَبران: ”سچو“ تو هُتِ سارين.

## ڪافي

### ٨

جڏهن پرِيَن پاتيم جهاتِي،

تڏهن حاجَت ناهي حج جي!

اَچڻ ساڻُ اُنهن جي يارو، عشقَ ڪئِي اثباتي.

سڀ ڪجھ تيڙم حالون محرم وسريَم ذڪر ذاتِي.

چوريءَ چوريءَ يار سَچڻ ساڻ، ڏس "سچو" دل ڦاتي.

## ڪافي

### ٩

دوستَ تُنهنجي در جي،

هيءَ ڳالهه آءٌ ڪنهن سان ڪريان!

ڇڏ پِرين پَرڏيهہُ تون،

ميان، ڏکَ اَوهان پاڄهون ڏريان.

دوستَ رهہ هِن ديس ۾،

ميان، سرُ منجهُون سوُرن پَريان.

لَڪَ سَيَئِي ويتي لنگهيَس،

ميان، پوريم اوريان پَريان.

ساڻ چرخي چتَ جي،

ميان، ورهَ جا ڌاڳا وريان.

سِرُ ”سچو“ چَوي پانهنجو،

ميان، دوستَ تو آڏو ڌريان.

## داستان پنجون

١

ڏار چڙهِي ڏاهي، ڪِي جو چيو چُهنب سان؛
اِهو مون آهي، آڌرُ ڙِي اَرواح ڪي.

٢

ڏاهو ڏار چڙهِي، لَسين تو لاتيون ڪري؛
ڪو نئون سبق پڙهي، اَڄ پڻ آيو اوڏنهون.

٣

ڏاهو مَتي ڏارَ، عجب اڄ لاتيون ڪري؛
تو ”سچو“ ڏئي سنيارَ، پريان سندي پارَ جِي.

٤

ڏاهو ڏار چڙهِي ڪري، ڪِي تو چهنب ساڻ چوي؛
اَديون سيے اُهي، آهيو ٻُڌڻ واريون.

٥

چهنبَ ساڻ چوي، ڪِي پيو ڪانگل ڪاڪيون؛
پورڻ مَنجه پَوي، تو سُٺِي ساهُ سنهيڙو.

٦

مُحبڻ ڏنهن مَسين اڄ پڻ ڪانگل آئيو؛
لاتيون واهَ لَسين، ڏاهو ڏار چڙهِي ڪري.

٧

لاتيون ڪنديئي، ڪانگو هيئي ڪري پيو؛
هَي هَي هَنديئِي، ساتيءَ ساه متي ويو!

٨

ڪَهيو هِيئن ڪانگي، آئون چيائين چهنبَ سان؛
تہ 'سچڻ ڪنهن سانگي، وري ايندءِ اُتهِين'.

٩

چهُنب ساڻ چيئِي، ڪا جا ڪانگل ڳالهڙي؛
ساري آتڻ سان انهيءَ، ڪَهڙي ڏِسُ ڪَئِي؛
پُورن منجھ پيئِي، سڀ ڪنهن اَئڻ ڦتو ڪيو.

١٠

ڏاهي چڙهي ڏار تي، ڪا جا لتِي لاتِ؛
ڏکے ڏنائين سڀ کي، وائِي آٽي واتِ؛
پَيون ۾ هيهاتِ، آتڻ واريون اُتهين.

١١

ڏاهو چڙهي ڏارَ تي، ڪري هيءُ مذڪور؛
سنيهَن ۾ سورُ، چوي تو چهنب سان.

١٢

سُٽو سنِيها سَرتيون، تو چڙهيو ڏارَ ڏئي؛
سارو ساهُ نئي، تو نازڪ نِياپَن سان.

١٣

ڏاهو ڏارَ مٿي چڙهيو، تو ڪري بِرهَ بيانُ؛
آتڻ تي احسانُ، ڪري ڪلامن ساڻ تو.

١٤

ڏاهيون سيِ ڏسو، جو آيو ڪانگ قريبَ ڏنهُن؛
وڃي جان جٿو، نيو نياپَن ساڻ تو.

١٥

وتيون ۾ ويڙهي، تو ڪاريون ڪانگ وهائي؛
روحُ نئين ريڙهي، سيِ ڪنهن جو سرتيون.

١٦

ريڙهيون روح نئين، پَسو سَيِ جو پاڻ ڏي؛
سنيها جي سَڄَڻان، سي چڙهيو ڏار ڏئي؛
آتَڻ ۾ افسوس ٿيو، تنهن جي پيرَ پِئي؛
ڪَتي سگهي ڪانڪا، ڪَؤن وهلور وِهي؛
ڪهِڙيءَ طرح ٿئي، وري سَنباهو سَرتئين!

١٧

ويس تَندُ ڇڇِي، پَهو پتِ ڪري پيو؛
سُٽِي سَنيها نيهن جا، پَئِي جهوريءَ منجهه جهڄِي؛
اِنهيءَ يَتِ يچِي، پيسَ روئندي ڪپڙا.

١٨

ويڙهي وتندي ئِي، ڪانگي قهر ڪمائيو؛
ڪاڪيون ڪتندي ئي. پَيم پورُ پريان جو.

١٩

صدقي ساهُ ڪريان، هِنَ ڪانگِي تَون ڪاڪيون؛
جي ڏئي سنيها سَڄَڻان، سي سانيي ساه ڌريان؛
پلي پيرَ پَريان، اُنَهيءَ ويلي اوڏهِين.

٢٠

آڻي ڪانگَ ڏنياس، ڪتابَتَ قرَيبَ جِي؛
پَهو ڪتيندي پَٽَ پِيُس، چوهون تَند چِتُياس؛
پيچون پيچ ٿياس، روئندي چولي چِڪَ ۾.

٢١

هَلِي ڪانگي هِڪَ، ڪا جا ڪَيس ڳالهڙِي؛
تنهن مامَ پُڌَڻ سان روئندي، چولِي ڪيائين چِڪَ؛
سَنيهي مَون سِڪَ، پاڻهِي ڪيائين پڌري.

٢٢

ڏاهي چڙهي ڏارَ تي، ڪا بولي هيءَ بولِي؛
سا پُڌي روئِي رتَ سان، چِڪَ تيس چولِي؛
چڻ هنيڙي ۾ هولِي، تنهن آڻي هِندن جي هنئي.

٢٣

سَچڻ ڏنهُن سَنيهَ، تنهن آڻي آتڻ ۾ ڏنا؛
چڻ ڏنائين سَين کي، چُريءَ ٻاجهون چيهَ؛
ڏکے پَريائين ڏيهه، ماريو اِنهيءَ مام سان.

٢٤

سُٽو سَنيهه سَيي، ماريون مَحبوبن جا؛
لَکن مَٽجهه لَيي، ڪا سوُرائِتي سارَ سان.

## ڪافي
١

آءُ تا ڪالھَ اُڏامِي، وڃي پِيَس پرين وٽ!
ھٿ قبوليم تَنھن جِي حلقہ بگوش غلامِي.
مِهر متو ئِي ناھ ڪو، عاشقَ تِج تون آرامِي.
اصل لاڪُون اُن جو، ھِي پاڇِي آھي پيغامِي.
ويَس برابر اوڏھِين، ويٺيس ڪين وسامِي.
مونکي ڪيائون پنھنجو، ”سچو“ يار سلامِي.

## ڪافي
٢

ڪڏھن اِيندين ھِڪُ ٽِيندين،
نت نھاريُون سنديَئِي واٽڙيُون!
سانوَلَ ڪنھين سانگَ سان، اگڻ اسان جي ايندين.
اِھو اٿئون آسرو، بَديون تا بخشيندين.
ڪَنھين ڏينھن ھِن ڏکيءَ کي، دوستَ دلاسو ڏيندين.
پرين نيندين پاڻَ سان، ڇپَر تا نہ ڇڏيندين.
توري گھٽي ڏينھَڙي، گولِي ساڻ گَڏيندين.
پَکا پَکن سامُھون، اوري آٽي اڏيندين.
سو ڏينھُن ٽيندو ڪھڙو، ”سچو“ ڪري سڏيندين!

## ڪافي

### ٣

مَنُ موهي منهنجا جانِي،
گهٽا لايَئِي ڏينهڙَا!
صورتُ تنهنجي سُپرين، مورت ڪئِي مَستانِي.
پِرين اوهان جي پار جو، گوندر ٿيو گُذرانِي.
روز اَزل ڪَون ڏنُوَ اسان کي، نيهن پنهنجو نِيشانِي.
اڱڻ اسان جي آءُ پيارا، محب ڪريان مهمانِي.
پيريءَ جا ”سچو“ ڏينهن وسارج، ٿيئِي جَمالُ جوانِي!

## ڪافي

### ۴

يارَ سچڻ ڪيئن سَرِي، تو کي اَسان ٻاجهون!
اسان نِماڻَن ڏي سهٽا سائين، دوستَ نِهارج وري.
توکي قدر ناهي ڪو، پَلو، چيتڪ ڪِيڙس چَري.
اَچي ”سَچوءَ“ جِي ايڏهين، سَندي دزَ ذِري.

## ڪافي

٥

ياد مون کي اَڄُ پيون،
مِٺيون ڳالهيون سُهڻا تُنهنجيون!
رهيون آهن روحَ منهنجي ۾، ڪين وسرِي سي ويون.
ويٺا ڏسون ٽا واٽ اوهان جي، دوسَتَ دلاسو ڪو ڏيون.
”سچو“ آهي سَڳ تنهنجي جو، ميان نالِ نِباهي سو نِيون.

## ڪافي

٦

مون سان تو ڪَيون ڪيون، سُهڻا اُهي ڳالِهيون ڳالِهيون!
سي نہ وڃن وسري، پلو ميان،
چڱيون اَوهان جي چَيون چَيون.
اوهان پاجهوُن سُپرين، ميان،
نِيهن وهايون نَيون نَيون.
لِڪُون ڪيون سين لوڪَ کَون، پلو ميان،
پَٽر اُهي اَڄ پَيون پَيون.
ڳجهيون سي ڳالهيون يارَ ”سچوءَ“ کَون،
ڪين وسري سي ويون ويون.

## ڪافي

٤

آءٌ تا تنهنجڙِي آهيان، يار مون کي چو تو ڇڏين!
تون تا منهنجو آهين اَصل کَون، ڪنهن نہ ٻَئي در ڪاهيان،
هوتَ اِيندي هِتِ ڪڍين.
آءٌ نماڻي عيبن هاڻِي، سَگَ نہ ساڻُوَ ساهيان،
پَکا اوري آڻي اَڏين.
توڙي سُڃاڻِين توڙي نہ ڄاڻِين، لالچ تا ٻِي نہ لاهِيان،
ساڻ گولِيءَ پاڻ گَڏين.
آءٌ تا ٻانهي تون تا سائين، آءٌ غريب سا ڇاهيان،
نانءُ ”سچو“ ڪري سڏين.

## ڪافي

٨

انهن جادوگر چشمن بيران ڪيو سين!

اِنهن نيڻن سندي نازن حيران ڪيو سين!

راتو ڏينهان دل کي هيءَ آهي پريشانِي،

اُنهن غَمزن ڳُجهن رمزن ديوان ڪيوسين.

هَي هَي هيءَ فرياد وي يارو، ڪنهن کي سُڻايان،

خونِن هِن خمارن، مَستان ڪيوسين.

ميدانَ منجهه ”سچو“ تَهَ دليون آيو آهي،

اِنهن تارن سَندي تِيرن نيشان ڪيوسين.

## ڪافي

۹

زاريون ڪَيو زار زار، ميان،

ويٺي روئان، ٻَڙي جيڏيُون!

ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان،

ياڪِي سو تيڙم يارُ، ميان.

راتو ڏينهان ڳالهه اِنهيءَ جو،

جيڏيون ڙي جِيءَ کي جار، ميان.

پاتو اَتم لَڳ پرينءَ جي،

ڳَلِ هَنجُن جو هارُ، ميان.

عاشقن کي سوز ”سچو“ ڙي،

آهي سَدا سِينگار، ميان.

## داستان ڇهون

١

آءُ ڪانگا ڪارون، تو سان ڪيان ڪيتريون؛
جو پَهچائين پيغامَ تو، پريان جي پارون؛
ڪي "سچوءَ" سنياروں، تو ڏاها ڏهاڙي ڏئين.

٢

ڪارون ڪِيئن نـ ڪريانس، جو تو ڏئي سَنيها سَڄڻان؛
پُئي پَر پَکيءَ جا، ساڻ جواهِرَ جَڙيانس؛
موتين ۽ لَعلن سان، پينَر ڪنيے پريانس؛
پيرين دستے ڏريانس، جو آه نياپا ڏيندڙ نِيهَن جا.

٣

پَکِي سو ئي پَرَ، تو اُڏري پار پِرينءَ جي؛
خوشيءَ جِي بہ خَبَر، مانَ وٺِي اچي ڪا اُوڏهون.

٤

چڙهيو لامَ لَنئي، اَچ تو ڪانگل قريبَ جو؛
سنِيها سَڄڻان، سي ڇهنب ساڻ چَئي؛
پورن منجهہ پَئي، تو ساهُ منهنجو سَرتيون.

٥

چڙهيو لنئي لاَم، تو بوليون باجهاريون ڪري؛
ڏئي سَنيها سَڄّڻان، تُريو مَتي تامَ؛
ماريون ماري مامَ، جا تو ڏئي لِڪائي لوڪَ ڪَونن.

٦

پِريان جا پيغامَ، تو ڏئي مِڙيئي مامَ ۾؛
سَوين مُنجَن سَلامَ، جو ڏاھو ڏاھَپَ سان ڏئي.

٧

چِپيو رھي چانيين، تو ڏئي سنيھا سَچَٽان؛
آيل اولانيين، تو ڳالھائي ڳُجھ ۾.

٨

سِگھو اُڏامِي آءُ، تون پَکيڙا پِريَن جا؛
سيِي ڪنيِي ھريان تانھنجا، ساڻ جواھر جَڙاءُ؛
عِطر ڪتوري اوتيان، پيا ماٿِڪ تو مَتاءُ؛
ساري سنيھاءُ، ھي آٿي ڏيج عجيبَ جا.

٩

ماريون مامَ منجھي ھِي تو تُريو تاريءَ تي چَوي؛
سَچڻ ڏانھَن سنجھي، ڏاھو ڏکِي آئيو.

١٠

آٿي ھانگ ڏنوس، ھو عريضو عجيب جو؛
پينرَ سَيِي پنوس، ڳاريندي ڳوڙھن سان.

١١

مون ڏي ھالھ مُھو، دلبَرَ دلاسَن جو؛
سندو رازَ رقعو، سو پڙ وا چيو وھسان.

١٢

واچيندي وياس، هاريون پنهنجي حالَ ڪَون؛
نامي تنهن نِياس، پاڙ لکيو جو سَچِٽين.

١٣

ڪانگا ڪتابَتَ، ساري سارج ساهَ سان؛
اِها اَمانَتَ، ٻئي ڪنهن عامَ نہ آچِئين.

١٤

ڪٿرريءَ ۾ ڪَنيَ، لويان لاڪيٽي سَيَئِي؛
جو ڳالهيون ٻُڌي تانهِجيون، چِپَرؤن وهن چِنيَ؛
تا پُڙ اُتي تَنيَ، ويهو تو وايو ڪري.

١٥

اَج نہ انهيءَ ڏارَ، لامين لَنوين ڪانگڙو؛
جيڪس پِريان پارَ، ڏسندي سو ڏکَ پَريو.

١٦

زاغَ نہ تيءُ زبون، ونءُ اُڏامِي اوڏهين؛
نہ تہ خاصو مُنهجو خون، پوندو ڳِچِيءَ تانهنجي.

١٧

ڪاغذ قريبَن جو، اج مون ڪي آئيو؛
ساجن ڪيو سعيو، اَچڻ جو هن پارَ ڏي.

۱۸

لِڪو ۾ لامين، تو لاڪِيٽو لاتيون ڪَري؛
ٿهڪندو ٿامين، ڏئي سنيهو سَچَٽان.

۱۹

چڙهيو مَتي چانيَ، ايئن چوي ٿو جيڏيون؛
'ڪج سِيني ۾ سانيَ، ساري سَنيهن جِي'.

۲۰

ساري ڳالھ سَچِي، ڪانگي ڪئي قريبَ جِي؛
ريهي دل رچِي، تنهن نازڪ نياپَن سان.

۲۱

آٽيو ڏنا ڪَر، ساٿِي يارَ سَنيهڙا؛
منهنجي پاروُن پَڪِيَڙا، وڃ دوسياٽي در؛
جو سِڪَ آهي مون سَر، ميان محبوبَن جِي.

۲۲

ڏنا ڪَر آٽي، سدا سِڪَ سَنيهڙا؛
هِينئڙو مون هاٽي، آهہ "سچو" سوداءُ ۾.

## ڪافي

١

مانَ پرينءَ پَهچائِي، هِي نياپو ڪو نيئِي!
ڳِچِيءَ پائي ڪپڙو، پاڇياڻي پَرچائي،
حال ڏسي وڃ هيئي.
پرين ڏسج پاڻ ڏي، چِتُ نہ وڃُ مون تَون چائي،
يارَ اسان ڪان پيئي.
الله ڪارڻ آءُ تون سائين، ٻانهِي تِي ٻاڏائي،
بخش اسان ڪي پيئي.
اوهان ٻاجهون سُپرين، ويٺي سو ورهَ وسائي،
ڪانگ اڏائي ڪيئي.
در اوهان جي جي دلبر سائين، ”سچو“ تو سگ سڏائي،
ٻَڌِي ٻانهون ٻيئي.

## ڪافي

٢

هِنيون هوتَن هٿ آهي آهي،
ڪيرُ چوي تا ناهي ناهي!
فَهَمُ فراستَ، عقل ارادتَ، نيهَن بِنا ناهي ناهي.
مست ٿيا مخمور اٿاهِين، ڳَل نہ پئِي ڪنهن ڏاهي ڏاهي.
ڏوڙا طالِعَ تين اُنهن جا، يارُ جنِهان نون چاهي چاهي.
وسُ مِڙيوئيي يارَ سَچَڻ جو، هيءَ نماڻي چاهي چاهي.
سَڳَ سِياپو يارَ سَچَڻ سان، ڪير "سچيڏنا" ساهي ساهي.

## ڪافي

٣

آءُ اسانوٽ يارَ تون، آهي هِتِ اَسان جو حالُ هِي!
اُباڻِڪو آهيان گهڻو تو ريءَ پِرين پرديسَ ۾،
آءُ مِڙيوئِي، معلومُ ڪر، عاشق سَندو اَحوالَ هِي.
آهِ اوسيڙو اوهان جو، شب روز اکڙين ۾ ميان،
جانِي سَندءِ مون جاڳندي، آهہ خواب ۾ بہ خيالَ هِي.
دوستَ تُنهنجي درَ اُتي، دونهين وجهي ويهِي رهان،
منهن ڏيکارج محب مون کي، نہ تہ آهہ ويهڻ هتِ وبال هِي.
دردمَند جي در پيهِي، آءُ دوستَ دل خوشحال ڪَر،
صدقي ڪريان سِرُ ساهَ سان، چا مِلڪ ۽ بيو مالُ هِي.
ويٺي نهاريان واٽَڙي، تنهنجي اَچڻَ لئہ ميان،
لَهُ سُڌِ سَنديمَ ساجن اچي، نہ تہ آه جِيڻ جنجال هِي.
پاٹون پَري نہ ڪريو مون کي، ڪي دوستَ دلداريون ڏيو،
هوءَ تون سَدائِين ساڻ مون، آهي ”سچو“ جو سوالُ هِي.

## ڪافي
### ۴

آيو مُنهنجي گهر يار،
جنهن جي ڪارڻ مون تي ساتي سَنياپا!
در پيهي مون آئيو، اج دوستڃ مِتو دلدار.
سوئِي گڏيو سُپرين، هو جنهن جو جيءَ ڪي جار.
بلڪل ڪيائون پانهنجو، ڏنائون قول قرار.
معافے ڪيائون مِهَر سان، مون تي هُئو ميار.
”سچو“ سرهائِيءَ ۾، چڏ روئڻ زارو زارُ.

## ڪافي
### ۵

راتِ پرينءَ ڪاتي پيئي، اڙي ساتِي سُد ڏيجو!
پُڇاڻان پِرينءَ جي، حالُ اسان هِتے هيئِي،
ساٽو تَڪيءَ هِڪ تيجو!
پَسَڻ ڪارڻ پرينءَ جي، ڪانگے اُڏايم ڪيئي،
نال وٺي هيءَ نيجو!
عرضُ آرياڻيءَ ڪي، نانءَ ڏٽيءَ هِي نيئِي،
پانهون بَڌِي چڱيا چيجو!
”سچو“ پاران ساتيو، ڪين ڏوراپا ڏيئي،
پيرين پانڌيو وجي پيجو!

## ڪافي

### ٦

دوست دلاسا ڏيئِي، ڏک ڏوڙو وِري ڏيندئِي!

متان ويهين ماٺ ڪري، يار سَچَڻ سان تو پيئِي،

سان نيڻن دل نيندئِي.

مون تا ڏنا ڪيترا، ماريا سي ڪَجلين ڪيئِي،

اڄ صبح تو وٽ اِيندئِي.

”سچو“ آڏو سَچڻان، پانهون پڏي آءُ پيئي،

سيُ بديون بخشيندئِي.

# ڪافي

٢

هِيئَن مَ وڃُ تون ماريون، هوتَ نماڻِيءُ کي، ميان!

سِڪ تُنهنجيءَ سُپرين، ڪوڪان هِن ڪي ڪاريون!

پِرين پَري ڇو وڃين، ٻارڻ دل ۾ ٻاريون؟

ٻاجهہَ ٻاروچا تو پوي، سُڻِي ضعيفہ جون زاريون.

جايون ساري جيءَ ۾، ورهہ اَوهان جي واريون.

ميان مشتاقن جون، سَهُہ آرياڻي آريون.

سڪ اُتي تيو سُپرين، ڏک هِتي ڏيهاڙيون.

راتو ڏيهان تو روئي، ”سچو“ تو کي ساريون.

## ڪافي

### ٨

سَچَڻَ تُنهنجو بِرهہ باري، اَسان جِي ساڻ تو ياري،

آءُ تا پانهِي تون تا سائِين، ٻڌي پانهان ڪِيم زاري.

اَچانڪ لَنئ جا تو لائِي، پئِي، تا ڪَلَ نہ مون ڪائِي.

وٺيئي جائِي ڪَيئِي سائِي، پاتِي سُون ڳل ڳچيءَ ڳاري.

وڏو سين طلبَ ۾ توئِي، نہ هو هِتِ حال مون ڪوئِي،

چوان هِي حال ڪنهن روئِي، معلوم آهي تو کي ساري.

آلانيِيون عشقَ جي لايون، ويون وسري سَيئِي وايون،

اسان جي طرف ڏي آيون، ڪئِي سڀ لوڪَ بيزاري.

لِکان ڪيئن ڳالهہ هِن دمَ جي، ڏاڍي آهي راهَ هِن غم جِي،

ملامَتَ ڪُل عالم جِي، اَسان تا اَصل اِختياري.

”سچو“ ڪَر سَوَ شڪرانا، پُڇِي تا بِرهُ بيگانا!

توڙي هِتِ سي ٿيا ديوانا، مليوسين دوستَ هِڪواري.

## ڪافي

٩

يارَ مرشِد تنهنجون ديدان،
مشتاقن کي مارنِ تيون!
ڇڪي تہ هٽڻ تيون چوهَ منجهاران،
ڪانُ بتيءَ جو بَڇائن تيون.
ڏسڻ سان ڏور وجهن تيون،
دام دلينِ جو دٻائن تيون.
شهبازن جان ڪَرن ستونا،
گهورَ اُنهيءَ سان گهائِن تيون.
جاڏي چڙَهن تاڏي بِره بُراقان،
پير رکيب نہ پائن تيون.
"سچو" جهڙا سَوين هزارين،
ڪي ئِي ڪُرنش منجهہ ڪنبائِن تيون.

## داستان ستون

١

چڙهيو سَر چانيين، لَنوين جي لاتيون ڪري؛
تہ ’سنيها سانيين، جي ٿا مُڪَئي سَچڻان‘.

٢

تڪيو تي تاريءَ، لَنوين جي لاتيون ڪري؛
ڏئي سان زاريءَ، اُپي سنيها سَچڻان.

٣

پارانيا پويون، وجهي ڳوري ڳچيءَ ڪانگ جي؛
ڪڏي آبُ اکين مان، نيهين نِچويون؛
لڙڪن سان لويون، تي هئين لائيس هتڙا.

٤

چڙهيو ڏار ڏئي، سنيها جي سڄڻان؛
تو چَڙ روح رڳُن مَون، نياپن ساڻ نِئي؛
جٿو جاءِ ٿئي، سٽين پارانيا پرينءَ جا.

٥

اَڄ ڪانگل آيو، ماڻ ڪندي مونجهہ مَون؛
سو تا منهنجي ساهَ ڪي، سرتيون سيبايو؛
هيڏي هَلايو، اڄُ محبوبن مِهر سان.

٦

اَڄ ڪانگا ڇئه ڪِيئن، سَرھا ڏنئِي سُپرين؟
حالَ اسان ھِتِ ھھڙا، ڪي ھُتِ ٻِي ھُئا ھِئين!
جھامَ ڏئي جھُڙ جِئين، تِيئن تِي اوتَ اکين جِي.

٧

ڏاھا تِيءُ نه ڏور، ويھُ مون ڪي تي ويجھڙو؛
ڪر ڪالھوڪِي ڳالھڙي، جان ھُئين رات حضور؛
دوستَ اڳين دستور، ڪِي تعِظيمان توڪي ڏنيون؟

٨

زاغ زبانون ڪدي، اِھائِي وائِي؛
’پِريان سندي پار جِي، آھه تو ڪي واڌائي؛
’پڇِي حقيقتَ حالَ جِي، ھُتِ ساجن سَيائِي؛
’ته ڪِي عاشق خوش اسان جو، ڪَل ڏئين ڪائِي‘!
مون سان بيحد ڀلائِي، ڪَئي پرينءَ پاروُن تانھنجي.

٩

الله لڳي اُڏام، تون موتي محبوبن ڏي؛
وڃِي ڏيج پِرينءَ کي، اِھو پاڇِيءَ جو پيغام؛
ڪري قدمن تي پَئي، سَوَ لک ڏيج سلامَ؛
آھي اوھان ريءَ سپرين، ھِتِ مِڙيوئِي ماتام؛
’اچڻ جو انَجام، ڪَر سِگھو طرف ”سچوءَ“ جي‘.

١٠

نا تہ مري ويندو هيءُ، الله لڳي اَچيج تون؛
تو تَون آهي هڻ جو، جانِي، صدقي جيءَ؛
لاهِہ فراق فقير ڪَون، والِي ويجهو ٿيءُ؛
تون پڻ ان جو ٿيءُ، جو نوڪر تنهنجي نانوَ جو.

١١

سَيئِي ڏيج ساري، سنيها ڪي سَڄَڻان؛
'اوهان پاجهون سُپرين، هُتي گوندرَ گذاري؛
'گهَڙِي نا گهاري، ميان محبوبن ري'.

١٢

پَڪِي سوئي پرَ، اَج اُڏاڻو اوڏهين؛
رسيو وڃي اُتهين، سو پانڌي منجھ پهَر؛
آڏو عجيبن جي، ڪيائين سڀ خبَر؛
'هُتي عاشِقَ ڪي اَوهان بنا، هِنيڙي منجھ حَشَر؛
'تو اوتي اکڙين مَون، باراني بَحَر؛
'هاڻي ڏيو دلاسو دلبر، متان عاشق اُتي مَري وڃي'.

١٣

ڏار چڙهيو ڏاهو، تو ڏئيم دلاسان دل کي؛
تہ 'صبح سانباهو، هو اَچڻ جو عجيبَ کي'.

۱۴

پکيڙا پُويانءِ، لَڙهان موتين سَنديُون؛
آءُ اُڏامِي اوڏڙو، تا جهوليءَ ۾ جهوليانءَ؛
سَيَئي ڪنيي ڪتوريءَ ۾، لاڪيٽان لويانءِ؛
پوءِ سارو سَمهويانءِ، هِڪ هِڪ ڪري هَٿَن سان.

## ڪافي

١

آيا ڏٺوَ، آيا ڏٺو، جڏهن ڪي پانڌي آيا!
پرينءَ ڪي هِن پارَ ڏي سَلِ ڪي ساٿِي، سَعيا!
طرفے اسان جي ڪَهُ ڙي ڪانگلَ، ها روح سندن جا رايا!
وري سگهو ميان ونءُ اوڏاهين، جو سُورن اَسين ستايا.
”سچو“ ساري ميان گهٽو سنيارَ، سَجَڻ ڀِي ڪي ئي سِڪليا.

## ڪافي

٢

چَشمن يارَ جي مون تي، جڏهن جا چوٽَ چلائِي!
درد مندن جِي دل اَچانڪ، آٽي عشق آڙائِي.
اسان نماڻن تي روز ازل ڪَون، چَؤ، تَنهن جي حُسن هلائِي.
بنِهي اکڙين سيفے ستم جِي. چَو جا آٽي چمڪائِي.
بَڙچِي بِرهَ جِي سِيني اَندر، ”سچو“ هِن خيالُ ڪُپائِي؛

## ڪافي

### ٣

منهنجي زاري زاري، سُهڻا سائين تو سان!
معلوم تو کي ڳالهه اسان جي
يارَ سڄَڻ سا ساري ساري.
هِيءَ تا هيٺِي واءُ وهيٺِي،
بِره اوهان جو باري باري.
دوستَ هِئين ۾ يار سمائين،
گھوٽَ نـ وجهج گھاري گھاري.
اَصلَ لاکون آهي اوهان سان،
يار اسان جي ياري ياري.
طرفون تنهنجي يار ”سچوءَ“ کي،
آهـ ڳچيءَ ۾ ڳاري ڳاري.

## ڪافي

۴

يارَ تو سان ڪي تا ڏينهڙا لَنگهايَم!

راتيان ڏينهان سِر تي ڪيئي، ڏکَ جا مينهڙا وسايَم.

پُڄاڻا اوهان جي ڏاها، ڏايا سي پور پِرايَم.

سِڪ تنهنجي سُپرين، سارا ڏِي سورَ سلايَم.

پِرين تنهنجي پارَ جا، ڏيهاڙي سي پنڌڙا پُڇايَم.

”سچو“ سي ئي آيا جَن لئه، فالان تي روز وجهايَم.

## ڪافي

۵

ساڻِي منهنجي يارَ کي،

ساري ڏيج سلام!

پِرتِ منهنجي روز اَزل کان، تو سان مُحِب مُدام.

چئِي مَڪا هُئَو يارَ سَڄڻ، ميان، اَچڻ جا اَنجامَ.

اَوهان جي نِي يارَ اَچڻ جا، هُلَ پَون هَنگامَ.

”سچوءَ“ جيها ڪيترا، تنهنجي در غُلامَ.

## ڪافي

٦

تو سان يارَ سڄڻَ منهنجي پِرتَ اَصل ڪَون پيئي.

اَصل اسان جو عشق توئي سان،

ڪوڙيين آهن ڳالهيون ڪيئِي.

ڪڏهن مُڪو ڪونہ اسان ڏي،

ڏکين نياپو ڏيئي.

اَسين توئِي سان هِڪ ٿينداسين،

وچون وائِي هِجر جِي ويئي.

سي ٿِي سانيِڄ ڳالهيون اَسان جو،

جانِي ڪيڙم تو سان جي ٿِي.

جي ٿِي ڪَيا هَم قولَ توئِي سان،

”سچو“ پاڙيندس سي ٿِي.

## ڪافي

٧

ويهي هِتي ڪيئن وسارين؟
پِرين تو کي پاڻَ پُڇَڻ تا!
”جيهو تيهو آهہ اسان جو“، چئہ جو دوستيَ چون تا.
ڪڏهن ماندو متان ٿئين تون، تنهنجي اگَڻ اَچَن تا.
جڏهين ٿين ٿيون هُتي پچاران، تڏهن هِتي پورَ پون تا.
پِرين تو کَون پَري نہ آهن، ويڙهي چَڙُ تہ وسَن تا.
ماندو مَتان ٿين، خوش ٿِي ”سچو“، هو اَجُ گوش گذارن تا.

## ڪافي

٨

مانَ پِريَن کي پوي، ڪنِ فرياد اَسان جِي!
عشقَ جو ماريون سُٺو سَيِيئِي،
اديون ڙِي ناهِيو اوي.
هن نماڻِيءُ جو يارَ سَجڻَ کي،
حالُ وجي ڪو چوَي.
هِيءَ تا تَنِ رِيءَ راتو ڏينهان،
راند روئڻ جي روي.
در دوسَن جي ڪيئي آهن،
سچوءَ“ جيها سَوي.

## ڪافي

### ٩

ساتِي تون يارَ مُنهنجي ڪي،
نـيـئِي پَهچاءِ سَـنيهـو هـــي!
تـ ”قيد الماءِ“ جي قسمت، وڏِي،

دوري تـــو ڪَـــون مـــون ڪي.
ســـي پاڙج واعـــدا پـنهنجا،

ڪــيا هُيئي يـارَ جانِــي جي.
ڪـتابَـــن ۾ وڏم مُـنهـن تــي،

تـ تــي خـورسَـنـدگي حاصل،
لڳــي دل اوچتِي تـــــو سان،

وســاري بـِــره بـــي تــي ٿــي.
مـــون ڪي تــو تا فــراقِي ڪـيو،

اِهـا فــــرياد ڪـنهن ڪي ڏيـــان؟
هـو جي ڳالهيون ڪِـيُئي سانولَ،

”سچوءَ“ ڪـــي ياد آهـــن ســي.



## ڪافي

١

اڄ تون اسان وٽ آءُ ، تون مينهن وانگر ميهار، ميان !

پاڻي اُپڙڻُ نا ڏئي ، هڪ ويريون ۾ پيو واءُ ، ميان.
ڪارِي، ڪُن لَهريون لسان ، دورَ وڏي درياءُ ، ميان.
ساهَڙ سببون تانهنجي ، سَرتيون ڏين نَہ ساءُ ، ميان.
پِرين وڙئون پانهنجي، ”سچوءَ“ لَهُ سماءُ ، ميان.

## ڪافي

٢

لَڙ وهي لوهاڻو، يارَ، وي!

سا ڪيئن ترسي تار ۾، جيءَ جنهين جهوراڻو.
ڪاهيو پوي ڪُنن ۾، ڏنِس عشق اوراڻو.
ساهڙ ٻاجهون ساهَ ڪي ، ڪيو ورهَ ويڳاڻو.
سانولُ سدا آهِ مُون ، اوهِين سيئِي تيون چاڻو.
پچندو اَچي پاڻهين ،”سچل“ يارُ سِياڻو.

# ڪافي

## ٣

آڪوڙِي! آءٌ ڪير آهيان ، ذات نـ ڄاڻان ڪير!

سَهي ڪَري ڪين سگهان ٿو، پينَر پنهنجو پيرُ.
ڪاٿَئون ٿِي آءٌ ڪاٿي آيس ، پرٿَئون پاتم پيرُ.
ساڳيو ئي سو رانجهو آهيان ، تنهن ۾ ڦندُ نـ ڦيرُ.
پاڻؤن ڄاڻي پر گهمايَم، سُرهو ڪِيُم اَنذيرُ.
مَڪي مَنجه مَسيت بڻايَم، جڙيو جيسلمير.
”سچو“ نانءُ تـ آهي منهنجو، هَـذِ نـ آهيان غير.

## ڪافي

### ۴

ساٿي ڙي ديسَ دلبر جا، سِڳهو وڃ پار پرينء جي؛
خبر ڪا خيرَ جي آڻين ،آهي خوش خاص سو مَظهر!

پانڌِي پيغامَ هي ني تون ، سنياري دوستَ کي ڏي تون،
ڳالهيون ڪر ياد پيِي تون ،آهينم تون دل گهريو دلبر.

عاشق ايڏهن نهاري ٿو، تو لئہ گوندرِ گذاري ٿو،
سَڄَڻ تو سَرس ساري ٿو، اَوهان لڳي آهِ مُنتظر.

زياده تو ڪري زاري ، ڪيائين سَؤ ڳِچيءَ ڳاري،
مَ ڪج تنهن کَون بيزاري ، ڏسي ڏوهن سندو دفتر.

دردَ ۾ دل بَجانو ٿيو، اُتي يَڪدل يَگانو ٿيو،
وٺي نياپا روانو ٿيو، رسيو تاروءِ وڃي رهبر.

اڳيون پِيي پاڄهَ هُتِ پيئي ، وائي تا هجر جي ويئِي،
دلاسا دوستَ ڪيا ڪيئي، لِکڻ کون هِن اُهي پاهر.

آهي سڀ خيال هِي منهنجو، اوڏنهن ويو حال هي منهنجو،
”سچُو“ ري سوالُ هي منهنجو، حضوريءَ ۾ ٿيو حاضر.

## ڪافي

۵

تنهنجي چشمن چيٽڪ لايو،
آءُ هاڻي ڪئن ڪريان!

ڪَلَ نہ مون کي ڪا هئي ، عشق اَچانڪ آيو.
دل اسانجڙيءَ لعل لپيٽيو، رمزن جو رنگ لايو.
سدا گهُرجي ”سچوءَ“ کي ، محبت جو نِي مايو.

## ڪافي

٦

يارَ تئين وجي ياڪي،
متان هي وسارين، ميان!

پيو سَيو مون وسريو، برهُ رهيو هڪ باقي.
تنهنجي طالبَ آهيان ، محبَ مون تا ميثاقي.
ڪم منهنجو ڪيچ ۾، هاڙهو سَيُ هَلاڪِي.
لاهج پنهنجي لطفَ سان ، گوليءَ کون غمناڪي.
ڪَر پاچاڻي پنهنجي ، ”سچُو“ هيءَ ڪساڪِي.

## ڪافي

٧

هِيءَ غريب نماڻي،
ڪيئن بيراڳڻِ ڪَيَئَ!

معاف مدايون ڪَر تَنهين تَون ، الله لڳ آرياڻي،
پيش اچي جا پَيَئَ.
بِيتي آهيان يارانهيءَ تي ، حُب منجهؤن هوتياڻِي،
ڳالهه چُڪِيءَ جا چيئَ.
هڪ خيال نِي دل تي تنهنجو، تنهن ڪَيَس جوڳياڻِي،
خيال ٻيا سڀ ڪَنيَئَ.
وعدن واري ڳالهه اَسان سان ، هوتَ ڪَيَئَ جا هاڻي،
ڪيئن وسِري سا ويَئَ.
ڏڪ ڏوراپا ڪهڙا توسان ، پرين سا ڪيئَ پُڄاڻي،
نال نماڻِي نه نِيَئَ.
پَري نوڪَ نيهَن جِي سائين،”سچوءَ“ ڪي نِي سُڄاڻي،
هوتَ پَري جا هَنيَئَ.

## ڪافي

۸

عِشق اسان وٽ آءُ، اچي تو تا سانوڻ لايا!

چيئنچل چيهل تي چوڏاري، مينهن رات ڪئي موچاري،
عزت لذي آسمان، پِرين اچي پير گهُمايا.

بوندَ بِرهَ جي بَرسي باري، جوشَ اکِيَن مون جرَ تيا جاري،
بيحد تيا بارانَ، اصل کون واهَ وهايا.

گل ڦُل گاهن ڪئِي گلزاري، مَچيائون سارنگ جي سرداري،
سَهسين تيا سامان، اَکين اچِي آگَمَ لايا.

يار "سَچَل" چئي مُحب مِليا سي، بيشڪ دل جا دردَ لٿا سي،
شاهِي رکيائون شان، اچي تَن حُڪم هَلايا.

## ڪافي

### ٩

عِشق پنهنجي جي خَبر جي ڪَنهن اَدا عاشِق آهي،
مُشرڪ ۽ مُرتَد آهي ، توڙي اهو تارڪ آهي.

جو تيو گُم يار ۾، پاڻ ئِي ڪون لا تعلق آهي،
پانهنجي هُوڏَئون اُهو، هَر فعل ڪون فارق آهي.

ڪُفر ۽ اسلام ڪون ، لاڙو انهِيءَ لاشڪ آهي،
رمز تا هِن راز جي ، سمجهي سوئي سالِڪ آهي.

دائم دُوئيءَ وارن نظرَ، هڪ خلق ٻيو خالق آهي،
اُپتي جو عبرت جون اکيون ، تنهن ڪي مڙيوئي مالڪ آهي.

جِيئن هاديءَ فرمائيو، سوئي سَيو برحق آهي،
سو ”سچوءَ“ مُرشد سچو، سو پير عبدالحق آهي.

## ڪافي
## ١٠

جيءُ آئين پَلي آئين تون،
ڪنهن منزل مون پهچائين تون،
تو موتي سِرُ وڏائين تون!

سرمَدَ کي ڏيئِي لَتَ ڪهايِئي، سوريءَ تي مَنصور چڙهايئي،
شيخ عطار جو سِرُ وڏايُئي ، هاٿي هيڏي پنڌَ پُڄائين تون.

زڪريا ساڻُ ڪرتَ چِيرايئي، يوسف کي مَنجهه کوهَ وجهايئي،
شمس مُلن جي هَٿئون مارايُئي، عاشِقَ تو آزمائِين تون.

جٽيو ڪفر صنعان وجهايئي، بُلي شاهه کي ذبح ڪرايئي،
جعفر کي درياءِ ٻوڙايئي، تن کي پار لنگهائِين تون.

گهاٽي ۾ بلاول پيڙايئي ، عنايت ميدانَ مارايئي،
ڪرمَل کي هِنَ حُڪم هِلايئي، قَيرُوءَ ڪَنڌُ ڪَپائين تون.

قاسِم دُرن ساڻ سَتايئي، موسيٰ کي ٻي سُهاڳَ وٺايئي،
اڪيداسَ تَعزير ڏِوايئي، سو اَڄُ ساڳيو آهين تون.

"سچو" سَندءِ پنڌَ پُڄائي، گهوريو پنهنجو سِر گهُمائي،
نِيهن واري ڳالِهه ڳالهائي ، عاشق تي فرمائين تون.

## ڪافي

### ١١

حڪم تنهنجو ٿو هلي، پَر ڏوهه پاڻ ئي ڪي ڏيان!

آهي ”فَعالءُ لمَا يُريدُ،“ نانءُ هِيءُ ڪاڏي نِيان؟
آهي ” وَبي يَنطِقُ وَيُبصِرُ “، تر نہ توريءَ جيان.
جاڏهن اچي ظاهر ٿئين، هَل هيجَ! مَون تاڏي هيان.
”يَرجِعُ اِليٰ اَصلِه “ سُڻُ مامَ هِيءَ مُون هان مِيان.
گمنام غمزي ۾ ڪرين، ساڃيو”سچو“ سُوئِي ٿيان.

## ڪافي

١٢

دِل چَپَن سان جي چُمين، پير مُغان جو آستان،
محبتَ سچي محبوبَ جي، بانڪا وجي تون باس تان.

ڪي ڏينهن مون دلدار لئه، ورد ۽ وظائف تي پڙهيا،
جڏهن عشق آرانيا ڏنا، تيون خود خدا جون خواستان.

جڏهن شوق مون شامل ٿيو، ٻيو خيال خاطر کون ويون،
هڪ واسطو تنهنجو رهيو، وسري ويون ٻِيون واسطان.

راهون سيئي گمراهه ٿيون، جي مون پڇين تون ڳالهڙي،
ڪر گُذري ٻئي گوڙ کان، اَٿَئي راهَ ربَ جي راستان.

رنگ روح کي جيڪو لڳو، دنيا ۽ عقبيٰ پئُ پَڳو،
غمزي تنهن گم ڪُل ڪيو، وهَواه ٻيا وسواس تان.

عشق جي ڙي جيڏيون، ناهي تمامِيت ادا،
چاهون چوائي تو گهٽو، هِي درد مون کي داستان.

”سچو“ سدا سِڪَ ۾ رهين، متان تون جهَلين روئٽيُون اکيون،
هتے درد وارن جي پرين، پاٽهِين ڪرن ٿا پاس تان.

## ڪافي

### ١٣

ڪَنهِن سان ڪَيَم نہ ڪَلَ،
جو سودو آندم پاڻ سان.

سودو ڪَنهِن نہ پُڇيو، آيس ۾ مشڪل.
گران قيمت ڪون سَيَئي، موتيا تنهن مَهَل.
سودي هھڙي جي اُتي، لاهن سيپ نقل.
ميڙون موڙن تي ڪري، عالَمَ ڪَئي اُچَلَ.
حال ڏسي تا هُنَ جو، جيئَڙو منجهه جَنجَل.
ڏوهه نہ مون کي ڪو ڏيو، پئي خَلقَ منجهه خَلَلَ.
”سچوءَ“ سرفراز ڪيو، آٽي سو عشِق اَجهَل.

## ڪافي

### ١۴

صحي سڃاتوسي، هاڻي اَصل اسان جو تون آهين!

عاشقَ متان اوتيين، پِنبڻيَن مون پاڻي.
ڪڏهن اسان جي ڳالهه ڪون، عذر متان ڪو آڻي.
عاشق مِٺي ڳالهه جي، ميان، وَري ٿا ڏين وراڻي.
ڏينهن ڏون نئين آهي سا ، ميان، ناهي سا پرت پُراڻي.
تن ۾ تنهنجي اصل اَسان جي، ”سچو“ ري سِڪَ سَماڻي.

## ڪافي

### ١۵

آهيان اوهانجَڙو اُئين- دوست چوين ڪير آهين؟

پرين ڏسج تون پاڻَ ڏي، آءُ پانهو تون سائين.
پنهنجي درئُون سُپرين، پير منهنجي در پائين.
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، ميان، پرينءَ کي پَرچائين.
آءُ اوهانجڙو آهيان، چِت نہ مان تَون چائين.
ديدان کَڻُ تون مَتي الله لَڳي، ميان، ”سچوءَ“ کي سَرچائين.

## ڪافي

### ١٦

جيڏيون مون کي چو تيون جهليو،
ويندیس پرينءَ جي پار!

هُنَ پَرِ پيرا تي ڪريان، جو مون هُتِ روح رَليو.
ڏانهن گهٽا ڏينهَڙا، مون تي عِشق اَليو.
روح پريان جي پارَ ڏي، وٺي سا حُبَ هلَيو.
پريان سندي پارَ ڏهون، پاڙيچون نہ پَليو.
”سچوءَ“ جوڙِي سَرتيون، محبَتَ مَن مَليو.

## ڪافي

١٧

منهنجو هِنئڙو وجي پيو، پرينءَ جي پار، وو!

سپيريان ڏي سرتيون، مون ڪي نِيهڙي نيو.
ڳُٽين ڳالهيين يارَ سَڄَڻ جي، سوگهو ساهه ڪِيو.
پاٽون پائي اڱڻ اَسان جي، لالن شال لِيو.
جَڙ لڳي هُيَو جيڏيون، تہ ڪِيئن مون ڏوهه ڏيو؟
سُپيريان جي سِڪَ ۾، مون سان ٻيلي ڪونہَ ٻيو.
سڳُ سڄڻ سان سڳي ”سچوءَ“ جو، جيڏيون جيءُ ٿيو.

## ڪافي

١٨

دل جا دلبر يار، سگهو سگهو اِيندو رهين!

اسان نماڻن جي نانءَ سائينءَ جي، لهين تون سار سنيارَ.
پار اوهان جي ڪيئي مڪاسين، قاصد سَوَ هزار.
اوهان ٻاجهون يار پيارا، اَچن تا اُوتار.
سي تون پاڙج پرين پانهنجا، ڪَيَو جي قول قرار.
هوءَ جا هيِڙي متي منهنجي تي، ڪرين سا معاف ميار.
”سچو“ اوهان لئہ يار سياٽا، روئي سو زارون.

## ڪافي

### ١٩

پڇو نہ منھنجي ذات، جوئي آھيان سوئي آھيان!

اچڻ اَسان جو ٿيو اُتاھين، جاتي ڏينھن نہ رات.
ظاھر آھِ زبانون منھنجي،”الاقرب“ سندءِ ڪلمات.
”سچو“ سِر سھِي ڪر پنھنجو، عشق منجھون عِشقات.

## ڪافي

### ٢٠

مڙس ٿي منصور چئہ ، نہ تہ ڪيم چئہ منصور ھان،
منصور جي منزل اتي ، ڏايا تماچا تھمتان.

سگھہ نہ جي ساري سگھين، منھن رکين تنھن تي متان.
چو چوڪراٽيءَ ۾ پئِي، رانديون روين راتو ڏينھان.
احوال سڀ اسرار جو، سائين عشق کي آھي عيان.
نَڙڪو نڳيءَ ۾ ناھ جو، ناحق ڪرين ٿو ناتوان.
ھِن کي چيو ھُن کي چوين،” آھيان لاھوتي لاطمع!“
منصور جي تنھن ملڪ تي، آھن سدا نوڪان نوان.
سُڻ ”سچو“ تون سمجھ رک، توکي چگّائي ٿو چوان.

## ڪافي

### ٢١

وهيان وساريان ڪيئن، جيڏيون جي لنءُ لائي ويا!

گهوري چڏيم هي گهر جايون، بره بهيران پٺيءَ لايون،
پير نہ پوءِ ورايان، وري سنياريان ڪيئن؟

شهر ڀنڀور ڪان ٿيم آزادي، ڪيچ ويندي ٿي ڏٿم شادي،
تنهن سان نينهن نباهيان، پوءِ نهاريان ڪيئن؟

ٿي ٿي منهنجي دلڙي ديواني، محبت ڪيڙيس آءُ مستاني،
در در ڦيريون پايان، هت گذارايان ڪيئن؟

پور پِرينءَ جي ڪئي پڌرائي، اوڙي پاڙي وچُتي وائي،
چاڪي عِشق چپايان، هڻُ گهر گهاريان ڪيئن.

ڪيچيڙن جي ڪم اَچان جي، رنگ- پَريَن جي رنگ رچان جي،
”سچو“ ري ڳُڻ ڳايان، هي سرُ واريان ڪيئن.

## ڪافي

### ٢٢

اوهين پنهنجو پاڻ آهيو، ننگَ نباهڻ وارا!

هيءَ نماڻي عيبَن هاڻي، هٿ مَٿئون مون نہ لاهيو،
نيڻ وهائِن نارا.
عاشق سندوَ آهن اُداسي، چاه منجهون سي چاهيو،
جي وره ڪيا وسڪارا.
ميلائيءَ جو مشتاقن سان، ٿاهـ ڪو سِگهڙو ٿاهيو،
مَر تا ڪرن نظارا.
اصل لاڪون آهن اوهان تي، پاڻ پِرين نباهيو،
ڪَم "سچوءَ" جا سارا.

## ڪافي

٢٣

تي تون رهبر راهي، پِريان سندي پار ڏي.

ڏيهه انهيءَ جي ساٿي تون سگهڙي، آءُ لهي آگاهي.
تِر نہ هڪڙو ترس اِتاهين، والي آهي تنهنجو واهي.
هِن نماڻيءَ سان ناٿيءَ سائينءَ جي، ڪرين تون هيءَ همراهي.
درد اسان جي جِي اڳيان دوستن، ڏيندا هي نيڻ گواهي.
يار مسافر سگهو "سچوءَ" سان، آٿي تون ميڙ اِلاهي.

## ڪافي

٢٤

جاني جدائيءَ ماريو، ڏينهن ڏهلا سي گهوريا !

اَصل لاڪون آهيان اوهان جي، ويچاريءَ نہ وساريو.
نانءَ سائينءَ جي اسان نماڻن سان، اَچي سو گڏ گذاريو.
مشتاقن ڏي مهر پئي تا، ڪٽي نيڻ نهاريو.
پري نہ پاڻؤن يار ڪريجو، پنهنجيءَ وَٽِ ويهاريو.
سَگ "سچو" آهي در تنهنجي جو، پنهنجي سو ڪَڍ قطاريو.

## ڪافي

### ٢٥

توڙا ڪيڏا مون سان لايا، يار سانگِيڙِي ميان !

جيئن چيوسي تيئن مڃيائون، موتي نہ تن موٽايا.
چُپ چپاتي ويڙهي اسانجي، اَڄ اَچانڪ آيا.
دل سان لايم هو جي دلبر، سچا سخن فرمايا.
ڏکن سکن ڏي ڪين ڏٺائون، توڙي عاشِق تي آزمايا.
”سچو“ هئاسي اُداسي جَن لَءِ، سي مولٰي محب ملايا.

## ڪافي

٢٦

اڄ جو جوڳي آيو، نانءُ تَنهن جو نتي ڇاڻان!

سر جهتائون جوڳن واريون، لڳين تنهن بسمو لايو.
ذري جوڳي، ذري سنياسي، تنهن ساميءَ نانءُ سڏايو.
ذات اِنهيءَ جي نتي سڃاڻان، چندين پاڻ ڇُپايو.
ڪڏهن نہ ڏٺم ڏيهہ اِنهيءَ ۾، مولىٰ سو آڻي مِلايو.
ڏسڻ سان تنهن جوڳيءَ جي، مون ڏاڍو پور پرايو.
سيرين بازارين گهِڻ گهڻ گهنگهرو، ڇَم ڇَم تنهن ڇَمڪايو.
سوئِي ساڱيو رانجهَڻُ هُيَڙو، ”سچوءَ“ سِر سُٽايو.

## ڪافي

٢٧

هُتَئون هَلِي هِتي آئين،
ڪَرڻ واپار ڙي وڻجارا!

وچ بازار جي چوسُولَ وچ ۾، پڙِي پرت جي پائين.
شاهَ پنهنجي سان وعدو جو ڪَيڙءِ، ڏينهن سمجهي چت لائين.
شاهوڪاريءَ جي ڪوٺي جا پاتَئي، سا ويهج ڪِيمَ وَسائين.
وڻج وره جو تئي موتي لعَلان، ٻيي گهور سا ڪِيمَ گهُمائين.
سودو سَچَ جو آهي "سچو" هِيي، ڪوڙَ ڪَنگڻ ڪَچ ڪائين.

## ڪافي

### ٢٨

حُجَ ڦِتِي ڪِيَم هَاڻي، ماريس تنهنجي ماڻي،
الله ڇاڻي!

تنهن ڏينهن لاڪُون يار اَوهان سان، لايو نِيهُن هِن نماڻي،
الله ڇاڻي!
ويتي ڏسان واٽ اوهان جِي، آءُ يَلا هِن ياڻي،
الله ڇاڻي!
جيهي تيهِي آهيان اوهان جي، سائين تون پاڻَ سڃاڻي،
الله ڇاڻي!
راتيان ڏينهان يار سَڄَڻ مِيان، تَن توئي ڏي تاڻِي،
الله ڇاڻي!
ڏوڙا طالع تِيَن ”سچوءَ“ جا، الله جي توکي آڻي،
الله ڇاڻي!

## ڪافي

### ٢٩

حال اَچي ڏس هاڻي، وَهي ٿو پنبڻيئون پاڻي،
پاڻ چاڻين!
آءُ ڪنيزڪ مُله خريدڻ، سائين تون پاڻُ سُڃاڻين،
پاڻَ چاڻين!
سُڌ لَهج تون سِگهَڙي تنهن جي، جاني ڪَيَو جوڳياڻِي،
پاڻَ چاڻين!
ڏيئِي ڏيکاري پاڻ چِپايُوَ، يلي اُها توکي ياڻِي،
پاڻ چاڻين!
روز ازل کون درَ تنهنجي تي، والِيءَ سا هِيءَ وڪاڻي،
پاڻي چاڻِ!
سيني اندر يارَ ”سَچوءَ“ جي، سِڪ سَندءِ ساماڻي،
پاڻَ چاڻين!

## ڪافي

### ٣٠

مُلڪَ جا مالڪ ٻيا هِن، تون وِچَون ٻيٺين ٻَٽِي؛
هَي ڪَنهِن هِن حالَ ۾، توکي وڌو هَستِيءَ هَٽِي.

سير لِلّٰهِ سير باللّٰهِ، سير مون الله گهر؛
سير في الله لاهِ تون، خود ڪون وڃي مَنزل ڪٽِي.

هِي جِيَڻ آهه عاريت، جن جو آهه تن لي وٺي؛
ڪڍُ وچَون تون پاڻ کي، اَندر ٻاهر آهي ڏٺي.

آهين امانت ٻِيَن جي، تون آهين ڪاتي ڪِينڪي؛
سِرُ هِيءُ سارو سهي ڪَر، "هڪ ٻہ تي" چو تو ڳٽين؟

انسان جو اولو ڪَري، سَؤ رَنگَ ڪَرين سَنسَارَ ۾؛
ساهه کي هِيءَ ڳالهڙي، وَه واهَ جا "سَچُو" وَٽِي.

## ڪافي

### ٣١

ڪم نہ عاشِقَ سو ڪرين، جَنهن ۾ تنهنجِي تعريف ٿئي،
ڪَرڻُ ملامت ڪا متي، مَرُ ڏيه تو طعنا ڏئي.

بِرهَ ۾ بَدنام ٿيءُ، ٻيو ڪِين ٿئي ڪَسبَن ڪِئي،
عشق جي درياه جي، ڇولِي ڇِڪي مَرُ تو نِئي.

پوءِ تا ساري خبر دوست جي هِنَ پَنڌَ پئي،
راه گم ڪر پانهنجي، وَئون وڪَ نہ ڪنهِن ٻَهڳُڻَ ٻئي.

پيچ حِجابان پڌر پَئَ، لوٿيو توڪي ڪهڙي لِئي،
ڇا ٿيندو پوءِ تا ”سَچُو“ ،هَي هَي اِنهيءَ ورهه وئي.

## ڪافي

### ٣٢

سَل ڙي سوداگَر، تون تا آئين وَٽِي هِتِ سودو ڪهڙو؟

هُتَئون آڻي هِتِ ڪِيئن لڪايئہ، ڪَٽي مُشڪَ عطرَ؟
هوڪو هِتِ پِيو ڪيهو گهُمايئہ، ڪَري تا گُم گوهَرَ؟
هِهڙي جوهَرَ جي هِتي، ڪَنهِن سان نہ ڪَيئَہ ڪا خَبَر.
پنهنجي اڳيون ڪَيُئہ مِڙيوئِي، سارو مُلڪ مَشهر.
چاڪون تو تا شاهہ چِپائِي، هِيئن سا هَٿَ مُهر.
لڪِي ڏنا تو ڪيترا، مُلَن ڪي مَحضَر.
لعلان لڪين ڪيون پڌريون، "سچو" وي سَرَوَرَ.

## ڪافي

### ٣٣

ڪيهي ڪَريان مهماني، يارُ اَڱڻ منهنجي آيو!

دوستَ گَڏيو دلجاءِ تي، هينئڙي لَڳي حيراني.
هن وَڙَ لائق هوسِ نہ آءُ، محبَ ڪَئي مهرباني.
مشڪل جا هُئي ڳالهہ اسان کي، اُها ڪَيَئون آساني.
فضل ڪرم سان پاڻ بخشيائون، "سچوءَ" کي سُلطاني.

## ڪافي

۳۴

نہ مان مريد نہ مان پير، ساري فقرَ جو فقير.

نہ مان حاڪم، نہ مان ظالم، آهيان اَمُن جو امير.
نہ مان طاعَتَ نہ مان تقويٰ، آهيان ورهَ جو وزير.
نہ مان گهُمڻ نہ مان گهَتڻ، آهيان عِشق جو اسير.
نہ مان ڪُچَڙ نہ مان پُچَڙُ، آهيان دوستَ لئہ دلگِير.
”سچوءَ“ بَڌ محڪم سِرَ تي، محبتَ جو مَنديرُ.

## ڪافي

### ٣٥

عاشق اڪيون اُپتي ڏسين، آهي مِڙيوئي يار، ميان۔
ظاهر زباني ٿو ڪريان، عجب جيهو اِسرار، ميان.

اعتقاد فردا رکُ، اَڄ دوستن تيءُ اظهار، ميان۔
جنهن کي پَسَڻُ هِت پرينءَ جو، هُت پِي تنهن ديدار، ميان.

سالِڪ سَهي ڪِي ٿا ڪَرين، صورت سندو گلزار، ميان۔
پانهون ٻَڌين چو ٻين کي، آهين تون سپہ سالار، ميان۔

بلبل اول ڪر پاڻ کي، گهُٽ گهٽ سارو گلزار، ميان۔
جي تو زليخان جان ٿئين، ساجن سيَو سنسار، ميان.

تون تان سچيءَ هِنَ ڳالهه ڪَون، عاشق نہ ڪر انڪار، ميان۔
جيڪي چيو مرشد توکي، آٽج اُتي اعتبار، ميان.

سروپا اُهو ساجن وسي، ٿي پاڻَ کون بيزار، ميان۔
آهي وس ”سچوءَ“ سڀ يار جو، ناهه ڪو اسان اختيار، ميان.

## ڪافي

٣٦

عاشق جي اَحوال جي، تون ڪوهُ نـ پُڇين ڳَالَ؟

راڻي ڪارڻ ڙِي روئي، محل چڙهي مومَل.
سُهڻِي گهڙي سِيرَ ۾، آڻي عشق اجهلُ.
سَسئيءَ گوندر گهاريا، پُنهونءَ ريءَ هِتِ پَلَ.
ڪڏهين ٻُڌي ڪانڪا، جهانگيڙن تي جهَلَ.
سِڪ "سَچوءَ" کي سرتيون، ڪيا هينئڙي اندر هُلَ.

## ڪافي

٣٧

ڙي جيڏيون، منهنجي يار سڄڻ سان زاري زاري!

هيءَ نماڻي عيبڻ هاڻي، بِره سَندن آهي باري باري.
حاضر ٿيندي‌َس در دوستن جي، پائِي ڳچيءَ سان ڳاري ڳاري.
پوءِ تـ ياڪي يارُ ٿيوسي، پهروين لائي ياري ياري.
هَتِّ سڄڻ جي اَديون ڙِي آهي، ڳالهه "سچوءَ" جي ساري ساري..

## ڪافي

۳۸

اگڻ اسانجڙي سائين، ڪَر پَلا تون پيرو!

نانءَ ڏٽيءَ جي دلبر سائين، پاند ڳچيءَ ۾ پائين،
ڪَج فقير ڏي ڦيرو.
سدا سؤ لڳے يار سچڻ وي، جايون سي بنائين،
وجهِي منهنجي در ديرو.
حجت رکَڻ ساڻ اَوهان جي، ٻولُ اِهو ٻولائين،
ناهيم اِيڏو سو جيرو.
واٽَ اَوهان جيءَ جو ڪَنئِيو، ”سچوءَ“ ڏينهن اُنهيءَ ڪان اَج تائين،
پيرادِن جان پيرو.

## ڪافي

### ٣٩

جي اوهين چاڻو، ڙي جيڏيون، آهي الله لوڪ سارو!

ڪاٿي آهي چُپ چپاتيءَ، ڪاٿي ماري نعرو.
بيڪسيءَ ۾ ڪاٿي گذاري، ڪاٿي سو حڪمن وارو.
ڪاٿي شَرَعِ ۾ شور مَچائي، ڪاٿي ڳچيءَ ۾ ڳارو.
جاڏي ڏسو تا تاڏي آهي، سندس نِيهَن نظارو.
حقيقت جي حال ڪَون، ”سَچُو“ تِيءُ نہ ويسارو.

## ڪافي

### ٤٠

لک ڪريان توڙي زاري، دوست چَوي ”تون ڪُھڙو“!

هَٿين ٻِي پَوان پيرين ٻِي پوان، پايان ڳچيءَ ڳاري.
آءُ اُھائِي يار اوھان جي، تنھنجي محبت ماري.
روز اَلستان منھنجي آھي، يارَ اوھان سان ياري.
اسان يتيمن کي يارَ پيارا، ڏيج اَچي ڏيکاري.
وِره مَٿي تي ويٺِي وسايان، دوست ڏيو دلداري.
آءُ اوھان تَون سُھڻا سائِين، واري وڃان لک واري.
توڙي سڃاڻي توڙي نہ ڄاڻين، دوست نہ آھيان ڌاري.
ڳَلِ اصل کَون آھي اوھان جي، ڳالھ ”سچوءَ“ جي ساري.

## ڪافي

۴۱

مون کي نہ وسار، ڍوليا، آءُ تا تنھنجڙي آھيان!

نانءُ سائينءَ جي اسان نماڻن ڏي، ڪڏِي تون نيڻَ نِھارَ.
پرين وڙَئون پانھنجي، گڏ غريبہ گُذار.
ڪَيَوَ اسان سان جي يارَ پيارَلَ، پنھنجا سي وعدا پار.
اَگڻَ اَسان جي سگھو ڪِي اِيندين، والي سو ڪھڙيءَ وار.
دَرَ پنھنجي جو دلبَرَ سائين، ”سچو“ سو سگے سنيار.

## ڪافي

۴۲

”دَع نَفسَڪَ وَ تعَال“ ، اَتِي ڳُجھي اِھا ڳالھ.

خاڪِي جسم کَون ڪر جدائي، بَحرَ عَدَمَ جي ۾ جال.
خيال وجودي چونہ وسارين، ڪرين ٻي قيلَ مَقالَ.
ڳالھيون ڪوڙيون سَتے سپِيئي، پئہ تون خاص خيال.
ڪڏھن نہ ٿيندءِ حق سو حاصل، جي تو ٻُتے بحال.
گرد غبار ۾ ڪاءُ نہ غوطا، ”سَچُو“ ري پاڻ سَنيال .

## ڪافي

### ۴۳

آءُ تا ڳڌ ڳذاريون، وي، ڏکيا سي سکيا ڏينهڙا !

ڳالهيون ڪيَئُ جي ڪالهه اسان سان،
ڪيئن تو يارَ وساريون.

ڳڇيءَ پائي ڪپڙو سائين،
دوستَ ڪريان ٿي زاريون.

راتو ڏينهان توکي دلبر،
سانوَل ويٺا سارين.

اَچَڻ سَنديون تانهِنجون،
سائين واٽان نِتَ نِهاريون.

پرِين پَنهنجو پاڻ سان،
”سچو“ سو سگ سنياريون.

## ڪافي

۴۴

آءُ ٻاروچَل ٻيلِي، مونجھ تنھنجي آهيان ماري !

ناهي واجب رسڻ توئِي کي، تون گُرو آءُ چيلِي،
سگَ نہ تِي ڪو ساهِيان.
عشق اوهان جي ڪَون هوت ٻاروچا، ڪيئن ٿَرن هيءَ ٿيلهِي،
نہ تہ چَپَرَ اڳيون چاهيان.
سَگهَ نہ ساريان پَندَ ڪرڻ جي، تو بِن آهيان اَڪيلي،
ڪيچ وٽن ڪِيئن ڪاهيان.
وڳٽِي آهيان ورهَ تُنھنجي ڪَون، توڙي ڪِي پُورن پئلِي،
”سَچو“ نہ آسرَ لاهيان.

## ڪافي

۴۵

ڏينديَسِ ڏوراپو، آءُ وچي وراٽو روبرو.

پريان سَندي پارَ ڏي، ڪو نئي نياپو.
اوهان ٻاجھون سُپرين، آءُ ڪريان تي ڪاپو.
سوڏل توئِي ساڻ آھ ، مُنهنجو سَگ تہ سِياپو.

## ڪافي

### ٤٦

منهنجو نيهُن وڏايو نازَ، نيڻن نيڻن جي، ميان !

تيغان آهن يا تہ سِتم جون، تنهنجون اکيون ڪجَليون ڪاريون،
اَلا سائين، يا تہ بَحرِي بازَ.
درد مند جي دلڙي دلبَرَ، ڏاڍي زور سان آندي،
اَلا سائين، نيڻن منجهؤن نياز.
مانَ پَون ڪِي ڪَن اَوهان جي، اوهِڪي واري،
اَلا ميان، عاشقِ جا آواز.
ٻَئي ٻانهون ٻَڌي ”سچو“ وج، تون ساڻ يقيني،
الا ميان، درَ مٿي ڪارساز.

## ڪافي

### ٤٧

ڪنهن ويلَ نہ ٿا وسارن، عاشقَ نہ تِج تون ماندو!

”نَحنُ اَقربُ“، اِها اشارت، ڳَڏ توئي سان گذارن.
اَصل لاڪون طرف تنهنجي، نِت نِت گهٽو نهارن.
جي تو اُڪندَ اُن جِي، سي پِي توئي کي سارن.
ڏينهن اِتهين چو ٿو لائين، تو هُتے ”سچو“ سنيارن.

## ڪافي

۴۸

تنهنجي اَچڻ جون واتڙيون، نِت نِت اُپِي تہ نهاريان.

لَنءُ لِڪايو لوڪَ ڪَون، هَنجَ ۾ هنجون تِي هاريان.
سي ڳالهڙيون ڪنهن سان ڪريان، جيڪي سچڻَ تِي ساريان.
داغ تنهنجي درد جا، ڏيهه ڪي تہ ڪيئن ڏيکاريان؟
”سچو“ چَوي سائين شوق تنهنجي ۾، ڪو دم ڪين وساريان.

## ڪافي

۴۹

چڏ غصو غمناڪ سان، اچي مِل تہ ماندائِي لهي.

سُتِ سيا توکي پِرين، جيڪا وايوڙين سان وهي.
سور سيبائڻ جهڙو، پر جيءُ جُدائي نا سَهي.
پاڻون آيا هِن پور هي، ڪِي تو مُڪا پِريَم پهي.
”سچو“ وهاريو وٽ ۾، هِي ٺاهه ڪو ٺهي.

## ڪافي

### ٥٠

منهنجو ناهِ ڪوئي اِختيار، هَي يار وي !

مون تا سِر تي چائيو، باري بِرهَ جو بار-
هَي يارَ وي!
راتو ڏينهان تِيڏي ڪارڻ، روئڻ زارو زار-
هَي يارَ وي!
ڪيئن ڏنو تو سُپرين، جاني جيءَ کي جارُ-
هَي يار وي!
”سچو“ سارو سمجهين، عشقَ سندو اِسرار-
هَي يار وي!

## ڪافي

### ٥١

تنهِين ڏينهن ڏِنائون، ساهه منهنجو ساهَڙ کي سرتيون.

دردمنديءَ جي دلڙي، نازن ساڻ نيائون،
هيڏي هوڏي نا ويو، سوگهو ساهه ڪيائون.
سُڻِي سنيها يار جا، عاشق تيڙس آئون.
جيءُ وڌائون جارِ ۾، ڪاڪيون تن ڪڏاهون.
ميهَرَ سندي معرڪي، هِيءَ غريب گَڏيائون.
جِيءُ منهنجو جيڏيون، ويِرن منجهه وڌائون.
”سَچُو“ ڪيُ سرير مَون، ميڙي سڀ مدايون.

## ڪافي

### ٥٢

جيءَ جون ڳالهيون هيون جن سان، هَي هَي سانگ چڙهي پيا سي ئي!

ماريَس اِنهيءَ مامري، هيءَ پوءِ اُنهن کان پيئي.
وٺي ويندیَس اوڏهين، حال پنهنجڙو هي ئي.
اِيندا اتم آسرو، جيءَ گهُريا تي جي ئي.
مون ڏي مڪائون ڪيترا، ڏک ڏوراپا ڏيئي.
جيءُ وڌو آهي جار ۾، تَن نياپن نيئي.
”سچُو“ سنيها ٻُڌِي تَن جا، ٻڌ ٻانهون تون ٻيئي.

## ڪافي

### ۵۳

مان تان محبن کي، ڏيان ڪيها ڏوراپا!

ڪيئن شِرڪت آءُ ڪندي، سرتيون سان سائين!
آءُ نماڻي آهيان چا، ڪيئي سَوين سِڪن.
ڏوڙا طالع مون تين، جي ويڙهي هِنَ وسن.
ڏسي حال حقير جو، اگهڙ مانَ اچن.
ڪين چڏيندا ڪڏهين، ”سچُو“ سَگهُ سندن.

## ڪافي

### ۵۴

مون کي ڏور چو ڏَسِن، سرتيون ديرو دوستي جو.

جي مون سٹو سرتيون، هو سدا وچ وسن.
اکيون عجيبن کي، پل پل تيون پسن.
محب مشتاقن جِي، تا کليون دل کسن.
”سچُو“ سوزن واريون، وجي روءِ رَسن.

## ڪافي

### ٥٥

اڄ اڱڻ اِچي ايندم، سُکيا سانگي گَڏيَم شال!

ڏِسي حال حقير جو، سَوَ دِلاسا ڏيندم،
هو جِي ڪهُِي ويڙم ڪالهه.
پنهنجي وَڙون سپرين، حال پائِي اچي ٿيندم،
جَن لِڱِ وجهايم فال.
لِکِي ساري لوڪَ کَون، گوشي پاڻ گڏيندم،
اُهي ڪندا پلائي پال.
سَڳَ جنين جو سڏجي ”سَچُو“، سيئي سڏيندم،
جِيءُ جِيءُ چوندس جال.

## ڪافي

### ٥٦

هِينئن ڪانگ اَڄ ڪَهِي ويو، اِيندَءِ صبح سَويلي.

ڳالهيون ڪري سَڄَڻ جون، اَڄ رات هِتي رهي ويو.
هو حال منهنجي جو سَماءُ، هِنَ لوءِ مَون لَهِي ويو.
ڳالهيون ٻُڌي ڏکن جون، ٻولِي تَنهِين ٻهي ويو.
پِرين جي پار اُڏاڻو، ڪيئن سورَ هِي سَهي ويو.
”سَچو“ سڄڻ مِلايَئِين، هِنَ ناهَ تي ٺَهِي ويو.

## ڪافي

### ٥٧

وٽيوسي وهَ واه ، پڙهندي پروانو پرينءَ جو !

اوڏا مِينهَن ملهارَ ٿيا، گُل ڪِلن ۾ گاه.
سِي ئي سچڻ ٿيا سامهان، حال پائِي همراهه.
محبت منهنجي مَن ۾، چوريءَ مچايو چاه.
سِڪ تا سچڻن جي، اُجهايو آڙاهُ.
ديس ڇڏي پرديس ويا، دوست پرين داناه.
هوتن ڏانهن نہ هڪڙي، مهڙَ مِڙئِي مان ڏانهہ.
پرين جي پيغامَ ڪيو، آرامِي اَرواح.
قاصدَ تو تان آءٌ ڪريان، هي سِرُ صدقي ساه.
اگڙ آسَروندن جي، آٽِيندونِ اَللّٰه.
”سَچُو“ چوي رب ميڙي، روز پُڄان آءٌ راه.

# ڪافي

## ٥٨

پانڌي آيم اَڄ پيهِي، پِريان سَندي، وو، پارَ جو!

ڏوڻ ڏوراپا ڏيئِي مُڪائون،
تَن ڪَئِي ديوانِي ديهي.
”ڳالهيون اُهي يارَ سَڄَڻ جون،
ڪيئن وِساريئَي ويهِي.
”جهڙيائِي آهي جيءَ تنهنجي سان،
هُتے بہ گذري تِيهِي،“
هوش ”سَچوءَ“ جو نِيو نِياپَن،
ڳالھ ڪَريان ڀي ڪيهِي.

## ڪافي

### ٥٩

پانڌي منهنجي يارَ کي، ساري چَئِج سَلام.

چَئِجِ مُٺا هئا ڪيترا، مون پرتِ وارا پيغام.
اوهان جي ئِي اَچَڻَ جا، هُل پَوَن هَنگام.
محبتَ منهنجِي روز ازل کَون، توسان مُحب مُدام.
”سَچُوءَ جيها ڪيترا، دَرَ تُنهنجي تہ غُلام.
ڪڏهن ڪنديں يارَ اَسان ڏي، اچڻ جا اَنجام.
عشقَ اوهان جي شورُ مَچايو، هُل پَون هَنگام.
ٻانهي گولي يارَ سچڻ جِي، مُله خريد مُدام.
روز ازلَ کون ”سَچُو“ آهي، سائين سَنديوَ سام.

## ڪافي

٦٠

هيئن اَڄُ چَئِي مُڪائون، عاشِق اَچون ٿا ايڏنهُن !

هِنَ جِيءَ جَڏي کي جيڏيُون، آڏر وڏي ڏنائون.
”تنهنجي ديس اَسين اَچون ٿا، عاشق نہ ٿج اُٻائون“.
مون هن نماڻِيءَ سان، ميان، ڪيڏا ڪرم ڪيائون.
”مطلب تُنهِين جو آءُ آهيان، ٻِيون ڇڏ مِڙئي مُدعائون“.
دلاسي لئہ دردمندِ جي، قاصد ”سَچُو“ ڪيايائون.

## ڪافي

٦١

اَڄ ڪِي صبح اچن ٿا، نروار چئو نجومي!

مون هِٿ نماڻِيءَ جو پِرين، حال ڪِي پُڇَنَ ٿا.
هِنَ پارَ ڏي اچڻ جو، چئو ڪِي سچڻ چوَن ٿا؟
پِرين آهن پنڌَ ۾، ڪِي ويڙهِي پنهنجي وَسَن ٿا؟
”سَچُوءَ“ جِي ٻِي سُڌِ لَهَڻ لئہ، قاصد هيڏي ڪَدِن ٿا؟

## ڪافي

### ٦٢

دوستَ ڪي دانھون، سُڻِي، مَنَ مھرَ ڪا مون ڏي پَوي!

دردمَندِ جي دَرَ اُتي، تو ڪانگ لاڪيٽو لَوي.
پيغامَ پِرين پارَ جا، چَشمن اُتي ويھون چَوي.
سِرَ يَري اَسين ايڏھن اَچون، يا ڪِي اوري ايندؤ اَوھِي.
”سَچُو“ آھي اُڪَنديو گھٽو، تو راند روئڻ جي رَوي.

## ڪافي

### ٦٣

ڳالهه پنهنجي حال جي، توريءَ وجي ڪنهِن کي چوان؟

جوش تنهنجا جان ۾، نتے نتے آهن مون کي نوان.
ڪيئن جي پچان پوءِ تي خبر، پانذي اول پيرين پوان.
پاڻون آيا هِن پور هي، ڪِي هِن مڪا مون ڏي اَوان؟
”سَچُو“ متيان آءُ ڪينڪي، هي سور سُکَن سان سنوان.

## ڪافي

### ٦٤

مڪاسين قاصد ڪالهه، اِجهي چاڻج آيا آيا!

آهي تياري ايڏنهن اسان جي، آهيون سو منجِهه خيال.
اُڪَنډ تنهنجي اصل اسان جي، آهي سا جيءَ ۾ جان.
عاشق توتي ڪَرم ڪيوسي، سڻي سندءِ اَحوال.
پنهنجي لطفے سان هاڻ لاتاسين، تو تُون ڪُل ڪَشالَ.
اچي لهون تا اِجها تنهنجڙي، ”سچو“ ري رات سنيال.

## ڪافي

### ٦٥

آهي هھڙو حال ويچاريءَ جو، سھٽا ڪر ڪو ڪرم ستاريءَ جو!

لئہ پنھل جي ڪانگ اُڏايان، ڪوٺيو پوٺيدار پٺايان،
وَرُ وري ورَ واريءَ جو.
حال ڏسي پنھنجو پال پلائج، پرِ پچاڻو وره ورائج،
ڪج ٻيڇ دارون دک واريءَ جو.
درد فراق جا دونھان دکَن ٿا، مَچ مگّرھن مچ مچن ٿا،
شل ورُ وري ويچاريءَ جو.
سڪ ”سچل“ جي توکي ساري، ڪيچي ايندم نرتَون نھاري،
ساه سڪي سڪ واريءَ جو.

## ڪافي

٦٦

جيءُ نچ آيا، پلي ڪري آيا، ساٿي سچڻ جي ڏيهه ڏنهن!

مون تا چاتو واٽ واهو، پر مون ڏي سي هوت هلايا.
ڏينهن پچاڻو پانڌي پرين جا، ساڻ غريب گڏايا.
پاڻ مٿائن ڪريان قرباني، لڪين تورا جَنِ لايا.
اَول دلاسا ڏيٽي انهن هي، پوءِ پيغام سڻايا.
طرف تنهنجي اهي عجيبن، سچا سخن فرمايا.
”اُڻ تڻ اهائي آهِ اسان کي، ڏکيا تو ڏينهن لنگهايا“
”پيا اسان وٽ هاڻي تنهنجا، سچو‘ ڙي پند سجايا“

## ڪافي

٦٧

پانڌي اوڏاهون اَچ آيو، پِريان سندي پار ڏنهن.

طرفان تنهنجي هونِ اَچَڻ جو، ساٿ ڏٺِين کي سعيو.
گهڻو پچن هُت پِرن توئي کي، گهمين تون هِت اجايو.
آهي توئي ڏي سڻ ري عاشق، روح سَندن جو رايو.
پاچاڻيءَ جو هنن پيغامن، وري سو وره وڌايو.
ٻڌي نياپا ٻانهون ٻڌي ٻئي، آٽي ”سچوءَ“ سر نوايو.

## ڪافي

٦٨

اَج اوڏانهون آيا، گـڏيا سي قاصد مون کي!

وري ورڻ جا هئا پنيور ڏي، ساٿَ ڏٺِين جا سعيا.
اَج صبح اَچي ويجها سي وهنَندءِ، ڏور جنين ڏينهن لايا.
گوشي گڏجِي ڪندءِ سي ڳالهيون، جَن جا تو پنڌ پُڇايا.
خيال سچوئي هيڏي هُئڙن، ڏکيا تو ڏينهن لَنگهايا.
طرفي تنهنجي اڳي پيي رهَبَر، ڪئين تنهن هوتَ هلايا.
نِيهَن جا نياپا ڏنا جَنين هي، ”سچو“ سي ساهَ سيبايا.

## ڪافي

### ٦٩

نوان نِياپا آيا، مون ڏي محبن جا ، ميان!

قاصِدن، وو ميان، هيڏي اَچَڻ جا، روز سي رستا لايا.
طرفے ينيور جي، سُڻ تون عاشَق، پنهونءَ تي پنڌ پچايا.
تو تا طالبے يار سچڻ رِيءَ ، گوندر ڏينهن گنوايا.
اگڻ تُنهنجي اَچ سي ايندا، تو جن لئہ وره وَسايا.
جي ئِي گذاريئہ يار جانبے ريءَ، اُهي سي ڏينهن اَجايا.
هئا پِرين ڪي پار تنهنجي، ميان "سچُو" اَچڻ جا سعيا.

## ڪافي

### ٧٠

اِهو نياپو آندو، پانڌيءَ پرينءَ جي پارَ ڏنهن.

آهي تياري ايڏهن اَسان جي، متان تئين تون ماندو.
عاشق توکي آڻي اَسان سان، حُبے ڪندي هيڪاندو.
اسين بہ اوڙڪ اِينداسي ايڏنهن، تيج نہ وره کون واندو.
ملڻ محبن جو آهي اِهوئي، پِرتِ جو پاچاندو.
طرفون اَسان جي سُڻ "سچُو" وي، لاهِين تون سيے سياندو.

## ڪافي

۱ـ

آءُ اَدا ڙي پانڌي، دوستڪ دلاسو ڪو ڏنو؟

سُڻ تون ساٿي، آهيان، ادا، آءُ محب بنا هٿ ماندي.
اگڻ اسان جي ڪڏهن اِيندا، اِها خبر تو ڪا آندي.
دل اَسان جِي دوستن پاجهون، ناهي وره ڪَون واندي.
سِگهَڙي ساتِي ڙي مانَ تيان، ڪا هوتن سان هيڪاندي.
ساران سنياران ”سچُو“ وي لَهندءِ، آهين جَنين جي تون باندي.

## ڪافي

۲ـ

منهنجو ڪِي هُٿ پڇيائون، سچ چئُ ادا ڙي ساٿيو؟

گوشي ويهي گَڏ اَوهان سان، منهنجي ڳالهه ڪا ڪيائون؟
سَليو سنيها ساڻ سلامن، هِنَ ڏاهَ ڏي ڏنائون؟
پيغام پرتِ وارا، چئو جي مون ڏي چيائون.
دلاسي جِي دردمندِ ڏي، ڪا اج خبر لکيائون؟
”سچوءَ“ ڪاڻ تا گهٽيرو، هِن ڏيهِ تي ڏٺائون.

## ڪافي

## ٧٣

سِگهَڙي پِريَن جي پار جِي، ڪانگا خبر ڪا مون ڏئين.
دوستن جي ني ديس ڏي، ڪيئن ڪالهه تون اَڏري وئين!

اَول اسان جي حال جا، نازڪ نوان نياپا نِئين،
ساري سنيها سوز جا، هَي هَي سيئي لائج هِئين.

ماري ميان مشتاقِ کي، ڪيئن يارَ تون ياڪِي ٿئين،
پُورن مَنجهِين پرديس جي، ٻاجهون اَوهان آهيون اِئين.

آءُ جي مُئي تا گهوريس، جانِي سدائين تون جئين،
"سچو" سِڪي ساري توکي، تون پي تهين سان هوائين.

## ڪافي

٧٤

ڪانگي قريبن ڏنهن، خبر آندي وٽِي وهندو وري.

خطَ منجهَون معلوم تِي، ساري خبر ڪِيئن جي ڪري.
”دوستَ دلاسا لکيا تا ”تو اسان ريءِ ڪيئن سَري“
”آءُ تا گهٽو تو ساريان، ڳالهيون ڪرين ڪهڙيون چَري“
”سچُو“ توسان آهي منهنجِي، اُها ذوق مَون دل جي ذري.

## ڪافي

٧٥

ڳالهه ڪريان ٻي ڪيهِي، تنهنجي مڏُگن ماري آهيان!

پرين وڙئون پانهنجي، ميان الا، آءُ پکي هِن پيهِي.
پاڙي ساڻ پرين جي، ميان الا، ورهُ وهايم ويهِي.
پلئ لڳي پرِين جي، ميان الا، جيهِي سا آهي تيهِي.
ڳالهه ڏَسيائون سا تا ناهي، ميان الا، ”سچُو“ سلڻ جيهِي.

## ڪافي

٧٦

ڪيهي چال چلي تو، اڙي جيڏيون يار منهنجو!

”وَنَفَخۡتُ فِيہِ مِن رُّوحِي “، ساري ڳالھ سَلي تو.
”اَنا عَبۡدَهٗ ، وَرسُولَهٗ “،مُلن گهَر مِلي تو.
ڪاٿئين تعظيمان ڏئي، ڪاٿئين ڪِل ڪلي تو.
ڪاٿئين سڪيون سُپرين، ڪاٿئين جوشن منجھ جلي تو.
”سچو “ سَيي ڪنهن صورتين ، هڪڙِي هلتے هلي تو.

## ڪافي

٧٧

ڇاڪي ڏونگَر ڏوريان، مَن وسي يار مُنهنجو!

پرين آهي پاڻ سان، تَڪَ ٻئا ڇو توريان؟
راتو ڏينهان روح ۾، آرياڻي تي اوريان.
سَيي ڪنهن پارين سُپرين، آءُ گهَٽو ئي گهُوريان.
هوتَ هميشه حاضري، وندر ڪنهن لَڳ ووڙيان؟
”سچو “ سچي ڳالھڙي، چِتے اِهائي چوريان.

## ڪافي

۷۸

هوتَ اَچي هَٿَ ڏيندو، پَلو جيڏيون، مون هِنَ نماڻيءَ کي !

پِرين وڙئون پانهنجي، ڇَپر تا نہ ڇڏيندو.
ڏسندو اکڙين سان، نال نماڻِي نيندو.
پاڻَون پاسي نہ ڪري، گولِي ساڻ گڏيندو.
پانڌن پچارون ڪيون، آرياڻي اَچُ ايندو.
اگَڙ آسَروند جي، پَکا پاڻ اَڏيندو.
ڪيچن سندو قافلو، لوئَون تا نہ لڏيندو.
ساجن سَنگتَ پانهنجيءَ، ”سچو“ شالَ سڏيندو.

## ڪافي

۹ـ

ڪيچ منهجڙو ڪَم، ني، آهي، پلو پينر ڙي!

ويا ڪيچيڙا نڪري، گوليءَ ڏيئي غم، ني.
دعا ڪريجو جيڏيون، جانِيءَ ٿيان جَم، ني.
ڪنهين چِنَ نـ چيڏيان، دوستيءَ وارو دم، ني.
قيامَت تائين ڪينڪي، ٿيندي طلب تَم، ني.
پير نـ چيڏيان پرينءَ جو، توڙي ٿئي چيهاڙيون چَم، ني.
جهُڙ نـ پائنجو جيڏيون، اِهو اکين جو آگَمُ، ني.
سِڪئون ”سچو“ پِرين ڏي، راتو ڏينهان رم، ني.

## ڪافي

۸۰

توکي جاني نہ جڳائي تو، رُسَڻ نماڻين سان !

جيهِي تيهِي تانهنجي، آءُ اصلَ ڪَون آهيان،
اوهان جي تا اَچڻ جو، آسَرُ هَڏِ نہ لاهيان،
سِرَ تي نينهُن فراقَ جا، هي مينهڙا وسائي تو.

پَري ڪر نہ پاڻ ڪَون، ڏي دلبَر دلاسو،
تورِيءَ سُجهي ڪونڪو، مون کي پرين پيو پاسو،
جيهي تيهي اَصل ڪَون، هيءَ سَندَو سڏائي تو.

سکن متي ڏکَڙا، تي محب مَتايان،
غم خوشيءَ کان اَڳُرو، آءٌ پليڙو پايان،
مُنهن مُقابل تانهجي، اهو گوندر گڏائي تو.

اَگَڻ نماڻِيءَ جي تون، اَچِج اَللهُ ڪاڻ،
هيڪر هوتَ ڪَريج تون، پيرو منهنجي پاڻ،
سوز تنهنجو سُپرين، هِتِ سانولَ سِجائي تو.

وٽي ويٺِي آهي اهو وعدو ويچاري،
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، هيءَ ڪري تي زاري،
”سچو“ سگ اوهان جو، هِتِ پانڌي پُڇائي تو.

## ڪافي

٨١

خبر ڪا مون ڏيو ساٿيو، سائين، عجيبن جي اَچڻ جي!

ڪيچيڙن جو قافلو، وچينءَ راتِ ويو.
اِئين نہ چڏيو چِپَرين، هيءَ تا نال نِيو.
توڙي وِره وهاريو، ڪنديس ڪونہ پيو.
وندر سنديءَ واٽَ تي، مون صدقي سِرُ ڪيو.
چڏ ساها سنبر، ”سچو“، ڙي، جي تو پور پيو.

## ڪافي

٨٢

جاني تو نہ جڳائي، رُسَڻ نِماڻِيءَ سان!

دوستَ اوهان جي دَر تي، ويٺي وره وسائي.
باهر بانِهي تانهنجي، سانولَ هيءَ سڏائي.
اَچڻ لاءِ اوهان جي، پانڌي روز پُڇائي.
فالان فلَڪ فراق جون، وو، وَريتِن ڪان وجهائي.
سُوال ”سچوءَ“ جو سپرين، عجز ساڻ اَگهائي.

## ڪافي

۸۳

ڪنيو نيڻَ نِهار، ڙي، ميان، پلو منهنجا يار ڙي ميان !

مون مَنُ گڏي گوندرين، تئين ڪيچ قرار.
ڏکيا سُکيا ڏينهڙا، گڏ غريب گذار.
دلبر پنهنجي دل ڪَون، ويچارِي نہ وسار.
منهن نہ مون ٻئي پارَ ڏي، پنهنجي ڪَڍ قطار.
"سچو" آهين اسان جو، هنجون هَڏ نہ هار!

## ڪافي

۸۴

سِڪَ هُئي جنهن جي سِر، وو، دوست آيو اسان جي در!

پرِين وَڙَئون پانهنجي، ڪَئي ويچاريءَ ڏي ور.
هيءُ سِرُ ڪيان صدقي، گهوٽ اچي مون گهَر.
ڏنم هِن اکين سان، پرِين موچاريءَ پَر.
جاءِ ڪيائون جيءَ ۾، نَهر يا هَڏ نہ نَرِ.
قُربَ ڪارڻ سُڻ "سچوءَ" ري، ڪوشش ڪائي ڪَرِ.

## ڪافي

٨٥

ڏنو هِي پانڌيءَ پيغام: " تنهنجي اَگَهڙ اَچ يار اَچي تو!

عاشق عجيبن جو، توکي سَوَ لک سَلام.
سڀ قبوليو سُپرينءَ، جيڪو ڪَيُوَ ڪلام.
پڪو آهي پِرينءَ جو، تو سان اَچُ اَنجام.
روءُ نہ رتِ اکين مَون، عاشقَ ڪر آرام.
"سچو" گڏجن، پوءِ پيي، آهِ نہ طَلب تمام.

## ڪافي

٨٦

هوتَ پارئون مون کي هاٿي، ڏنا نِينهن نياپا هي .

هتئون پَئي پانهنجي ميان، عذر پيا ڪيها آٿي.
اوتين ڪهڙيءَ ڳالھ کَون، پِنبِٽين مَون پاٿي.
ويتينءَ ڪيئن ينيورَ ۾، سُورَ هئُيِ جي ساٿِي.
"سچو" توکي ساهَ کَون، آهي اوڏو آرياٿِي.

# ڪافي

## ٨٢

ڪيچَؤن آيم ڪالهہ، سي تا سُڻو سَنيها !

ڳالهيون ڪندي گُذريئِي، سوَ راتيون توکي سالَ.

اُڪنڊ اسان ڏي ڪانہ تو، ڏينهن اِتي جاليئي جالَ.

ڪنهن جي ڪارڻ تو ڪيا، لَڪَ روئِي سيپ لالَ!

ڪيَئي نہ قطري جيتري، ساعت هِڪ سنيالَ!

پُڏي ڏوراپا مون ٿيو، جيَڻ منجهہ جنجالَ.

جن لَئي ڏونگر ڏوريان، تن پِي هِهڙا حالَ.

سي سيپ تنهنجا اگهيا، جي ڪيئي ڪالَ ڪشالَ.

پڏندو پاروچو وري، ”سچوءَ“ جا پِي سوالَ.

## ڪافي

### ٨٨

مون ڪَر تا ڪِين پُڇيائون، هاڻي ڪانگل ڪَلَ ڪاڏي!

ڏونڌَ ڏوراپا وو ڪيترا، ميان اَلا، سي سختت مڪائون،

هِتي حالَ اسان جا هي.

سگھا ايندا وو سُپرين، ميان اَلا، ڪي تا پاڻ اتيائون،

جڏو جيءُ جيارڻ جي.

ڏاها ڏيهه وو پِرين جي، ميان اَلا، آهيان اپاڻڪو آئون،

منهنجو هِي نياپو نِي.

طَعنا طَرفَون وو تانهنجي، ميان الا، هِن ڏکِيءَ کي ڏنائون،

سائين سيڀ قبولِيم سي.

سي نـ وِسارج سُپرين، ميان الا، ساڻ "سَچوءَ"، سَمجھائون،

اُهي قولَ ڪيا هي ڪِي.

## ڪافي

### ٨٩

يار منھنجو يار، ڪَئِي ڪَئِي صورت سير ڪَري ٿو!

ڪاٿئين ٻُڍڙو پير ٿيو، ڪاٿئين ٻولي ٻار.
ڪاٿئين بيراڳي ڦِري، ڪاٿَئين ڪَيُس قرارُ.
ڪاٿئين وظيفن ۾، ڪاٿئين خم خمار.
ڪاٿئين آهي بادشاه، ڪاٿئين چوبدار.
ڪاٿئين پيرين پنڌ ڪري، ڪاٿئين گھوڙي جو هسوار.
ڪاٿئين”اَحد“ٿيو”اَحمد“، ڪاٿئين ”عَبدالحق“ اظهار.
آهي دلبَر دوست جو، ”سَچُو“ سَڀ سِينگارُ.

## ڪافي

### ٩٠

ڳالھ ڪَريان آءُ ڪيھي، حالَ پنھنجي جي، ڙِي جيڏيون!

ڪالھ ڪالھوٽي سُپرين، ويا وٿَئون مُون ويھِي.
ڇڏي شھر ڀنڀور کي، ويا پھاڙين پيھِي.
ڪري پريشان ويا، درد منديءَ جي ديھِي.
آءُ اُنھن جي آهيان، جيھِي جي تيھِي.
مارڻ پوءِ جيارڻ، رَسمَ اُنھن جِي ايھِي.
”سچو“ سوز فِراق جا، بارَ کڻَن ڪي نِيھِي.

## ڪافي

### ٩١

هوتَ ڏَهون هاٺي آيُون،مون ڏي خوشخبران هي!

اَچِي اَڏيون تا اوڏڙيون، جارِ اُوهانجڙي جايون.
چِڏي شهر ڀنڀور کي، پير وري اِيڏي پايون.
ٿيون جِيارن جيڏيون، اِهي ويچاريءَ کي وايون.
”سچوءَ“ سَنديون دانهڙيون، دوستَ وري وَرنايُون.

## ڪافي

### ٩٢

هوتَ اوهان تي آءِ، ميان، سارو نَنگُ نِماڻِيءَ جو!

سائينءَ ڪارڻ سُپرين، پير اگڙ منهنجي پاءِ، ميان.
پِرين وَڙَئون پانهنجي، لَئُن نماڻِيءَ سان لاءِ، ميان.
ماٺهو شهر ڀنڀور جا، ساهَ نَ اَچَن ساءِ، ميان.
ڏسنديس آءٌ اڪَڙين سان، جانبَ تنهنجِڙي جاءِ، ميان.
ڪارِي ڳُٺَن تانهنجي، ”سَچوءَ“ کي هاءِ واءِ، ميان.

## ڪافي

### ٩٣

هوتَ اَچَڻ جِي ڪا ڪَرِ ميان، پانڌي روز پُڇايان ٿي!

راتو ڏينهان روحَ کي، سِڪَ اَوهانجِڙي سَرِ، ميان-

تو لئہ هِتِ ڪانگَ اُڏايان ٿي.

سِر توئِي تَون صَدقي، گهوٽَ اچين جي گهَرِ، ميان-

گهُوريو پاڻُ گهُمايان ٿي.

ايندِيس اَهڙي حالَ سان، دوستَ اَوهانجڙي دَرِ، ميان-

ڳِچِيءَ پَلئہ پايان ٿي.

پِرين پارئون تانهنجي، ٿِي ويچاريءَ جِي وَرِ، ميان-

ويٺي ڏکَ وسايان ٿي.

سارو مطلب مون تئي، پِرين اَچي ڪَنهنِ پَرِ ميان-

هِتِ پوتِيون پٽايان ٿي.

”سچوءَ“ اُتي سپرين، دستِ مُبارڪُ ڏَرِ، ميان-

سَنديوَ يار سَڏايان ٿي.

## ڪافي

۹۴

هِنيڙي ڳالهيون ياد، آريءَ ٻاروچي جيون!

ويا ويساهي نِڪري، عشق ڏيئي اِمداد.
پينر ٻاجهون جيڏيُون، عُمر مِڙيئي بَرباد.
دردمندن جِي دلڙي، شالَ ڪندا دي شاد.
”سچوءَ“ سَندي سَرتيون، پُنِي سَڀي مُراد.

## ڪافي

۹۵

آءُ ڪوهيارلَ ڪائِين، وري ويڙهو وسائِج، ميان!

ٻانهون ٻانهَن جان ٻڌي، ميان اَلا، پاند ڳچيءَ ۾ تي پائين-
مون تَؤن چِتَ نہ چائج، ميان.
مونهَون مدايون تيڙيُون، ميان اَلا، تيَس اِيلازڻ آئين-
پِرين پاڻ پسائِج، ميان.
آءُ ڪنيزڪ تانهنجي، ميان اَلا، تون تا منهنجڙو سائِين-
ٻيو عيب نہ لائِج، ميان.
ڏيئِي حالُ حلاجَ جو، ميان اَلا، ”سَچوءَ“ کي سمجهائِين-
سارو سِرُ سُٽائِج، ميان

## ڪافي

٩٦

آءُ اَچي رَهُ راتِ ، پَلو منهنجا يارَ وي!

راتو ڏينهان روحَ کي، آهِ اوهانجِڙي تاتِ.
مَشر آهي مُلڪَن ۾، سَنديَوَ ڏادي ذاتِ.
اَچَڻ ريءَ اوهان جي آهي، هِينيڙي کي هيهاتِ.
”سچوءَ“ کي تِنهن سِرَ جِي، ڪاڏهون ڏينديڏاتِ.

## ڪافي

٩٧

آءُ ويڙهي تون تا وس، وي،
پَلو، پُنهَلَ يار ميان!

پِرين مون کي پانهنجو، ڏاها ڏي ڪو ڏَسُ، وي.
نِماڻيءَ جو حالڙو، پِريَم اَچِي پَسُ، وي.
ڪاهي اِيندي ڪيچَ ڏي، گولِي وٺِي گَس، وي.
پَوي پاچياڻيءَ جو، توکي مانَ تَرس، وي.
ويهڻ آهي پنيور ۾، بنا عشق عبث، وي.
سوز اوهان جو سُپرين، ”سچوءَ“ آهه سرس، وي

## ڪافي

۹۸

اَچي لايو ڪِيئن ، سچڻ، تو تا نِينهن نماڻِيءَ سان !

ماريَس انهيءَ مامِري، هوتَ ڪندين ڪو هيئن.
سا تا ڪيئي پانهنجي، جاني وٺيئِي جيئن.
جهڙي پُنهل تو ڪَئي، آءُ پُڻ ڪريان تيئن!
ڪان وتندِي ڪڏهِين، نالو سَندو نيهَن.
وري وهاريو ويجهڙو، "سچو" پنهنجي سِيئن.

## ڪافي

۹۹

اِهو ڏونگرُ ڏهاٽين، مون ڏوراپو تو ڏئي!

هاري هِهڙا هوتَ تون، تي ويجها وسارين.
هيڏي هوڏي تي گهمين، تون نال نـ نهارين.
ينيورئون بيزار تي، چي سانول سنيارين!
پاڻ "سچو" تون پاٽهين، وچي ساٽن سلهاڙين.

## ڪافي

١٠٠

وسئون تا نہ وساريو، پلو يارَ ڙي،

آءُ اوهانجڙي آهيان، پلو ميان!

سِڪائيءَ ڏي سُپرين، ڪٽي نيڻ نهار.

هيڏي نہ چيڏين؛ پنهنجي ڪَڍ قطار.

توکي ڏسان مون ڏَسين، پرِين ڪهڙي پار.

”سچو“ صَبر ۾ رهِي، گوندر ڏينهن گذار.

## ڪافي

### ١٠١

هُئِي نہ مون ڪَل ڪائِي، سِرُ اِنهيءَ جي ڙي جيڏيون!
اڳي نہ سُيَم ڪڏهين، هِيءَ وراڻي واري وائِي.
ڳالهہ نہ ڳَرهڻ جهڙي، سائيُن جا سمجهائِي.
ڏوهَ ثوابَ جي ڳالهڙي، سيڀ ويساهَ وڃائِي.
سائِي حقيقت حالَ جي، سِرا اَچانڪ آئِي.
”سچو“ سانيِج ڳالهڙي، پرينءَ جا پُرجهائِي.

## ڪافي

### ١٠٢

رهبر روز بروز، اَچن مون ڏي يار جا!
ڪنهن کي سَليان سَرتيون، سُپيريان جو سوز!
اَندر منجهہ عجيب جي، ڪَيڙو سِڪ سروز.
هيڪَند ڪارڻ تِي ڪريان، خاطر اندر خوض.
شال ڪنهين تي نہ ٿئي، سندو جانب جوز.
”سچو“ اجهو آئِيو، آرياڻي اِمروز.

## ڪافي

### ١٠٣

طعنا سِرَ تي سهندي آنُ،
سَرتيون ساري لوڪ جا!
ٻاجهون ٻاروچل جي، راتيون هِتي ڪا رهندي آنُ.
ڪافي منجهارئون ڪاڪيون، لَعلن لوري لهندي آنُ.
پَسڻ بنا پرينءَ جي، ٿاهه نہ ٻئي ڪنهن ٿهندي آنُ.
پينر هِن پنيورَ ۾، ريءَ ٻاروچي نہ ٻهندي آنُ.
”سچو“ سَچيءَ سِڪ ڪَون، ڪيچين ڪَڍ ڪهندي آنُ.

## ڪافي

### ١٠٤

دل جيون ڳالهيون، ميان، آءُ توسان اوريان!
ڳُجهيون ڳالهيون ڪريان ڪَن سان، تَڪَ ويٺي ٿِي توريان.
سَڳو تنهنجي سِڪ جو ميان، ساه اندر ٿي سوريان.
سڪ اوهان جي سَر تي ميان، ڏيهہ ساروئِي ڏوريان.
راتو ڏينهان ڪاڻ اوهان جي، چِتَ ۾ چرخو چوريان.
اگَڻ ”سچوءَ“ جي آءُ تون پيارا، پاڻُ گهٽو ئِي گهوريان.

## ڪافي

### ١٠٥

هينئن نہ مون کي ماريو، اوڙڪَ اوهانجڙي آهيان!

ٻانهي آهيان وو تنهنجي ٻاروچا، پورهيت پنهنجي پاريو

سَگھے نہ تي ڪو ساهيان.

آسَروندِي وو آهيان ميان، واڳے مُئيءَ ڏي واريو

لالچ نہ تي لاهيان.

ڏاڍا ڏونگر لَڪِيو، ميان، توهَ پنهنجي سان تاريو

چَپر اڳيون نا تہ چاهيان.

آءٌ اوهانجڙي وو آهيان ميان، وسئون ڪيم وساريو

جوڙَ اوهان جڙي آهيان.

سانول اِنهيءَ وو ستہ ۾ ميان، ڳالهين تنهنجِن ڳاريو

ڪيچَ وٽن ڏي ڪاهيان.

آءٌ اُڪَنڊِي وو هوتَ اوهان جي، "سچو" ڪِي سانول ساريو

ڳاهُ بِرهَ جو تي ڳاهيان.

## ڪافي

### ١٠٦

رهو مون وٽ راتِ، اڄ پانديو پرينِ جا!
آءُ اوهان تَون صدقي، جا وائي مِٺيَوَ واتِ.
پَسان اَڪَڙين سان، پارو چاٺِي ذاتِ.
راتو ڏينهان روح کي، تن جِي آهي تاتِ.
هُئي هميش ساٿيو، "سچو" سَندوَ ساٿ.

## ڪافي

### ١٠٧

تون آءُ آرياڻي اوري،
تنهنجي دامن لڳڙي آهيان!
سِر پنهنجو سَرتيون، آءُ گهَرئون آيَس گهوري.
ڪامِل ڪڏهن ڪينڪي، آءُ ڏونگر سگهان ڏوري.
ڪا جا تندُ طلب جي، چِتَ وئين تون چوري.
نيو نماڻِي پاڻَ سان، ترُ نہ رهي هِتَ تو ري.
"سچو" سَڳ اوهان جو، ڪيئن پُڄي تنهنجي توري.

## ڪافي

### ١٠٨

مون کي تايو طبيبن، ميان،

پَن پُڇِيون وجهان تَن جون!

نَظَر ساڻُ نِهال ڪيو، هاريون حَبيبن، ميان.

آزارئون آزاد ڪيو، اَچي عجيبن، ميان.

دل کي دلاسو ڏنو، ڪاڪيون قَريبن، ميان.

ڏيندا ”سچو“ سپرين، گوش پِيي غريبن، ميان.

## ڪافي

۱۰۹

نينهن ڏاڍي سان لايو سي،
آءُ تا هاٿِي ڪيئن ڪريان!
عشق سَولو سَرتيون، هِتي پينر پايوسي.
پُڇي اسان جا پَڪڙا، اَديون اجهو آيو سي.
پينَر شهر پنيور جي، هِتي طعنن تايو سي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو پَلئَ پايو سي.
سوئِي "سچو" سِر تي، هاٿي چُمي چايو سي.

## ڪافي

۱۱۰

اسين آهيون! ڇا اسين آهيون؟
ٻيلي، نتا ڇاٿون، ڇا اسين آهيون!
ذري باران برساتيون لايون، ذري ٻَرن تيون وڏيون باهيون.
ذري پڙهون تا نمازان روزا، ذري لوچَ متي تَون لاهِيون.
ذري چئون تا "آهيون اَسين ئي"، ذري چئون تا "اصل ناهيون."
ذري آرام آهي هِن دل کي، ذري وهايُون نيٽَئون واهيون.
ذري چئون تا "اسان پاڻ سڃاتو"، ذري چئون تا "اسين ڇاهيون."
"سچو" اصلئون سوئي آهين، ناهُ هتي ٻيو ڪيهو ناهيون!

## ڪافي

۱۱۱

محبت مست مجنون ڪيا، ڪَئين خاصا خماري، لو....

اصل کَون عاشقن آهي، متي سُوريءَ سواري، لو....

هِتَئون مُنهن سا نہ موڙيندي، هوندي جا وره واري، لو....

سٹو جا مير محبت جِي، ڪُتَن کي ڪوٺَ ڪاري، لو...

جنين کي جوشَ جاڳايو، تنين ڪهڙي تياري، لو...

ڇڏي هِي عيش عالمَ جا، هليا سي هيڪ واري، لو...

پياسي هوُءِ حيرتَ ۾، ڇڏيئون سُڌ سارَ سارِي، لو...

برهَ جي بابَ ڏس تن کي، سيا وائِي وساري، لو....

سدا تن کي آ ساجَن جي، اَچڻ جِي انتظاري، لو....

”سچيڏنا“ سَمجھ ڪِي هتَهين، مَتان تِئين هُتِ مياري، لو...

## ڪافي

### ١١٢

ڪڏهن اَلاجي اِيندا، يار سانگيڙا، ميان!
سِگهي اَچڻ جون ڪانگ اسان کي، اَچِي واڌايون ڏيندا.
ڏيئِي دلاسا دل منهنجيءَ کي، نال نماڻِي نيندا.
اِهي اُميدان آهن اسان کي، هِڪُ تَڪِيءَ سان تيندا.
ڪين ڏندا ڏوهہ اسان جا، بَديون سڀ بخشيندا.
آهي اوسيڙو اکڙين کي، گولِي ساڻ گڏيندا.
ڪيچ وٽن کَون پَتي پَکَڙا، آٽي هِتِ هوتَ اڏيندا.
جيهو تيهو ”سچُو“ سَندان آ، پانهِجو ڪِينَ ڇڏيندا.

## ڪافي

### ١١٣

سرتيون ڏِين صلاحان، ’چتَ تَون چرخي لائين‘؛
آءُ ڪَتيان ڪِي ڪانگ اُڏايان!
راتيون ڏينهان روئان اُنهن لڳ، پرين جي تِيُم پَراهان.
دل جمعيت تڏهن ڪِي تيندي، جڏهن اِيندا ڪي هوتَ اڳاهان.
اَديون اُنهِيءَ جي ويڻي اَچَڻ جون، روز نهاريان تِي راهان.
والِي ورائي وري پَنيور ڏي، سُٽي اسان جون آهان.
ڪيون قبوليت سَيئِي ”سَچُوءَ“ جون، سائين عَرضَ اِلاهان.

## ڪافي

### ١١٤

آ اَچِي ڏس حالُ مُهنجو، آءُ اَچِي سُڻ عرض هي!

نينهَن تا مون کي نيو، طاقت نہ ڪاتَنِ کي رَهِي،

مشتاق جي مارڻ سَندو، آهي اوهان کي غَرض هي.

ڏاها وچِي ٻئا چو پچان، مون تا پروڙي ڳالهڙي،

درد ٻيو مون کي نہ آهي، محبت تنهنجو مَرض هِي.

دل کَسي مون کَون وئين، موتي نہ آئين چا چوان،

سُڌ لَهو ساجَنَ اَچِي، آهي اوهان تي قَرض هِي.

آءُ اچِي امام تِي، تو تي اَسان نِيتِي نماز،

سِرُ ڪَرڻ صدقي اَوهان تَون، آهي ”سچُوءَ“ تي فرض هي.

## ڪافي

### ١١٥

هِڪي ڏهاڙي پير مغان، مون کي ڳالهه ڳجهي فرمائي!

سَلَڻَ جهڙي ناهي سا، جا آڻ پرين پُرجهائِي.

عامَ نہ مَڃَن ان کي، جا صاحبن سَمجهائِي.

مَٿَ منجهارئون مَئي جي، تنهن ساقيءَ سُرڪَ چکائِي.

پيالي مَون پرواز ٿيو، واءِ وئِي ٻِي وائي.

’عبد‘ چاتو ٿي جنين، تن بازي هِٿ هارائي.

’حق‘ کَون ’حق‘ نصيب ٿيو ٿي، مدعا ”سچوءَ سَنيائي.

## ڪافي

### ١١٦

هوتَ غريبِ نماڻِي، اِتي ڪيئن وساريئي، ميان!

اگهڻ آسَروَند جي، آءُ تون پاڻئون ڄاڻي

هوت هَٿِي چو ماريُئي، ميان!

وندر جي وڻن ۾، حب منجهَون هوتياڻِي

مون تا گهڻو نهاريئي، ميان!

تورا گهڻا ڏينهڙا، هن عاجز سان آرياڻِي

مانَ گڏُ گُذاريئي، ميان!

اتي هَلي هيڪلِي، پرت منجهؤن پاڇياڻي

جڏهن سانول سارِيَئِي، ميان!

ڇڏي وئين ڇپَرين، ڪَيئي پُنهون ڄام پُڄاڻِي

هيءَ ڪيئن آزاريَئِي، ميان!

”سچو“ سگ اوهان جو، سائينءَ لڳ سُڄاڻِي

پنهنجي ڪَڍَ قطاريئي، ميان!

## ڪافي

١١٧

آءُ ڪا رهندِ هوتن رِيءَ، هُنديَس سانولَ ساڻ!
لئن لئن منجهه لڳي رهيو، ٻاروچي جو ٻاڻ.
وندر سنديءَ واٽ تي، پرزا ڪنديَس پاڻ.
ڏير ڏيئي ويا ڏکَ جو، هِن ڏکيءَ کي ڏاڻ.
درد مندي دانهون ڪري، چيتڪ ڪَيڙُس چاڻ.
مانَ اَچِي تئي ڪَڏهين، هِنَ مُئِيءَ جو مهماڻ.
”سچو“ سگ اوهان جو، سو تا پنهنجو چاڻ.

## ڪافي

١١٨

ڙِي جيڏيون، هوتَن رِيءَ،
آءُ ڪنديَس ڪوه رهِي!
اندر وره وتاڻ ڪيائون، لَئُن لَئُن منجهه لَهِي.
چيڏي شهر ڀنيور کي، هِيءَ ويندِي ڪيچ ڪَهِي.
ڪونهي ڪوهيارلَ رِيءَ، سَرتيون هِتِ سَهي.
قول پاڙيندو پانهنجو، ڪَيو ٻاروچلَ ٻَهِي.
”سچو“ گڏيم ساٿيڙا، پَنڌَن منجهه پَهِي.

## ڪافي

۱۱۹

پرين نا پئي پار، ميان، جانبَ تنهنجي جان ۾، آخوند ري!
سبق ڏئين نہ سور جو، ڪتابي نہ ڪار.
حرفے صحيح ڪر هيڪڙو، وَرَقَ سيئي وار.
نينهن وارن کي ناحقي، مُلا هِيئن مَ مار.
راتو ڏينهان آهي توئي کي، ڪتابَن جي ڪار.
پاجهَون نالي نينهَن جي، ”سچو“ سبق وسار.

## ڪافي

۱۲۰

پرجهي پاڻ نہ جاڻان، ڪير آهيان، يارَ ڙي ميان!
مورَتَ موڳائِي ڪئِي، صورَتَ تا نہ سُڃاڻان.
ڪَنهن تا ڳالهَيئون، ڪاڪيون، تياسي هِتَ نماڻا.
جان جڻو دل سيوئي، آڏا تِيَم آڏاٽا.
ڏنم ڏاڍي ڏک سان، عشق جا اوراٽا.
خام خيالَ نِي، ”سچو“ ري، اِنهيءَ فِڪر اُڏاٽا.

## ڪافي

### ١٢١

اھو بَر ۾ پيو بازر آھِ، جتي ديرو دوستَ جو!
ڏونگرُ ڏولِي پائيان، سپيريان جي ساءِ!
چُمنديس چپَن سان ميان، سندِي جانب جاءِ.
محبت محبوبن جي، ڪاري ھينيڙي ڪي ھاءِ.
ويئي ڪانگَ اُڏايان، لَڪين لالن لاءِ.
مون ڪي ڪيچَ وَٽن ۾، نيئي پانڌيَڙا پَھچاءِ.
ساتِي سُپرين سان، ھِيءَ گداگر گڏاءِ.
”سَچُو“ سَجڻن ڪي ميان، پاند ڳچيءَ ۾ پاءِ.

## ڪافي

### ١٢٢

ڙي جيڏيون، ھاٹي گھوريو، ھوتن رِيءَ سارو شھر پنيور!
لائيندا وو لطف سان، ھِن ڏکيءَ کي ڏور.
ھَيءِ ھالاٹي اُن جي، شعُلي وڌڙو شور.
مِنت نہ منھنجيءَ موتيا، زاري نہ آھي زور.
دَرسَن ساڻ دفع ٿيو، سندو ھِنيڙي ھور.
”سچو“ سندن راهَ تي، ھِڪَ جفا پيو جور.

## ڪافي

### ١٢٣

حال معلوم تو کي هي ئي، آءٌ تا وسِ نہ ويٺياس!

پرين تنهنجي پار ڏي، قاصد مُنجان ڪيئِي

ايڏانهن منهن ڪيو بيٺياس.

چِڏي وڃ نہ چپرين، مُنج دلاسا ڪي ڏيئي

تنهنجي محبتے مارياس.

چئي ٻڌايان سرتين، هڻ سپاجها سي ئي

آءٌ تا وار نہ وسرياس.

پاڻئون پري نہ ڪري، آءٌ پنيءَ اوهان جي پيئي

تنهنجي پَکي نِي پيٺياس.

ساتي ڏيج ”سچو“ اِهي، نياپا تون نيئي

آءٌ تا گَهٽو اُڪندياس.

## ڪافي

### ١٢٤

منهنجو پَنڌڙو پَهُ آهي، پَلو سرتيون سانولَ ساڻ!

سو تا چِنَڻ جيهو، اَصل ڪَون ناهي

آهي سَڱ تہ پُنهونءَ ساڻ.

ايندو، اَتم آسرو، آسَر هَڏ نہ لاهي

تيندو مُئيءَ جو مهماڻ.

چڏي شهر ڀنڀور کي، ڪيچ ويندي هيءَ ڪاهي

لڳم پاروچي جو پاڻ.

*هِيءَ ڪَميڻِي ڪوڙِي، سڱ ساٽن ساهي

پر پرين ڏسندا پاڻ.

”سچو“ چاڻ صحيح ڪري، توڙي باب سَندن هِيءَ ناهي

تہ ٻيي نيندا سباجها ساڻ.

# ڪافي

## ١٢٥

منصور سوريءَ تي چڙهيو، هر ڪنهن چيو تي واه واه،

عاشق اتي ئي سر ڏنو، اناالحق ٿيو سڀ ساه ساه.

عشق اچي نعرو هنيو، ٿيس سيائي باه باه.

نظر مون کي هادي آيو، ٿيو سوئي الا الله.

عاشقن سُرڪي جا پيتي، تي سيائي هو هوا،

منصور، شمس تبريز پارن، هٿ ڪياؤن جاه جاه.

ويا سمنڊ ۾ ڏيئي ٽبي، سارو لڌائون سُڌ سماءُ،

الفـ سان جي گم هئا ٿيا، ڪُل شيءِ هرجاءِ جاءِ.

”سچو“ ڏسڻ سان سُرخ ٿيو ۽ تخت تي هو شاه شاه،

رچي اُتاهون لعل ٿيو، سارو اهو هو خود خداءِ.

## ڪافي

### ١٢٦

عشق لڳي تان ڪر امين، نا منجھ ڪفر نا منجھ دين.

ستون سورن جون ڪھڙيون پڙھين ٿو،
ورهُ نہ پُڇندئي وَلاالضالِينَ.
ديد ڏِسي ڪي ديد اڙائين،
نينھن نہ پُڇندئي نابين.
جلوھ عشق جو عرش ڪُرس تي،
سرزمين چيا زير زمين.
دل سان ذرو درد قبوليم،
ڪشف قبور ڪرامت ڪين.
شُبها شَڪَ سيوئي لاٿم،
پاڻ سڃاڻ سان يقين.
طالب ڪي تاويل گھرن ٿا،
ڪن تمنا تي تمڪين.
هادي عبدالحق "سچوءَ" کي،
توڙؤن هئي تا ڪئي تلقين.

## ڪافي

### ١٢٧

سارو ئي سر آهي، ڪاتي سچل، ڪاتي ذات سچل دي.

مؤج درياءِ حُباب ڪڙا ڪيا، چاڻج ڪو شڪ ناهي.

آهي اونهون اسرار الاهي، چا منجهارؤن چاهي.

پنهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ، ناهَ لکين تو ناهي.

عاشق، عشق، معشوق اهوئي، ڏانوءُ ڏاڍو ڪيو ڏاهي.

”الاالله“ اثبات مڙو ئي، ”لا“ کي چڏ تون لاهي.

”لي مع الله“ سمجھ اشارت، فيل لنگھيو منجھ پاهي.

واٽ اهائي وحدت واري، ڪامل ايندا ڪاهي.

سوئي اندر سوئي باهر، ڪئين چوان ائين ناهي.

ڳالھ ”سچل“ جي سالڪ سمجھين، لوڪ جي ليکي چاهي.

## ڪافي

۱۲۸

تون رب ڏاڍو بي پرواه،
آءُ تا ٻچان تنهنجي ٻاءِ.
ذڪريا ڪرتَ وجهايئي، سِسِي ساه منجها.
هو مڪي جو ڪوڏيو تنهنکي ڏنئي ڪين ڪهڪاءُ.
حسن ۽ حسين مارايئي، ڏئي جيءَ جفا.
ڪربل منجه قتل ڪرايئي ترس نہ پيڙئي ڪا.
ظلمي آهين، رحمي آهين، جا وڻئي سا واه.
”سچوءَ“ تيز تي سڀ هنئين، جيڪا رَبَ رضا.

## ڪافي

۱۲۹

ڪرن مڙيئي قتل عام،
پاڻ ڪريان جي پڌرو.
جدا جماعتَ ڪان آهين پاڻ امام.
دم نہ اڳيون دين تيو، ڪفر نڪو اسلام.
فارغ هئڻ فرض ڪؤن، سُنتَ ڪي بہ سلام.
”سچوءَ“ آيو سچ ۾، ناهي حلال حرام.

## ڪافي

### ١٣٠

ويندي تا وڻڪار،
جيڏيون هي لڳے هوت بلوچ جي.
ڪيئن وِهان هتهين، آهي منهنجو ڪم ڪوهيار.
**ساه منهنجو سرتيون، آهي پرين جي پار.
هِيءَ دل ديواني ڪري، هو تيا پاڻ قرار.
جات جَتن جِي جيڏيُون، جِيءَ وڌو آهي جار.
"سچو" نہ وسار ساه ڪون، دوستَن جي دربار.

## ڪافي

### ١٣١

عين اَتَوَ اِنسانُ، ڀول مَتان ڀُلي ڪائي!
دَلقُ درويشي، پهري آيو، صورت هن سلطان.
آهي جَڳَ ۾، سُٺو ڙِي جيڏيون، صاحب جو سيلان.
ڏِسي تَماشو يارَ سجَڻ جو، هَر همَه حيران.
واه عجائب جيهو ڪيائِين، "سچو" ري سامان.

## ڪافي

١٣٢

ٻاروچي لَؤن لائِي، ميان، ڪوهياري لَؤن لائِي!

ڳالهہ نہ ڳَرهڻ جهڙي، ڏاڍِي سور سلائي.

سَرتيون مون سان سورَ ۾، پيِنَر ڪانهي پائِي.

هِيرَ وٽي سا هانوَ کي، ڏَنهن عجيبن آئي.

سِرُ ڏيڻ سيڻَن کي، ”سَچُو“ آهي سَچائِي.

## ڪافي

### ١٣٣

صحيح سُڃاڻج ساري، خود آهين وي خُدائي!
لڪين سِتارا گم ٿيا، روزَ ڪَئِي روشنائِي.
ڪوڙين قطرا ڪارونيارَ، ڪِي سَموندَ سمائِي.
سُڌِ تِنهين سِرَ انهيءَ جِي، متي جنهن جي آئِي.
تخت هَزارو اوري رهيو، پَري رهي بُلي شاهي.
”سَچُو“ سَچي ڳالهڙِي، پاڻَ پِريَن پُرجهائي.

## ڪافي

### ١٣٤

وَس ڪا آهي ويچاري! _ هُئَڻ هن جو هوتَ، ناهي!
اُتَن اُوٺارن تَؤن، سائين الا، صَدقي آءٌ سَو واري.
چايم ڏاڍي چاه مان، سائين الا، بِرهُ بلوچي باري.
هيڏي هوڏي جان ڏسان، سائين الا، اَندر باهر آري.
پانهون پانهِن جان پڏي، سائين الا، زار ڪريان ٿي زاري.
”سچو“ سهي جي ڪرين، سائين الا، حَق حقيقت ساري.

## ڪافي

### ١٣٥

تون آءُ اسان وٽ يار، تنهنجي اَچَڻَ ڪاڻ
جِيئڙو جُڪي تو، ساهڙو سِڪي تو!
بَس نہ وَهڻ ڳوڙن ڪَرن، هي نيڻن سَندا نارَ.
ماڻ ڪندي ئِي چاڙهيا، بِره اسان تي بار.
پِرين پاڙج پانهنجا، جي ڪيَئي قولَ قرار.
چُمِي چَشمن تي ڪَنيم، تنهنجو عشق اَلہ توهار.
باه جيهو آءُ پائيان، جو دمُ توهَئون ڏار.
راتو ڏينهان تانهنجي آهي، "سَچُوءَ" سار سنيار.

## ڪافي

### ١٣٦

دردمندن جي دل جو، ميان، شوقِي وو يارُ شڪاري!
يار سُهڻي جون ڏسو ڏهاڙي، ڪَن تيون خون خماري.
سوز وارن کي سيني اندر، ماري قيبر ڪاري.
چشمان چوتَڪ ڏاڍو لائن، ڪجليان هَن قهاري.
بانهون سي پڌيم اڱيون انهن جي، زاري سَوَ زاري.
دل اسان جي وو لٽ نِيَن تيون، بِئِي چشمان چاري.
پاٽان چاٽي ظاهِر ڪيائين، هوءِ هوءِ حُسن هزاري.
جِيءُ "سچوءَ" جو جار وڌائون، ڏيئي پاڻ ڏيکاري.

## ڪافي

١٣٧

سِگها اِيندا، سِگها ايندا، پانڌي پِرين جي ڪِي تا!

سڪائِيءَ سان سرتيون الا، ڏڪَ ياٰئِي اَچِي تيندا، پَلِي اِيندا.

دردمنديءَ جي دل کي، ميان، دوستڙ دلاسا ڏيندا، پلي اِيندا.

ڪين چَڏينداچَپَرين، ميان، نال نماڻِي نِيندا، پلي اِيندا.

پَڪا پکن سا مُهان، ميان، آڻي پاڻَ اڏيندا، پلي اِيندا.

سو ڏينهن تيندو ڪهڙو، جو "سچو" نانءُ سَڏيندا، پلي اِيندا.

## ڪافي

١٣٨

تنهنجي محبت موهيو،

رَمزن ريهيو ريهيو، هِي تا ساهُ
آٽئِي الله!
طرف تنهنجي راتو ڏينهان،

چِتِ هَٽيرو چاهُ
آٽئِي الله!
آهي اسان سان سُپرين،

حبَ سندَوَ هَمراهُ
آٽئِي الله!
پيو پناري تانهنجي ميان، هي ڏوهاري ڏاهُ
آٽئِي الله!
واڪا ڪَيون ٿو وهي،

دل اندر درياهُ
آٽئِي الله!
ڪشي ڪَري ڪپڙا،

”سچو“ مَليندا پاهَ
آٽئِي الله!

## ڪافي

### ١٣٩

هوتَ ڪڏهن نہ هلايُوَ، پانڌي پنهنجي پارَ ڏنهن اسان ڏي!

طرفے توهان جي مُڪوسين قاصد، سو پيي وَهندو ڪين ورايُوَ!

نياپو منهنجي نيهن جو، جيڪَر ساٿِيءَ نہ سٺايُوَ.

هو جو ڪَيو هووَ وعدو، سو تا ياد نہ آيُوَ.

”هر دم هونداسين اَسين توئي سان“، فائق هِيئن فرمايُوَ.

تنهن ڏينهن لاڪُون يارَ ”سچوءَ“ ڪي، باري بره بچايُوَ.

## ڪافي

۱۴۰

ڪالهه قاصدَ اوڏانهون آيا، اِها ڪَيئُون آگاهي!

’پار پنيور جي هئا اچڻ جا، ساڻَ ڏٽيءَ ڪي سعيا۔‘

چڱِي ڏنائون گواهِي.

منهن محبوبن جو ٿيو اسان ڏي، پيا سي پَنڌ سَجايا۔

ڪيها رهبر ڪريان راهي!

يارَ مُسافر ڪِيُم اُداسي، ڏور جنين ڏينهن لايا۔

آٽي تون ميڙ الاهي!

پاندُ ڳچيءَ پائي اڳيون پِرين جي، اسان ڏوهَ سيئِي بخشايا۔

ٿيا سي پاڻَ صلاحي.

”سچو“ اُتاهون اَچِي رَهِي هِت، ويڙها سي يار وَسايا۔

غَم لَٿي گُمراهِي.

## ڪافي

### ١٤١

هاري سو پاتِئي هار، تا آءُ چام چنيسر آوڙان!
جنهن دوستَ ڪسايو دَم ۾، سَتِّ اُهو سينگار.
هَتِّئُون پَئِي تنهنجي آهي، روئين چو زارو زار.
داڻو هُيَڙو درد جو، جنهن ڪيو بهشتَؤن بيزار.
ڏوهُ تہ تنهنجو ڪونہ هو، پرَ نِينهن ڪيو نروار.
پَلنگئون پئينءَ پَٽِ تي، ڪَري گوندَرَ گفتار.
”سچو“ سهي جي ڪَرين، هِيءُ هو عشقَ جو اسرار.

## ڪافي

### ١٤٢

هارَ چنيسر چام، ليلان ڪسايو دَستَؤن پنهنجي.
ڏاڳو مَٽيون هو ڪَسوٽِي، جو دل جو ٽِي پيو دام.
نَظَر وڌِي تا غيرَ تي، تيلهان تون ٽِئين تمام.
پُلِي پولِي ۾ پئينءَ، هار پانيُئِي آرام.
تنهن ڏينهن آندئي پاڻَ سان، سورن جو سر انجام.
”سچو“ رَه صَبر ۾، عِشقُ ٽِيئي انعام.

## ڪافي

۱۴۳

ڪِيئن چَوين تو، ڪِيئن چَوين تو!
لوڪ ناهي ٻيو؛ ڪِيئن چوين تو؟
لوڪُ سَيوئِي اُهو آهي، ڪيئن ٻيائِيءَ مَنجهِ پَوين تو؟
اَچاڻ بنائي پاڻ بيهاريُئي، غمزي انهيءَ ۾ چو نہ گوين تو؟
ساڻ سچي تا ”سچو“ گذارين، راند روئڻ جِي ڪيهِي رَوين تو؟

## ڪافي

۱۴۴

ڀُل وڃي تو، لوڪ سارِوئِي ڀُل وڃي تو!
”مان“، ”تون“ ويندي، اُهوئِي ٿيندو، ڀولُ اهوئِي جيڪو ڀَڃي تو.
اهو اُهوئِي سَرتيون آهي، نہ تا اها ڪوئِي ڳالهِ مَڃي تو.
اندر ٻاهر اهوئِي آهي، ”سچو“ هِي سِرُ صحيح سڃي تو.

## ڪافي

### ١۴٥

سُهڻو سڳ ٽيو، ڪاڪيو ڙِي، ڪيچ ڏٽين سان، شالَ مولو ميڙيندو!
اڳئين ڪَؤن ڀي اڳرو، ڀائن تان وره ويو!
آريءَ جي اولاد سان، ڏاڍو پيچ پيو.
بيڪَسِيءَ جي دائري، تنهن کي نِيهَن نيو!
صدقي تَن سيرن تَؤن، "سَچوءَ" ساه ڪيو.

## ڪافي

### ١۴٦

شال مون سان وريون وريون،
ڪانگ ڪَرين مِٺيون ڳالهِيون!
جدائِيءَ جون جان جسم تي، ڪيون پورن پَريون پَريون.
دردَ سَچَڻ جي دل منهنجيءَ کي، زور ڪيون ذريُون ذريُون.
ڏکن واريون ڳالهيون، اسان ڀي دل پائي ڏريون ڏريون.
وايون وصل جون يار، "سچو" تون، متان ڪرين ڍريون ڍريون.

# ڪافي

## ١۴٧

مون کي متان تون ڇڏين،

سونها ڙي سَچڻ جا!

مَ چاڻان ڏينهن اُهو تا، تيندو اَلاجي ڪَڏهين.

نانءَ موليٰ جي محبوبن سان، نئِي غلام کي گَڏين.

حاضر تِئين حضور ۾، نانءُ ”سَچوُ“ ڪري سَڏين.

## ڪافي

### ١۴٨

اهو آهي آهي، يار ساڳيو ساڳيو!
اوهين چاڻو ساڻ يقيني، ٻيو سو ناهي ناهي.
ميخاني وچ مست هميش، ڪيئن سو ڪعبي ڪاهي ڪاهي.
لوڪ سارو تي هِت جو آيو، سَيِ حجابان لاهي لاهي.
ظاهر باطن آهي اهوئي، جان جٿو وري چاهي چاهي.
نانءُ ”سچوءَ“ جو آيو صفت ۾، ڏانءُ ڪيو ڪيهو ڏاهي ڏاهي.

## ڪافي

### ١۴٩

هيءَ پورهيت پاڙِيءَ ڏوڻِي، خان ٻاروچا تنهنجي!
حاضر خدمت اچي اوهان جي، حال چوندس روئِي.
ساڻي اسان جي سُڌ لهڻَ سان، سوال پورو ڪَر سوئي.
ڪيئن وساري ويهان اوهان کي، ڪٿِي تا هڙي توئي.
طوطيءَ جي ڳچيءَ سو سلامن، ”سچوءَ“ مُڪا پڻ پوئي.

## ڪافي

### ١٥٠

واتِ مون کي آهي وائِي، خان پاروچا تنهنجي!
پرين نـ مُکَو طرفـ اسان جي، لِکي ڪتابَتَ ڪائي.
پيرو ڪنـدين وري پنـپور ڏي، اِها اَدَر مون آئي.
حالَ منهنجي جي خَبَر نـ ڪنهن کي، چگّي سَجڻَ تولائي.
اهو آسرو مون کي آهي، تيندين اَچِي ڏکَ پائي.
اج صبح تا اگّڻ "سچوءَ" جي، جانِي اِيندين شالَ جائِي.

## ڪافي

### ١٥١

سُڻ منهنجڙو حال،
دلبر ديس وسَئي، گهوريو ڙي پَرڏيهہ تو تؤن!
مون کؤن پَري نـ ٿئين، سائين مَج سُوال.
منهنجو توسان تا آهي ئي، خاصو يارَ خيال.
روئان واتڙين تي، ڪريو هھڙو حال.
واڳان وطن پانهنجي، قيري آءُ فِي الحال.
تو کؤن ڳجهو ناه ڪو، عاشقَ جو احول.
ڪَر "سچو" کي سپرين، کٽي نيڻ نهال.

## ڪافي

### ١٥٢

قاصدَ وري ويندين،
ديس ٻاروچل جي، ميان!
خَبرَ خوشيءَ جي وٺي اُتاھُون، سِگھو اسان ڏي ڪِي ايندين.
دردمنديءَ جي دِل کي، ھاڻي ڏاھا دلاسو ڏيندين.
سپيرين جي ڳالھِ ڳُجھيءَ جو، وجي سو واقف ٿيندين.
سوزَ فراقَ جي، يار ”سچوءَ“ جو، تون ھيِ نياپو نيندين.

## ڪافي

### ١٥٣

آئين قاصدَ ڪالھہ،
پرينءَ جي پار ڏنھن، آنديِ جي سَنِھيا سَل اُھي ئي!
ھاريا ھِنَ جي حالَ جِي، ڪا ھُئِي ھُتِ قِيل مَقالَ؟
پاڄِيءَ کي پَرديسَ ۾، سِڪندي ٿِيڙا سال.
پِرِيَن ڪِي مون پُڇِيو، ڪا خَبرَ ڏي خوشحالَ!
ڪِي ڪَيندا ھجر فراق کي، ڪِي ورندا واوَ وصالَ!
”سچوءَ“ سندي ساهَ جِي، ڪا ھئي ھُتِ کين سنيال!

## ڪافي

۱۵۴

عاشقَ ڪر آرام،
پِرينءَ گهڻو پُڇيو تُنهنجو، خوشيءَ م رَهُ، ري!
طرفے تنهنجي آهِ، اَچڻَ جو، اسان جو انجام.
رَهبَر عاشِقَ کي وَڃِي، سَوَ لَکَ ڏيج سَلامُ.
اڳنان آهي تانهنجو، سُرهائِي سَر انجام.
جيڪي چَيُوَ، تانهنجو آهي، ڪُلِي قبول ڪَلام.
”سچو“ تنهنجي ساه کي، آهِ محبت بخش مدام.

## ڪافي

۱۵۵

يار منهنجي کي ڪريو، مِنَت وڃِي ڪائي!
پَرڏيهه وڃ نہ مون پرين، يارَ تو سان مون تا لائِي.
اَندر منهنجو اَڌ ٿيو، ڪري وڃڻ جي تو وائِي!
ڏسو اوهين ٿيون، دل ڏادي سان، اديون آ مون اتڪائِي.
چڱا مِڙيائي ميان اِئين چون ٿا، ’لائِي تہ توڙ نيائِي‘.
هِجَر منجهارؤن ٿيندي وصالت، اِها ڳالهہ ”سچُوءَ“ آزمائي.

## ڪافي

### ١٥٦

هاڻي مون کي پرِيَن پوءِ،
جيڏيون جِيَڻ جنجال ٿيو!
ويٺِي واٽڙين تي، هيءَ راتو ڏينهان روءِ.
ويهڻ هن جو وهه ٿيو، هو لَڏي ويڙا لوءِ.
دردمندي دانهون ڪري، آهي هوتَن ريءَ هوءِ هوءِ.
ڪاڪيون مُون ڏي ڪيچ کَؤن، شال قاصد اچي ڪوءِ.
”سچوءَ“ ڪندي سال ٿيا، وَريتِيون ووءِ ووءِ.

## ڪافي

### ١٥٧

يار ساٿيو ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان، پلوڙي ميان،
دوستَن جي ڪَلَ مون کي ڪا ڏيجو!
هِيءَ نماڻِي در وڪاڻِي، نالِ نباهي نيجو.
ڪِيم وساريو، مئِي نہ ماريو، چوري تا نہ چڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن اِيندا، لوءِ ئَون تا نہ لڏيجو.
جنهين ويلي هلو اِتاهون، ”سَچُوَ“ نانءُ سَڏيجو.

## ڪافي

### ١٥٨

ساجن اِنهيءَ سير، اِيندئِي ڙي اَچا!
سي ئِي پَهتِيون پرِينءَ سان، جي گهڙيون انهيءَ گهير.
سپيريان جي سيرَ ۾، هيجَوُن هِينئڙو هير.
ٻَڌي نچج نيهَن جي، ڇاتِيءَ ڇاتيءَ ڇيرَ.
”سچو“ سائين جي پُڇين، ڦَندَ سَيئي ڦيرَ.

## ڪافي

### ١٥٩

”توکي عاشق پنهنجو ڄاڻان، تو کي سَونِ ۾ سُڃاڻان!
”اسين تا توسان آهيون سدائين، وجهج ڪِين وڃاڻا.
”اُهي تا آهن نظر اسان کي، اَچِي جي در وڪاڻا“
دستَوُن ڪري ڏِنو هِي مان کي، يارَ دارونءَ جا داڻا.
سَهج ”سَچُو“ تون ساڻ يقيني، محبوبن جا ماڻا.

## ڪافي

### ١٦٠

هوتَ اسانجڙو حال، تون پاڻهَين تو ڄاڻين!

اوهان پاڄهون وو سپرين،

ميان اَلا، ساعت پايان سال

وري اچڄ آرياڻي.

راتو ڏينهان روح کي، ميان الا،

سندُو خوابُ خيال

هيءَ اَتَوَ نِماڻي.

معلوم تو کي مون پِرين،

ميان الا، عاجز جو احوال

تون سانول سُڃاڻِي.

ڇڏين ويندين وو ڇَپَرين،

ميان الا، تو لڳي ڪيم ڪشال

تون هيئن ڪِيئن هوتياڻِي!

سوز اوهان جي وو سُپرين،

ميان الا، بِره ڪئِي بيحال

تہ پِي عذر نہ آڻي.

لاهہ فراق وو فقير ڪَؤن،

ميان الا، ”سچو“ مڃ سوال

هيءَ هادي لئي هاڻِي

.

## ڪافي

١٦١

منهنجي اڱڻ اَچ آءُ،

پرديسيڙا ڙي يارَ!

والي شالَ وصال جو، ڪو وري لڳي واءُ.

اچي هَڏ نہ هِتَهين، سانوَلَ تو ريءَ ساءُ.

ميان مشتاقن جو، اَچي صاحب لهہ سَماءُ.

دانهون ڪري دردَ ۾، جا ڦٽي فراقاءُ.

ٿيون مَدايون ڪيتريون، سائين "سچوءَ" ڪانڻ.

## ڪافي

### ١٦٢

اوڏاهون قاصد جي آيا، تَن هُلائي هيءَ وائِي:

هاڻي هوتياڻن جي، هُئِي تو ڏي تياري،

واتان پُڇي تانهنجون، ٿو اَصل ڪان آري،

ڏاري، سنديَوَ حال جِي هت معلوم سَيائِي.

اهو رکج آسرو، جو اَڄ تو ڏي اِيندا،

ڏيئي ٻانهون ڳل تو وري، پرين پَرچائيندا،

هيڪَند ٿيندينءَ هوتَ سان، تون جاڳندي جائي.

مارئِي ماندِي نہ ٿيءُ، چو گوندر گذارين،

واتان اَچَڻ ان جون، ٿِي نِت نِتِ نهارين،

جهڙي تون هِتَ آهين، آهين هُتَ پِي اُهائي.

ويو وڇوڙيو وچ مَؤن، تون گڏيئن سائينءَ ساڻ،

توسان آهن سُپرين، پَري ياءِ نہ پاڻ،

”سچو“ ٿِيندين سيگهڙي، اها وائِي سوائي!

## ڪافي

### ١٦٣

ڪيچي ڏنم اَچ اِتي،
اوهين تا چا تا پانيو!
سال لنگهي ويا ڪيترا، ڪاڪيون ريءَ ڪتي.
اچ تا ويندين ڪاڏي ڪينڪي، هُوسو، تا منهنجو هتي.
منزل محبن جي جتي هوندي، ميان، هونديون سَرهايون تتي.
موڳائيءَ جي مونجهه ۾، سائين الا، ڪانه ڏِسي گَپَ ۾ گتي.
سودو سيٽن سان حال ٿيندو، ميان ”سچو“ تا سِرَ ڏتي.

## ڪافي

### ١٦٤

اچ اوڏاهين سي آيون، مون ڏي خبران خير جون!
پيو تا تو سان دوستےَ وي، ڪون برابَر پايون.
لِکي مَؤن معلوم ٿيو، هاٿي پير ايڏاهِين تا پايون.
سَنيري تو کي ميان ڏيهه سنديءَ، لکے تورا تا لايون.
سورن واريون سيئي ساعتون، تو تان لکےَ لنگهايون.
توکي ٿينديون هاٿي حاصل، ”سچو“ ري سَرهايون.

## ڪافي

١٦٥

منهنجِي حجت تو سان ناهہ، توکي مولو ميڙي يار!

مون هِن نماڻِيءَ کي، آسَر سَندُوَ آهہِ.

اندر ٻاهِر تا تنهنجِي، جانبَ آهي جاءِ.

ڏونگَر ڏورڻ آئيا، ساڃڻ تنهنجي ساءِ.

”سچو“ آهي سِڪَ ۾، لالڻ تنهنجي لاءِ.

## ڪافي

١٦٦

پُڇِن ڪوه طبيبَ، او، سوزَ واريون سَرتيون، پِلو الَو!

پيدا ٿيندا پاڻهين، ڪول آيَس قَريبَ.

ڏِيَن ڏيکاري ڏِيلئون، اچانڪ عجيبَ.

”سچو“ وَسَن سي سدا، هِنَڙي منجھ حَبيبَ!

## ڪافي

### ١٦٧

الا باري بِره ڏولڻ جي، دل ديواني منهنجي ڪيئي!

اوري اَتَڪَ نہ رهِي، خاص پِرين پکِيئي.

پياريائون پُر ڪَري، ٻي سيپ وائِي ويئِي.

راتيان ڏانهان روحَ ۾، ”تيَا تيَا“ آهي تيئي.

اکيون دل ”سَچُوءَ“ جيون، پاڻ سکيون ڪِيَئون ٻيئي.

## ڪافي

### ١٦٨

يارَ لايو رنگ، ڏس تون،

جي هُيَئين ڪنهن حالَ ۾!
محڪم رهين احوالَ ۾،

قائيل نہ ٿي تون قالَ ۾.
خيالَ پاجهون خاص تنهنجي،

هُئي جِيَڻ جَنجالَ ۾.
جي هُئين ڪو دَم اِتي،

تا هُج تون خاص خيالَ ۾.
اَصل ۾ يڪتا ٿِئين،

عاشِقَ چَئون اَمثالَ ۾.
محبت مگر مرشد سندي،

آٽين اِنهي اَحوالَ ۾.

## ڪافي

### ١٦٩

دمَ دمَ جا ديدار، وو، اَپر اسان جي نارَ تي!

ٻَگا ڏاندَ ٻَڌائون ٻيئي، تَن جِي ڳالهه ڪريان آءٌ ڪيهِي،

وهَن ڏارو ڏارَ، ڳاڏِيءَ جي ڳِتڪارَ تي.

ياروني هِڪڙي چَڪريون ٻيئِي، آرا انهن جا آهن اهي ئي،

وهن بارو بارَ، وو، لَٺَ واريءَ للڪار تي.

ڦرهيون ونگڙون آهن اوياريون، اِرڙيون سونهن مالهه موچاريون،

جهَلَڻ جا جهلڪار، وو، لوڙِن واريءَ ڏڏڪار تي.

ڍيڍي چونڪ جوئر جا نِسري، ڳنا تنهن جا ماکِي مصري،

ڪِيرن جا ٻـ خمار، وو، آهن پيهي واريءَ پونجار تي.

ڪانگَن ڪانگيرو، وهين واهيرو، ڪَٻرن، ڳيرن ڪيو اچي گهيرو،

ڳوڙهن جا وسڪارَ، وو، جهِرڪين جي جنسار تي.

آيو نيسَر پاڙڇ ۾ پاڻِي، مرشد اچي ٿيڙ مَ ساڻِي،

سا جوئر پَچايوم جار، وو، آهن ڪَم "سَچل" جا ڪلتار تي.

## ڪافي

١٧٠

وعدا اُهي اَڄ ياد پئا،
مون سان قريبن جي ڪيا!
ڳالهيون ڳجهيون اُهي يار جون،
اصلون ٻُڌيم اِسرار جون،
سي ٿيون عطا اعتبار جون،
دل ۾ رهيون دلدار جون.
واليءِ اهو وعدو ڪيو،
جو ڪَم ڇَيوسين سو ٿيو،
”هڪ ٻول توسان، نا ٻيو،
وِسري نه مون کَون سو ويو“.
فائِق وري فرمائيو،
”تو سِرُ اسان جو سائيو،
”اهو ڏسڻ مون آئيو،
دل ساڻ سو مون لائيو.
”’سَچُو‘ سدا سَرهو رهين،
هِن ٻولَ اسان جي تي ٻَهين.
”تون ٿاه تا هِن تي ٿهين،
سِر بار برهي جو سَهين“!

## ڪافي

١٧١

”تو ڪِيئن اُهي وسري ويا،
جن کي تو تي ڪارون ڪيون؟“
پانڌِيءَ پِرينءَ جي پار ڏنهُن،

آندي خبر اها يار ڏنهن؛
آيو اصل اسرار ڏنهن،

دوستن سندي دربار ڏنهن.
ڪيئن تون پئين ٻيءَ ڳالهه ۾،

هي جيءَ وجهين جنجالَ ۾؛
چئہ آهين ڪهڙي خيال ۾؟،

ره تو هميشہ حالَ ۾.
ڪانئن پاسي ڏينهڙا پَيَئہ،

سي ڳڻَ سَندن وسِري ويئہ!
سچا سخن سانيَڻ تِيئہ،

سڏ کين ڪڏهن نا ڪَيئہ.
”ڳالهيون سَچڻ جون ياد ڪر،

دل سامڻ تي عاشق اَپر،
تا تو اچي نازڪ نظر“

هَيءِ هَيءِ متان ٿئين بيخبر“.
”جيڪس فراق جي فال هُئي،

ڪا ڪين تنهنجي ڳالهه هُئي،
”تو گڏ جِيڻ جي جال هُئي:

اڄ تو نہ تن سنيال هُئِي“!
”اتي وساريئي ڪيئن ويهي،

جي ڏيهَ هئا تنهنجا ڏيهِي؛
”توکي آئي مَصلحت ڪيهِي؟

هانِ پانَ ايندا اڄُ پيهِي“.
”’سچو‘ متان دلگير ٿئين“،

اَڄ پاڻ فرمايئون ائين،
”طالب وجي تَسلا ڏئين،

معافي مَدايون ڪيون مئين“!



# متفرق ڪلام

١

روجهُون رڻُ يادِ ڪيون ، اُپيون رتُ رئَن؛
هر ڪنهن ويلَ هُئَن ، اِهڙن اوراتَن ۾.

٢

روجهُون رڻُ ڦِتو ڪري ، لاهِ لهِي آيون؛
تِين تار نہ تَرايون ، جو مُند نہ اُتَن مِينهڙا.

٣

مُندين مِينهن اُنانِ ، وري روجهُنِ رڻُ ڦِتو ڪيو؛
ڏولائيءَ جا ڏينهڙا ، گهٽا گهر ڏنانِ؛
اُنهيءَ ڪَؤن اَرمانِ ، لحظي مَنجهه لهي ويون.

٤

مُندين مينهُن پيونِ ، تَرايون تارِ ٿيون؛
وچڙُ مٿين ماٿرين ، ٿاڪن تي ٿيونِ؛
وِسري ڪينَ ويونِ ، سورڻُ ريجاٽِن جو.

٥

هنيَڙو چِڏي هُتِ ، ٿيون روانيون روجهون؛
ڏکيا اَوسَر ڏينهڙا ، ٿيون گُذارِن هِتِ؛
اَنئي پَهر چِتِ ، وطن تَن نہ وسري.

٦

رڻُ چڏي روجهُون ، ڪا ڏس چِتائي هَليون؛
جيلهان مُند اُٺا نہ مِينهڙا ، تيلهان ٿيون ڪوجهون؛
لَڪَنِ جون لوجهُون ، جَرين جالِڙَ هَليون.

٧

ماٿَر مينهن پيانِ ، روجهان موتي آيون؛
اَوسَر سَندا ڏينهڙا ، وسري سڀ ويانِ؛
ٽاٽا ٿَر ٿيان ، ڦَٽيون ڦوڙيون گَڏيون.

٨

جڏهن ٿيا اَبَر، تڏهن روجهُن ڳاٽَ مٿي ڪيا؛
موليٰ وچڙيون ميڙيون ، جن تي گذاريا اوسَر؛
پهاڙيءَ جي پاندَ ۾، گڏجي ڪَن گُذر؛
ٿيون سيبئي سَر، لَنگهيَن ڏکيا ڏينهڙا.

٩

جي ڦَٽيون جي ڦوڙيون ، اُني اَچي گَڏ ٿيون؛
اوسَر ڪَيون هُيون ، اورَنيون اوريون؛
لَکين ڪِروڙيون ، رڻُ سيوئي روجهيون.

١٠

روجھڙين اُتاءِ ، لنگھيا اَوسَر ڏينھڙا؛
موليٰ آندا مِينھڙا ، پنھنجي مھر متاءِ؛
جي ھيون ويچاريون وِچڙيون ، ھڪڙيون پيَن ڪاءِ؛
ويُن ڏولُ وِچاءِ ، اُتي اَچي گڏيُون.

١١

آسَروند آھين ، روجھون راٽيون رڻ ۾؛
اُپيون پيون اُپي ڏي ، تيو واٺِڙيون واجھَائين؛
رڙيون ڪيو رڻَ ۾، تيون بُوندون بَرسائين؛
تنھن ڪُنڊ تيون ڪاھِين ، جنھن ڪُنڊَ وَسَن مِينھڙا.

١٢

”سچو“ رکُ سَماءُ ، تو ماٺھو روجھن سان گڏين؛
ھاٺي صبر مَنجھِ ئِي آءُ ، ڪمائي پوري ڪري.

١٣

آيون وَس چڏي ، مُندين اُتَن مينھڙا؛
موليٰ سندي مِھر آھ ، جي وچڙيون گڏ گڏي؛
لتيون لاھَ لڏي ، روجھون ريجاٺِن تي.

١٤

رٽَئُون روجھيُون آيون ، وين اوسَر ڏينھن؛
مندين اُتن مينھن ، ڪيئون رُخ ريجان تي.

۱۵

رٽئُون آيون روجھون ، جو سنياليائون ديسُ؛
مُندين اُتَن مينھڙا ، وسري وين پرديسُ؛
جي ھيون اُتي ريءَ اُديسُ ، سي پُڻ سرھيون ساهَ ۾.

۱٦

جي اوسَر ڏسِي روجھيون ، رڻَ چڙھي ويئيون؛
تن کي وڃي اُتھَين ، پَلڪان ڪي پيئون؛
پوءِ مُندين اُتن مينھڙا ، سَبزيون سي ريئيون؛
ڍَوَ واري ڍيئيون ، ڍليون گاھَ گُلن تي.

۱٧

رڻِ چڙھي روجھان ، ويون وري ڪَٿَ ڪري؛
سَبز سِيٽيون آئون ساوڙيون ، سَيڪا چاڪُ چَري؛
پُري آئيون پِيئي تي ، پَھاڙؤن پَري؛
ويَن ڏولائي ڏينھڙا ، سَيڪا پَلُ پَري؛
”سچو“ مون نہ سَري ، ريءَ ميلائي سَڄَڻين.

۱۸

جي رڻ چَڙھيون روجھَڙيون ، ڪيون ڏولاون ڏکِيون؛
جبلن سَندي جھولِئين ، بِرُ ھيون بُکيون؛
تيون ھاٽي سي سُکيون ، جو مُندين اُتَن مينھڙا.

١٩

هِنيون لاهي هَليون ، روجهان رڻُ چتاءِ؛
موتي مِهر موليٰ جي تين ، جو اُتن مينهن مَتاءِ؛
ڏولائي جا ڏينهڙا ، لاتا پاڻَ خداءِ؛
وري پنهنجي ديس ڏي ، وريون جاءِ بجاءِ؛
واري وسَ وساءِ ، ڪا رازقَ روجهڙيَن تي.

٢٠

روجهون وني واٽَ ، هليون تَرايَن تل تي؛
گولاڙن جي گَس تان ، چِتَن مِني ماٽ؛
لاهي اُج اُساٽَ ، راهِي تيون رڻَ راهَ ڏي.

٢١

روجهون ريجاٹن تي ، لنگهي لَس ويون؛
بوندون جِتي بارانَ جون ، پَهاڙين پيون؛
رڻَ ۾ سي رهيون ، جن پندُ نہ ڪيو پهاڙ جو.

٢٢

راهي تيون رڻ راه ڏي ، لاهي اوستَ اج؛
پهاڙيءَ مان پُجَ ، روجهن ڪيا رجَ تي.

٢٣

راهِي تيون رڻ راه ڏي ، لاهي اُج اُساٽ؛
اَچي وُٺَن اوچتو، وڏَقڙو ۾ واٽَ؛
رعد جي رڙين تي ، تَهي ڏنائون تاٽَ؛
پُگيون منجھ پهاٽَ ، لَتَن سِڪَ "سچو" چَوي.

٢۴

وٺِي وڃَ پَهاڙَ جي ، هليون منجهان هيجَ؛
رِسي مَٿي ريجَ ، پانڌوڙيَن پِيا ڪيا.

٢۵

رڻَ چڙهي روجهون ويون ، ڏسي اوسَر ۾ اولا ؛
اُتا مينهن مِهر جا ، مِهر ڪئي مَولٰي؛
روجهيون ريجهيون ، ڏسي ڪري ريجهڪ رسيلا؛
واحد وسيلا، پٽَن تي پڌرا ڪيا.

٢٦

روجهُن زارو زار ، اُڀي رنو رڻَ ۾؛
رڙيون سُٽي رُليُن جون ، سعيو ڪيو ستارَ؛
ساري ساز سُرودَ سان ، سارنگ لَڌين سارَ؛
روجهن ساڻ رهاڻ لئه ، کِنوٽين ڪَئي کيڪارَ؛
تهي هليون تيلن تي ، سُٽي گوڙ گجڪارَ؛
وسي وسَ وڏي ڪَئي ، وسڻ جي وسڪارَ؛
تانگهيون تارَئون تار ٿيون ، ترايون تلهارَ؛
سَچي لَڌڙي سارَ ، سِگهي سڪَ وارئين.

٢٧

ڦوڙائي جون ڦَٽيون ، ڦوڳيون ٿيون ڦولهِين؛
اَبر سندي آسَري ، ٽَڪَر ٿيون ٽولهين؛
ڳوليو ٿيون ڳولهين ، ترايون تَر پَريون.

٢٨

”منداڻتا موتيا “، روجُهون چَون روئِي؛
”قسمتَ قيدالماءِ“ ڪي ، ڪونَ جهَلي ڪوئِي؛
”سائين سگهوئي ، ڪَندو وسَ ولهِن تي“!

٢٩

”منداڻتا موتيا،“ روئِي چَون روجهون؛
”ڪميٽيون ڪوجهيون ، قادرَ تنهنجيون آهيون.“!

٣٠

پانڏوڙيون پهاڙَ جون ، رٽين ڪوه رهن؛
لوچي سي لَهَن ، جن ”سچو“ ڀَڏو سندرو.

٣١

ماٿَر مٿاهان پنڌڙا ، پانڌوڙيون پُرن؛
سانگن مٿي سَرڙا ، چَريو سي چَرن؛
وِري ٿيون ورن ، ”سچل“ سي ساٿيھ تي.

٣٢

چڏي رڻ راهِي ٿِي ، روهَن مٿي روجھ؛
ٻيلي پَئي ٻوجھ ، چَرڻ جِي تنهن چِتِ ۾.

٣٣

روهَن اَندر روجهڙيُون ، ڪيون ڏکيون ڏولاون؛
”سچل“ سي ساون ، سُڪيون ڪيون سُڪديسَ ۾.

٣٤

پَلر پَهاڙين پَلتيا ، واحد ڪَين وسَ؛
لنگهي ويون لَسَ ، روجهون راجاڻَن تي.

## دوها

شَي آهيان ڪاڪيون ڪهڙِي ، جا سمجهي نـ چاڻان!

بعضي پايان پُتلي ، يا آهيان گُڏيءَ ڏور،
يا گوءِ آهيان هٿ يارَ جي ، يا وانگيءَ وانگر زور.

يا تا محل آهيان ، جنهن ۾ شهنشاهہ،
ٻوليون ڪري ڪيتريون ، ٿو درنئون داناهہ.

يا تا گهوڙو آهيان ، جو هَلائي هَسوار،
يا تا موج درياهَ جِي ، جا ٻوڙي ٿي ٻاهار.

يا مِهنديءَ گل تا آهيان ، جنهن اندر لالائِي،
يا آهيان گل گلاب جو، جنهن سِر ۾ سرهائي.

يا تا چشمو آهيان ، جو اَبر پَريو آب،
تنهن ۾ سايو سج جو، يا پاڇوئي مَهتابُ.

يا تا پاڇوئي حق جو، آءٌ اَصل ڪان آهيان،
جنهن ۾ ڳالهہ ناهِ تا ، سو پيي تا ناهيان.

ڳالهہ ”سَچوءَ“ تا سَمجهِي ، ڪَؤن هاديءَ اِهائِي،
تا غير خدا جو ناهيين ،آهين صاحب سدائي.

## هدايت

١

رمزان سي هاديءَ جون، ميان،
جيڪي چيائون مون کي سي سَلَڻ ناهن،
هوءِ هوءِ - ڏريون آهن دل تي!

ڳالهيون ڪري ڳُجهه جون ، تا صاحبَ سَمجهائِين،
”لااِلہ “ ڪؤن اِڳنان تا هادِي هلائِين،
سَمجهڻ ” سَمع بَصَر “ جو تا فائِقَ فرمائِين.

”خوديون خاص نہ پائنجو هِي نِتَ نِتَ نمازان،
چاٹو پَلي ڳالهِڙي هِي سوز و گدازان،
اَتَواَناالحقَ‘ جا اِهي عِبرت آوازان“.

هَي هَي هِڪڙي ڏينهنڙي ،تا هادي اِئين چَون،
”جَن نہ سمجهِي هِت ڳالهِڙي ، سي سُيان گهٹو رون،
جَن سُڃاتو هتهين ، سي هُتِ پِي اِئين هُون“.

”جيڪي پَليون ڳالهڙيون ، اُنهن پُڄَڻ پَري آهه،
ڪوڙا قصا ڪُهه پئا يار، سُڃاڻ سَواءِ،

پُرجهَڻ آهي پاڻ کي ، ٻي ڀَلي بات نہ ڪاءِ“.

هاديءَ حقيقت جي ، يار، موتِي هيئن چيو:
”آقا آهي هيءَ ادا آهي ڪونہ ٻيو،
جي ٿِي لنگهيا سَيءَ کَؤن ، يارُ مقصد تن ٿيو،
سائين ساڳيو سو اَتو، جو وجودؤن ويو“.

## هدايت

٢

مرشِدَ هادي رهنما ، تا سَمجهائِن اِئين:

”هُو تُون چاٽج پاڻ کي ، متان هيءُ ٿئين،
”وحدت جي چوگان ۾،اِها گوءِ نِئين،
”سچو“ ساڻ يقين جي ، هِي حال ڏي هِئين“.

## هدايت

٣

هادي ويڙهي آيو، هاٹي سائينءَ هِيئن سمجايو،والِي ويڙهي آيو!

”ڪڏهن تيو ڪونڪو، عاشقِن آرام، ميان،
راتو ڏينهان تن اُتي محبت جو ماتام، ميان،“

خاڪَون هَلج خاص تي ڪر پاٹِيءَ ڪَؤن پرواز، ميان،
چڙيءَ چَنبو ماريُئي ، تي شاهِين ۽ شهباز، ميان“.

”جيڪو اَصل آهي، تيو هاٹي سو سلطان، ميان،
گهوڙي چڙهندِڙ گم تيو، پيو گهوڙو ۾ جولان، ميان“.

”گرد پُجهو ڪيو طالبو، اهو گهوڙي جو هسوار، ميان،
گهوڙي وارو گم تيو، اُپريو گرد غبار، ميان“.

آيو بحر جوش ۾، تڏهن موج پَئي پاهار، ميان،
هَي هَي آيو نانءُ ۾، تيو ساوڻ جو سينگار، ميان“.

”لُڑَ منجهَون تيو اَچو ڪارو، اَصل سو درياه، ميان،
بيحد رنگ گهٹا تيا پاهر، هرڪو تيو گمراه، ميان“.

”سانوڻ لٿو، هڪ ٿِي تڏهن پاڻي موتيو پوءِ، ميان،
ڪارو اڇو لُڙ ٿيو، اهو سارو سمونڊ ٿيو ، ميان“ .

”نانءَ لَهِي ويا پاهريان ، اهو باقي رهيو نام، ميان،
ڪوران، ڪَسيان، واهڙان، هت ڪلي ٿيا گمنام، ميان“ .

”هِت سَيِيئِي درياهه ٿيو، پيو ڪوڙا لٿا نانءَ ، ميان،
اول آخر هڪ ٿيو، ويا وچائون گنان ، ميان“ .

”اصل جيڪي هوس آءِ آهيان هِت پِي سو، ميان،
آخر ٿيندس وچي اُهوئي ، هڏ آهِيان ڪون پيو، ميان“ .

”اڪيون اکڙين ۾ رکي ،تون پنهنجو پاڻ سُڃاڻ ، ميان،
پوي نظر جت تانهنجي ، تت پنهنجو چشم چال، ميان“ .

”اڪيون اکڙين ۾ رکين ، تا هِت هُت تون ‘ هين آءُ ، ميان،
جي خبر اکين جي لَهيين ، تا تون نرالو نانءُ ، ميان“ .

اکين مون معلوم ٿئي ، اِهو صورت جو سينگار، ميان،
”سچو“ سارو سچ ٿيو، پيو ناهي تفاوت وار، ميان“ .

